سنڌي سرويچ

# حشو ڪيولرامائي

ترجمو ۽ ترتيب

ڊاڪٽر پارس نواز

روشني

## حشو ڪيولراماڻي جو ڏس پتو ڳولهجي

حشو ڪيولراماڻي ديس ڀڳت انقلابي هو
هن سماج کي تبديل ڪرڻ تي چاهيو
پر هڪ ڏينهن هن جي وطن جو نقشوئي
تبديل ٿي ويو
۽ ديس بدري هن جي حصي ۾ آئي.
ديس بدري ۽ دربدري جي ڪيفيت
ساڳي آهي
اجنبي ديس ۾ پنهجا ٻه اوپرا ٿي ويندا آهن
هو سنڌ جي مٽيءَ مان ڳوهيل هڪ سچو
انسان هو
جنهن وٽ جيئري رهڻ جو ڪو ٻه فن
ڪو نه هو
هو چالاڪ ماڻهن جي دنيا ۾ ٻن مان
ٻارهن نه ڪري سگهيو
هن جي اکين ۾ سنڌ جي چنڊ جو عڪس هو
جيڪو الهاس نگر ۾ ڏنڌلو ٿي ويو
۽ هن جا خواب الهاس نگر ڪان گانڌي
دام تائين
دربدر ٿيندا رهيا
نه زنده رهڻ جي ڪا شاهدي، نه مرڻ جي
ڪا نشاني
حشو الائي ڪاڏي ويو.

ڊاڪٽر ادل سومرو



- پاڪ ٽربيون جو اڳوڻو ايڊيٽر
- بادشاھ خان جو ٻانهه ٻيلي
- فرقيواريت خلاف جوٽيل جنگ ته گهاءَ سهندڙ ارڏو سورهيه آهي ڪرشنا مينن جي لنڊن مجلس جو صدر رهجي چڪو آهي.
- سنڌ ۽ بلوچستان جي نوجوان ۽ شاگرد تحريڪن جو سرواڻ رهيو.
- ورهاڱي بعد، پاڪستان ۾ ٽڪيل رهيو جي ايم ۽ خان عبدالغفار خان جي پيپلز پارٽي جي جوڙجڪ ۾ شامل هئو.
- 1949ع جي اوائل ۾ پاڪستان Public Safety Ordinance هيٺ قيدخاني ۾ بند ٿيو ۽ سال ۾ ڪيس ڏيهه نيڪالي ملي.

سنڌي سرويچ

# حشو ڪيولراماڻي

(سنڌس لکڻيون ۽ مٿس لکيل مضمون)

ترجمو ۽ ترتيب

## ڊاڪٽر پارس نواز

روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

2016ع

**Roshni Book No. 773**
ڪتاب جو نالو: حشو ڪيولراماڻي
ترجمو ۽ ترتيب: ڊاڪٽر پارس نواز
ڇاپو پهريون: © روشني 2016ع
ڪمپوزنگ : سيد شاهد حسين شاهه
روشني ڪمپوزر اينڊ پرنٽرز حيدر چوڪ، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو سنڌ.

**قيمت: =/300 رپيا**

**HASHOO KEVALRAMANI**
Translate & Compiled by: **Dr. Paras Nawaz**
Composed by: Syed Shahid Hussain Shah
Roshni Composers and Printers, Hyder Chowk, Hyderabad
Printed by: Fine Communication, Hyderabad Sindh
Published by: Roshni Publication, Kandiaro
First Edition © Roshni 2016

استاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر، گاڏي کاتو حيدرآباد
پناڻي بوڪ هائوس اوريئنٽ سينٽر، حيدرآباد+ڪنگ پن بڪ شاپ، پريس ڪلب، حيدرآباد
شير يزدان بڪ اسٽال، ڀٽ شاهه + حيدر ڪتب خانو ڀٽ شاهه
ڪاٺياواڙ اسٽور، اردو بازار، ڪراچي. لال بخش نيوز پيپر ايجنٽ، ٽنڊو المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، الفقراء منزل، سانگهڙ
رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو + رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر، لاڙڪاڻو+ جاويد بڪ ڊيپو، لاڙڪاڻو
نيشنل بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو+ نوراني بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو+ عبدالله بڪ ڊيپو بندر روڊ لاڙڪاڻو
اشرف بوڪ اسٽال مسجد روڊ، نوابشاهه+ عوامي بوڪ اسٽال مسجد روڊ، نوابشاهه + مڪتبه گلشير، لياقت مارڪيٽ
نواب شاهه+ سليمان برادرس، نواب شاهه+ مڪتبه حافظ اينڊ ڪمپني لياقت مارڪيٽ نواب شاهه
المهراڻ ڪتاب گهر، ڪپرو+ حافظ ڪتاب گهر، ڪپرو + العزيز ڪتاب گهر، عمرڪوٽ + ٿر ڪتاب گهر، مٺي
ڪنگري بوڪ شاپ، اسٽيشن روڊ، ميرپور خاص +حر ڪتاب گهر،سامهون ماڊل اسڪول، ميرپور خاص
مدني اسلامي ڪتب خانو دادو+ سليم نيوز ايجنسي، نيو بس اسٽينڊ، دادو + جنيد بوڪ ڊيپو دادو
مراد بوڪ ڊيپو سيوهڻ عبدالرزاق بوڪ اسٽال، ميهڙ+ ساحر ڪتاب گهر، ڪونڊي ميهڙ
مرچو لال بوڪ ڊيپو بدين + رحيم بوڪ ڊيپو بدين + سوجهرو ڪتاب گهر، بدين.
مهراڻ بوڪ سينٽر سکر+ ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، سکر + عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ، سکر
الفتح نيوز ايجنسي، مهراڻ مرڪز سکر+فيضان بوڪ ڊيپو سکر مڪتبه امام العصر، گهوٽڪي
سنڌ ڪتاب گهر، شڪارپور+ مولوي عبدالحئي شڪارپور مڪتبه عزيزيه کهڙا + سچل ڪتاب گهر، درازا
تهذيب نيوز ايجنسي خيرپور ميرس + خيرپور بڪ شاپ، خيرپورميرس+ نيشنل بڪ اسٽال پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
ڪنول ڪتاب گهر، مورو+ حافظ ڪتاب گهر، مورو+ ظفر ڪتاب گهر، مورو
ميمڻ بوڪ ڊيپو نوشهروفيروز + قاسميه لائبريري اسپتال روڊ، ڪنڊيارو+ سارنگ ڪتاب گهر، ڪنڊيارو

# ارپنا

حشو ڪيولراماڻي جي سنڌڙي لاءِ
سندس امڙ
پريا واري پيري ٻائي
حشو جي گهرواري سرلا راماڻي
سندس ٻارڙن
مينا
نيناءِ
گل راماڻي
ڏانهن



حشو ڪيولراماڻي، سندس ڌيئر مينا، ٽبنا ۽ پٽ گل

# فهرست



## پاڪستان ايڪسريڊ



## ون يونٽ بابت لکيل حشو جو ڪالم

## سنڌي مختصر آکاڻيون



## حشوءَ جي خط و ڪتابت



## حشو ڪيولراماڻي جي ڳولها جاري آهي..

# مهاڳ

## هو نہ هوندو هو حشو!

| | |
|---|---|
| جنم | : 14 ڊسمبر 1914ع |
| شهر | : پريا (هالٽوڪي ضلعي نوشهروفيروز جو تعلقو هيڊڪوارٽر)، سنڌ |
| پرائمري تعليم | : ڪي. سي اسڪول پريا |
| سيڪنڊري تعليم | : N.J.V هاءِ اسڪول، ڪراچي |
| وڌيڪ تعليم | : سري لنڪا، انگلينڊ |

- 40 واري ڏهاڪي ۾ سنڌي سماج جي مکيہ اديبن، سياسي رهبرن، ۽ شاعرن جي تربيت ڪيائين.

### جيل ياترا

1940ع - 1942ع: ارڙهن مهينن لاءِ جيل ۾ ويو.

1949ع: 10 مهينن لاءِ هڪ دفعو ٻيهر سياسي سرگرمين ڪري باندي بڻايو ويو.

### جلاوطني

ورهاڱي بعد سنڌ ۾ رهڻ لاءِ هوڏ ٻڌي بيٺو پر سياسي سرگرمين سبب ڪيس 1950ع ۾ پاڪستان پبلڪ سيفٽي آرڊيننس هيٺ جلاوطن ڪيو ويو.

### جلاوطني ڪانپوءِ حشوءَ جي زندگي جو خاڪو

انگريزي اخبارن ۾ پاڪستان جي اندروني سياسي مسئلن تي ڪالم لکڻ شروع ڪيائين. ورهاڱي جي عذاب ۾ جان، مال، ملڪيتون

۽ سڪيءَ ستابيءَ زندگيءَ تان دستبردار ٿيندڙ سنڌ واسين جي درد ۽ پوڳنائن کي پنهنجي ڪالمن ۾ ورجائيندو رهيو.

سنڌ جي اديبن ۽ اهم سياسي اديبن سان خط ڪتابت جاري رکيائين.

1957ع ۾ سنڌو سماج جو اڳواڻ منتخب ڪيو ويو. سنڌي ٻوليءَ کي انڊيا جي آئين ۾ شامل ڪرائڻ لاءِ جيڪا تحريڪ هلي ان ۾ ٻين سان گڏجي حشوءَ لک ماڻهن جون صحيحون هٿ ڪري انڊيا جي پارليامينٽ جي اسپيڪر کي پيش ڪيون. حشوءَ پارليامينٽرينز کي ڪراچيءَ جو حلوو کارائي سندن دل کٽي ورتي.

انڊيا جي آئين ۾ سنڌي ٻولي 1967ع ۾ شامل ٿي. هن ڪارنامي ۾ حشوءَ جي ڪردار کي وسارڻ نه گهرجي.

ڊسمبر 1958ع ڌاري، سنڌي مختصر آکاڻين نالي ڪتاب لکيائين. سنڌ ۽ هند جي اديبن ۽ اديبائن جي تخليق کي انگريزي ورقن جو ويس ڍڪي، انگريزي ڄاڻيندڙ دنيا ۾ چونڊ سنڌي ادب متعارف ڪرايائين. غلام رباني آگرو، سوڀي گيانچنداڻي، ابراهيم جويو، غلام نبي مغل، جمال ابڙو جيڪي سنڌ جا ته معروف ۽ ڄاتل سڃاتل اديب هئا، پر سندن هندستان ۾ پڻ تعارف ڪرايائين.

## فليٽ نمبر 38، ڀڳت سنگهه مارڪيٽ دهلي

پنهنجو دهلي وارو ڀڳت سنگهه مارڪيٽ فليٽ، سنڌي ثقافت ادب ۽ فن کي همٿائڻ جو ماڳ بڻايو هئائين. اتي نوجوان ڪلاڪار، اديب، سياسي ڪارڪنن کي پنهنجي قابليتن جي نماءَ جو موقعو ڏنائين.

1963ع ۾ سنڌي شارٽ اسٽوريز جو ڊلڪس ايڊيشن پڌرو ڪيائين(ان ڪتاب جو مهاڳ ۽ ضميمو پڙهڻ وٽان آهي، اڳتي هن ڪتاب ۾ ڏنو ويو آهي)

سنڌ ۾ اسان کي حشوءَ جي سياسي فڪر تي ڪوبه اهميت جوڳو تحقيقي مواد نٿو ملي، جڏهن ته سنڌي ادب ۾ حشوءَ جي اردگرد رهندڙ اديبن ۽ شاعرن کان سندس شخصي زندگيءَ بابت پڻ متعصب رايا ملن ٿا، جنهن جي نتيجي ۾ نوجوان سنڌي پڙهندڙ حشو متعلق ڪوبه چٽو خاڪو ٺاهي نٿو سگهي. ڪي ڪيس هڪ لا اُبالو ۽ غيرذميوار پاڻ

هرتي سنڌي داناءَ طور ڄاڻن ٿا ۽ ٻيا سنڌس فڪري صلاحيتن کي مڃيندي بہ هن مان اتساهيل نظر نٿا اچن. حشوءَ متعلق صحيح ڏس پٽو جي ايم سيد جي ڪتاب ”جنب گذاريم جن سين“ مان ۽ ڪيرت ٻاٻاڻي جي ڪتاب ”ڪجھ لڪايم ڪجھ ٻڌايم“ مان ئي حاصل ڪري سگهجي ٿو. ان کان پوءِ جيڪي بہ حشوءَ متعلق رايا ڏين ٿا، سي مستند ۽ يقين جوڳا نٿا پائنجن. غور ڪرڻ تي معلوم ٿئي ٿو تہ حشو ڪيولراماڻي جي شخصيت اديبن لاءِ گهٽي ڏيان لائق ڪونہ هئي. ان جو هڪ سبب اهو آهي تہ حشوءَ تي لکندڙن جي ڄمار ۽ حشوءَ جي ڄمار وچ ۾ ڏهہ يا ويھ ورهين جي وٿي آهي ۽ جلاوطنيءَ کان پوءِ سندس زندگيءَ جو احوال چند ماڻھن. جهڙوڪ: شيخ اياز، ڪيرت ٻاٻاڻي، لڇمڻ ڪومل وٽان مليو ٿو سي پنهنجي آتم ڪهاڻين ۾ وڌاءَ ۽ مبالغي کان ڪم وٺندي هن متعلق تضاد ڀريا خاڪا جوڙين ٿا.

هيترن مهينن دوران مختلف ماڻھن سان ڳالھ ٻولھ ڪندي مترجم هي نتيجو اخذ ڪيو آهي تہ 1968ع کان پوءِ حشو سنڌ ۽ هند جي سنڌي ادبي ۽ سماجي زندگيءَ مان هوريان هوريان غائب ٿيندو ويو ۽ سندس زندگيءَ جو سڀ کان وڏو الميو هي هو تہ پٺتي جي اٿهوند، سنڌ ڌرتي، سنڌي ثقافت ۽ تهذيب سان سندس عميق لڳاءُ ۽ ڪاهيءَ ڌر طرف جهڪاءَ هئس. اهي ئي عنصر جلاوطني بعد سندس تباهيءَ جا ڪارڻ بڻيا.

70 ۽ 80 وارن ڏهاڪن دوران جتي هڪ پاسي سندس دوست ۽ ساٿي سرڪاري نوڪريون، عهدا ماڻي، دوستيون ياريون ناهي ۽ پنهنجي نظرين تان دستبردار ٿي نين حقيقتن سان صلح ڪئي، اتي حشو ڪيولراماڻي هڪ نج ۽ کري مفڪر جيان پنهنجي نظرين تي قائم رهيو. تڪليفون سهندي پنهنجي حياتي گذاريندو رهيو ۽ نيٺ اهي تڪليفون ۽ سندس ارڏائي کيس ناڪام ڪرڻ ۾ سوڀارا ٿيا. هو بمبئيءَ جي گهٽين ۾ هڪ گهڻ ڳالهاؤ مجذوب وانگر ڦرندو رهيو جرمنيءَ ۾ رهندڙ پٽ گل ڪيولراماڻي ڏانهن موڪليل سندس خط، جن ۾ هو پنهنجي دوستن، ۽ حالتن سان جهٽ پٽ سرچاءُ ڪندڙ بي اصول سياستدانن، سنڌ ۾ هندن ۽ خاص ڪري ڪيولراماڻي جي

عروج ۽ ڀارت ۾ سنڌي هندن اڻانگي زندگيءَ جا حال احوال ڏيندو هو. ئي شايد هن لاءِ خوشيءَ جو واحد ذريعو هوندا!

## سندس ڏوهه

مارڪسوادي، سماجواد نظرين سان سلهاڙيل هئڻ سبب پئسي ۽ وچئين ڪلاس جي سماج ڪي هلائڻ واري طريقيڪار سبب ناٽو گڏ ڪونه ڪيائين. سنڌ جي جاگيرداراڻي سماج ۾ اسرندڙ قوم کان مهذب روين جي اميد رکيائين.

سرڪاري رعايتون ڪونه قبوليائين، پاڪستان لاءِ سفارتڪاري ڪرڻ جي آڇ ٺڪرائي ڇڏيائين.

سنڌ سان عشق ڪندو رهيو. واپاري ذهنيت رکندڙ سنڌين سان سلهاڙجي نه سگهيو.

عاشق باز ڪونه هو.

سرچاءُ ڪندڙ اديب ڪونه بڻيو.

## حشو ڪيولراماڻيءَ جي موت جو معمو

سنڌ جي هن سچي عاشق جي پڇاڙڪيءَ 20 ورهين واريءَ حياتيءَ بابت سنڌي ادب ۽ ميڊيا ۾ حيرت ۾ وجهندڙ قصا ڪهاڻيون ملن ٿيون. جنهن سبب سنڌي ادب پڙهندڙ نوجوان ڪي حشوءَ لاءِ قياس، کهڪاءُ ۽ اديب ٿيڻ کان ئي ڊپ ونڻ لڳي ٿو. حشو جي موت بابت اسان ڪي ڪيترائي رايا ملن ٿا. ڀين لفظن ۾ ائين ڪٺي چئون ته جيترا وات اوتريون ڳالهيون.

1. حشو لاوارث فقير وانگر بمبئي ۾ مئو.
2. حشوءَ ڪي قرض جي ادائيگي نه ڪرڻ سبب ڪنهن ڳيا ڳيا ڪري قتل ڪيو.
3. حشو بمبئي جي زوردار برسات ۾ ٻڏي مئو.
4. الهاس نگر جي جهوپڙ پٽي ۾ مئو جتي ميونسپالٽي وارن ڪيس مساڻ ۾ جلائي ڇڏيو.
5. حشو ڪيولراماڻي سنڌ جي ياد ۾ ڪڇ جي رڻ ويو ۽ 1986ع ۾ طبعي موت مئو.

هيءَ پنجون نمبر راءِ حشوءَ جي پٽ گل ڪيولراماڻي (جيڪو جرمني جي شهر ڊسل ڊورف ۾ هڪ اينيميٽر آهي) جي آهي. هن جو چوڻ آهي تہ 1986ع ڌاري حشو ڪڇ جي رڻ ۾ ويو، جتي هو لاڏاڻو ڪري ويو. مهاراشٽرا جي هڪ عام ماڻهو شلڪرام ڪيس اتي ئي دفنايو.

تي سڳهي ٿو حشو جي موت بابت هي بہ هڪ ڪٿا ئي هجي، ٻين هزِني ڪٿائن جيان. جتي سنڌي اديب حشو بابت پنهنجا پنهنجا رايا ڏيندي نظر اچن ٿا. پر حشوءَ جي سنڌ جي ياد ۾ رڻ ڪڇ ۾ موت ڪي ئي حتمي سمجهجي. هن ڏس ۾ گهڻ ۾ گهڻ جمالياتي حس ڪان ڪم ورتو ويو آهي. 70 ورهين جي ڄمار ۾ ان قسم جو موت حشوءَ جهڙو ڏاهو لهڻين پيو! حشوءَ جي پرستارن کي حشوءَ ذريعي سنڌ سان عشق ڪرڻ جو اتساهہ وٺڻ گهرجي. سنڌ جي آئيندي بابت نراس ٿيل جهونن اديبن کي مايوس نہ ٿيڻ گهرجي. بلڪ هر ڪنهن کي پنهنجي پنهنجي شعبن ۾ ناموس ڪمائي سنڌ جي عظمت کي اجاگر ڪرڻ گهرجي.

## غلام رباني آگرو جي اٿاريل سوالن جا جواب

غلام رباني آگرو پنهنجي ڪتاب ”سنڌي ادب تي ترقي پسند تحريڪ جو اثر“ ۾ حشو ڪيولراماڻي متعلق ڪجهہ سوال اٿاريا آهن، تن جا جواب هيٺ ڏجن ٿا:

1. حشوءَ جي گهرواري سرلا ۽ سندس نياڻيون ڪاڏي ويون؟ هو ڪين دهليءَ ڇڏي ويو هو يا بمبئيءَ وٺي آيو هو؟ انهن حشوءَ جي گم ٿيڻ تي ڇا جي ڪري ڪابہ دانهن ڪوڪ ڪانہ ڪئي؟

1968ع ۾ حشو ۽ سرلا راماڻي هڪٻئي ڪان علحده ٿيڻ جو فيصلو ڪيو. سرلا راماڻي، دهلي جي ڀڳت سنگهہ مارڪيٽ فليٽ نمبر 38 ۾ رهي. سندس بہ جڙوا ڌيئرون مينا ۽ نينا ۽ پٽ گل راماڻي بہ ماءُ سان گڏ رهيا. گل راماڻي تہ پاڻ کي اينيميٽر طور جرمني جي شهر ڊسلڊورف ۾ پاڻ ميجرايو آهي. سرلا راماڻي 1996ع ڌاري ڪينسر سبب لاڏاڻو ڪري ويئي. سنڌي پهاڪي مطابق جتي باهہ ٻري اُتي سيڪ اچي، مان

سمجهڻ گهرجي تہ حشوڪيولراماڻي جي بگڙيل ذهني توازن ۽ بيروزگاري ۽ مفلسيءَ سبب سندس ئي گهروارا وڌ کان وڌ متاثر ٿيا هوندا. پنهنجي پيءُ جي موت تي گل راماڻي پڇا ڳاڇا ڪري اهو ڏس حاصل ڪيو تہ حشو ڪيچ جي رڻ ۾ مئو.

2. حشوءَ جو هڪ مائٽ تہ اهو ماڌو يمياڻي هو جنهن کان ٿي سؤ رپيا اڌارا ورتائين، پر، سندس ماتا، پتا، ڀائر، سوٽ، ماروٽ سڀ پاڪستان ۾ ئي پورا ٿي ويا هئا. يا ڪي هندستان ۾ بہ لڏي ويا هئا؟ انهن ڇا ڪيو؟

ماڌو يمياڻي حشو ڪيولراماڻيءَ جو پري جو مائٽ هو ۽ گل راماڻي ٻڌايو تہ جرمني مان پيءُ لاءِ پئسا ماڌو يمياڻي ذريعي موڪليندو هو. حشو جي ماءُ پيري ٻائي تہ 60 واري ڏهاڪي ۾ وفات ڪري وئي ۽ سندس پيءُ حشو جي ٻالڪپڻي ۾ ئي مري چڪو هو. حشو جو ڀاءُ گوپ ڪيولراماڻي ورهاڱي کان پوءِ مٿرا ۾ رهندو هو ۽ ريلوي اسٽيشن تي ٽڪيٽ ڪليڪٽر جي نوڪري ڪري پنهنجي گهر جو گذر سفر ڪندو هو. وٽس پئسا ڏوڪڙ ايترا جهجها ڪونہ هوندا هئا جو ڀاءُ کي مالي مدد مهيا ڪري سگهي.

3. ڪيرت هندوستان ۾، ڏکين حالتن ۾ بہ سنڌين جي پنهنجي وجود کي برقرار رکڻ لاءِ ڪيل جدوجهد جو ذڪر ڪيو آهي، تہ سنڌي ٻولي ۽ ڪلچر جي بچاءَ لاءِ ڇا ڪيائيون. لکيو اٿس تہ سنڌي ٻولي ڪنوينشن ٿيا، حشو دهليءَ واري فرنٽ جو روح روان هو. پوءِ پلا اهڙين باشعور تنظيمن پنهنجي پراڻي ساٿيءَ ۽ حشوءَ جهڙي وڏي ودوان کي ڪيئن ۽ ڇو نظرانداز ڪري ڇڏيو؟ ڪيس وقت اندر ڪنهن بہ ذهني علاج جي اسپتال ۾ داخل ڇو نہ ڪرايائون؟ سندس مٽن مائٽن کي اطلاع ڇو نہ ڏنائون؟

غلام رباني آگرو جي اٿاريل سوال تہ ڀارت لڏي ويندڙ سنڌي اديبن ۽ ساڃاهہ وندن حشوءَ جي خدمتن عيوض ساڻس سٺو سلوڪ ڇو نہ رکيو جي جواب جو اندازو ڊاڪٽر ادل سومرو جي حشوءَ متعلق لکيل مرثيو (Elegy) مان لڳائي سگهجي ٿو تہ:

اجنبي ديس ۾ پنهجا بہ اوپرا ٿي ويندا آهن

ورهاڱي بعد ڀارت جي سنڌي هندن جون زندگيون ايڏي تہ مشڪلات ۾ گذريون جو هنن مان اهڙي مهذب سياءَ جي اميد رکڻ مناسب نٿو لڳي. گل ڪيولراماڻيءَ ٻڌايو تہ بمبئيءَ ۾ ڪي آر ملڪاڻي ٻي جي پي جي غنڊن سان ملي ڪري حشو ڪيولراماڻي تي ٺٺوليون ڪندو هو. ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ لڇمڻ ڪومل جو حشوءَ ڏانهن رويو "وهي ڪاتي جا پنا" جي صفحي نمبر 445 مان لڳائي سگهجي ٿو.

## ارون ٻاٻاڻيءَ جو حشوءَ متعلق رايو

ڪيرت ٻاٻاڻي جي پٽ ارون ٻاٻاڻي حشو متعلق پڇيل هن سوال "سنڌي قوم جي سياسي شعور تي حشوءَ جو اثر" جي جواب ۾ اي ميل تي جواب ڏنو تہ. ڪيس حشوءَ متعلق ڪا ڄاڻ ڪونہ آهي ۽ نہ ئي حشوءَ جا ڪتاب سندس نظرن مان گذريا آهن. وڌيڪ لکيائين تہ گهريلو زندگيءَ ۾ ناڪامي بعد سياسي نظرين مان بہ نراس ٿي پيو هو ۽ 70 واري ڏهاڪي ۾ ائين پيو ڀانئجي تہ متجندڙ سياسي حالتون هو سمجهي نہ سگهيو ۽ 1980ع ۾ هڪ ڀيرو حشو بمبئي ۾ ٻاٻاڻين جي گهر ويو. مفلسيءَ ۽ ذهني توازن بگڙيل هوندي بہ هو هڪ Thorough Gentle Man لڳو ٿي.

## حشوءَ جو ڪتاب "پاڪستان ايڪسريڊ"

هي ڪتاب جيتوڻيڪ 1951ع ۾ ڇپيو پر اڄ بہ پاڪستان جي شروعاتي ڏيهاڙن واري سياسي حالتن کان واقفيت حاصل ڪرڻ لاءِ هي ڪتاب مددگار ثابت ٿي سگهي ٿو.

انگريزيءَ ۾ سياسي ادب سرجيندڙ سنڌي ليکڪ حشو ڪيولراماڻيءَ جو انگريزي ٻوليءَ تي دسترس، هن ڪتاب مان بلڪل عيان آهي. جيتوڻيڪ جي ايم سيد کيس پنهنجي سياسي استاد سڏي سنڌي قوم جي دلين ۾ حشو ڪيولراماڻيءَ لاءِ اڳواٽ ئي احترام پيدا ڪري ڇڏيو آهي، پر جيڪڏهن ڪو پڙهندڙ حشو جي سياسي بصيرت ۽ انگريزي ٻوليءَ تي مُلڪي کي پنهنجو پاڻ پرکڻ چاهي ٿو تہ کيس حشوءَ جو ڪتاب "پاڪستان ايڪسريڊ" ضرور پڙهڻ گهرجي.

توڙي جو سياسي اڳڪٿين متعلق چيو ويندو آهي تہ "Political prophesies are dangerous" پر حشو سياسي اڳڪٿيون ڪرڻ جي ڪرت جو ئي ماهر هو. 1951ع ۾ ڪيل سندس اڳڪٿيون اڳتي هلي سچ ثابت ٿيون. پاڪستان جا حڪمران پنهنجون اوڻايون ۽ نااهلين کي لڪائڻ لاءِ اسلام جي نالي کي اڄ تائين استعمال ڪندا رهن ٿا.

حشوءَ جون پيون اڳڪٿيون هن ريت آهن:

- پاڪستان ۾ مارشل لا لڳندو. اڄ تائين عسڪري قوتن کان پاڪستان آجو ٿي ڪونہ سگهيو آهي. پاڪستان جي هر ڏيهي يا پرڏيهي پاليسي کي ڪوبہ موڙ عسڪري قيادت ئي ڏئي ٿي.
- لياقت علي خان گهڻو وقت زندهہ رهي نہ سگهندو. حشوءَ پنهنجي ڪتاب "پاڪستان ايڪسريڊ" جي آخري صفحن ۾ راولپنڊي ڪيس ڏانهن اشارو ڪندي لياقت علي خان کي بارودي سرنگهہ ۾ قاتل حڪمران چيو آهي. هي اڳڪٿي حشوءَ 1951ع جي شروعاتي ڏهاڙن ۾ ڪئي ۽ اسان ڏٺوسين تہ ڪجهہ مهينن اندر 26 آڪٽوبر 1951ع ۾ لياقت علي خان کي گولي هڻي ماريو ويو.
- اقليتن جو جيئڻ جنجال ڪيو ويندو. پاڪستان توڙي ڀارت ۾ هيل تائين مذهبي اقليتن وارا ماڻهو خوف ۽ هراس ۾ زندگي گهارين پيا.
- دهلي معاهدي تي 1950ع ۾ تجزيو ڪندي حشو لکيو آهي تہ "مذهبي اقليتن جي حفاظت لاءِ جڙيل هي قاعدو پاڪستان ۽ ڀارت لاءِ امن جو ضامن ڪونہ بڻبو ۽ دهلي معاهدي کي اڻ پرڻيل ڇوڪريءَ جي ٻاراڻي شوق "Delhi Pact as an answer to A Maiden's fond Prayers" سان ڀيٽي ٿو ۽ لکيو اٿائين تہ ٻنهي ملڪن جا مسئلا انتهائي ڳنڀير آهن. دهليءَ معاهدي تي 1951ع ۾ ڏنل حشوءَ جو رايو 1956ع ۾ سچ ثابت ٿيو جڏهن دهلي معاهدي کي ٻنهي رياستن منسوخ ڪيو.
- بنگالين کي پنجاب جا حڪمران ڪچلڻ ۾ ويرم نہ ڪندا.

- خان عبدالغفار خان ۽ جي ايم سيد جهڙن قومي سياستدانن کي دٻايو ويندو. سچ تہ خيبرپختونخواهہ ۽ سنڌ جي اصل سياستدانن کي پاڪستاني سياست ۾ 1970ع کان پوءِ وري اڀرڻ نہ ڏنو ويو.
- ون يونٽ جي آڙ ۾ صنعتڪاريءَ ۽ تجارت ۾ اقتصادي فائده پنجابي ماڻهن کي حاصل ٿيندا.
- 20 لک پناهگيرن جي غير واجبي آمد، پاڪستاني انتظاميا کي مجبور ڪندي تہ پرڳڻن جي آدمشماريءَ کي مٽايو وڃي.
- جاگيرداري نظام جو انت ڪونہ ايندو.
- پاڪستان ۾ ميڊيا تي مهاجرءِ پنجابي ڇانئجي ويندا ۽ سنڌن ئي نقطہ نظر پيو ٻڌبو ۽ ورجائبو. پاڪستان جي ٻين مڙني قومن کي تهذيب جا سبق بہ اهي ئي ڏريون پڙهائينديون.

## اڳواڻ

حشو هن ڪتاب ۾ پاڪستان جي اڳواڻن جي ورهاست ٽن قسمن ۾ ڪئي آهي: دلير، ڪرن اڳوڻن جي ڪيٽگري ۾ خان عبدالغفار خان، جي ايم سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، عبدالصمد خان، خان آف قلات جهڙن رهنمائن کي شامل ڪري ٿو. پاڪستان ايڪسريڊ ڪتابڙي ۾ ڏنل تعارف ۾ حشو کي بادشاهہ خان جو ٻانهن ٻيلي چيو ويو آهي ۽ ڪتاب جو انتساب بہ ڳاڙهي صدري/خدائي خدمتگارن جي رهنما ۽ سرحد جي گانڌيءَ خان عبدالغفار خان ڏانهن منسوب ڪيو آهي.

دلير ۽ قومي اڳواڻ پنهنجي قومن جا اصل نمائندا قرار ڏئي ٿو. هي دلير ۽ نڊر رهنما سگهارا ان سبب ڪري هئا، ڇاڪاڻ تہ هنن پنيان عوام يا قوم جي ماڻهن جي ٽيڪ هئي. هي رهنما، مذهبي ڪٽرپڻي کان آزاد سوچ رکڻ ڪري، مذهب جي نالي ۾ ناهيل رياست لاءِ خطرو بڻجي پيا، هر حيلو هلائي انهن کي دٻايو ويو.

ٻئي ڪيٽگري ۾ محمد علي جناح ۽ لياقت علي خان، سردار عبدالقيوم خان جهڙن اڳواڻن کي داخل ڪيو آهي. هي رهنماءَ يا تہ جاگيردار هئا يا عوام کان ڪٽيل ۽ اولهہ ۾ سکيا ورتل شخص هئا.

حشو ڪيولراماڻي محمد علي جناح جي شخصي خوبين کي تہ ساراهي ٿو پر سندس سياسي هلت چلت تي هن جا چوهہ ڇچندي ٿو. لکي ٿو تہ. جناح، هڪ سيڪيولر اڳواڻ هو. انگريزي ڳالهائيندڙ انگلينڊ جي تهذيب ۽ روايتن کان متاثر هو هن سياسي مفادن لاءِ اسلام جو استعمال ڪيو. سر سيد احمد خان جي عليگڙهہ ڪاليج مان سکيا ورتل شاگردن ۽ مسلمان جاگيردارن سان گڏجي پاڪستان حاصل ڪيو. پنهنجو آمراڻو هوڏ. پاڪستان ۾ جاري رکيائين. اختلاف راءِ رکندڙ سچن ۽ڪرن اڳواڻن کي دٻائي ڪري، پاڪستان جي سياست ۾ اڻ سهپ ۽ اختلاف راءِ بدران بالادستي واري روايت جي حوصلي افزائي ڪيائين.

The aged architect of the new state, Quaid_i_Azam Mahomed Ali Jinnah was the unhappiest man in Pakistan!

He was handicapped by his own aristocratic background of drawing room politics,( page 47)

حشو پاڪستان جي سياست پنجابائيزيشن ڏانهن بہ اشارو ڪري ٿو.

## ورهاڱو

حشو ڪيولراماڻي، ورهاڱي کي تاريخي ڇُڪ مڃي ٿو چو تہ، ورهاڱو عوام لاءِ پوڳنائون ڪٽي آيو ۽ کين ڪابہ نجات نہ ڏنائين. ورهاڱي کي حشو ڪربلا سان ڀيٽي ٿو. ورهاڱو 20 صدي جي ڪربلا مثل هو ستين صديءَ واري ڪربلا ۾ حضرت امام حسين ۽ سندس گهر ڀاتي شهيد ٿيا، پر 1947ع واري ڪربلا ۾ فرنگي رهنما، جهازن تي سوار ٿي، ڪربلا جي ميدان کان پاڻ بچائي، رياستي ادارن جا سربراهہ ٿي ويا.

## سنڌ

سنڌ تہ حشوءَ جي جنم ڀومي آهي. سنڌ جي سياست ۾ جي ايم سيد ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي جهڙن رهنمائن کي اصل رهنما سڏي ٿو. سنڌ ۾ 1947ع کان ڪجھ عرصو اڳ ٿي اٽڪل 1300 کان وني،

پاڪستان جو جنم ٿي چڪو هو. هندو اقليت ۽ مسلمان اڪثريت، گڏجي سڏجي رهندا ٿي آيا هئا. جيتوڻيڪ هندو مسلمانن جي پيٽ ۾ وڏيڪ شاهوڪار هئا. هندومت ۽ اسلام جي امتزاج مان، نروار ٿيندڙ مذهبي مسلڪ تصوف ئي سنڌين وٽ رائج هو. سنڌي عوام لاءِ مذهبي تفاوت ايترو اهميت جو حامل ڪونه هئو. جيترو سي پي ۽ يو پي جي مسلمان اقليتن لاءِ هو پر پاڪستان تحريڪ جي ٿمورتي سر سيد احمد خان، جناح ۽ خاص ڪري محمد اقبال، جن ڪي سنڌ ( پاڪستان ۾ شامل ٿيندڙ ٻين صوبن) جي تصوف واري مسلڪ سان عجب وير هو. اقبال تہ، تصوف کي اسلام جو بگاڙ سمجهيو ٿي ۽ واضح ڪيائين تہ اسلام جو جوهر Monotheism ۾ سمايل آهي، تصوف لاءِ اسلام ۾ ڪابہ گنجائش ڪونهي. پاڪستان جي قيام بعد، تصوف جي معتقد عوام ۽ فرقيواريت کان ڪونهين ڏور رهندڙ رهنمائن کي، رياستي اختيار وسيلي دٻايو ويو. اهڙي طرح نئين رياست ۾ سياست ۽ مذهب کي ملائي وڳوڙن جو ٻج ڇٽيو ويو.

حشوءَ جي ڪتابڙي ”پاڪستان ايڪسريڊ“ جي اهميت ان مان بہ لڳائي سگهجي ٿي تہ برصغير جي تاريخ ۽ خاص ڪري قائداعظم محمد علي جناح تي تحقيق ڪندڙ دهلي يونيورسٽي جي پروفيسر ڊاڪٽر اجيت جاويد پنهنجي ڪتاب ”سيڪيولر اينڊ نيشنلسٽ جناح“ جي صفحي 232 ۾ حشو جي ڪتاب جو حوالو ڏنو آهي.

## سنڌي شارٽ اسٽوريز

سنڌي شارٽ اسٽوريز ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1958ع ۾ شايع ٿيو. ان ئي ڪتاب جو ٻيو ڊلڪس ڇاپو 1963ع ۾ پڌرو ڪيائين (ان ڪتاب جو مهاڳ ۽ ضميمو پڙهڻ وٽان آهي، اڳتي هن ڪتاب ۾ ڏنو ويو آهي)

حشو هڪ ڏاهو هو. جيتوڻيڪ سندس ڪالم ۽ ادبي ليک انگريزي ٻولي ۾ لکيل آهن، پر سنڌ، سنڌي ادب ۽ سيپتا لاءِ ڪيس عجب، تنقيدي ۽ سچيت عشق هو. جي ايم سيد جو ڪتاب ”پيغام

لطيف" پڙهي ۽ سندس صحبت ۾ رهي، ڀلين لاءِ موهہ رڪندڙ هن ڏاهي پنهنجي سنڌي ورثي کي قبول ڪيو. سندس ان فيصلي سان ئي سندس سنڌ سان عميق عشق جي شروعات ٿي.

ان عشق ۾ هو سنڌي ادبي بورڊ جا ڪتاب، ابراهيم جويو کان گهرائي مطالعو ڪندو هو. سنڌ سان سندس عشق ڪنهن بي حس زوريءَ مڙهيل جلاوطنيءَ کي برداشت ڪونہ ڪري سگهيو

## سنڌي ادب ۽ اديب

ورهاڱي بعد، سنڌي ادب ۽ سنڌي قوم تي پونڊڙ اثرن تي حشو پڻ لکيو آهي.

The Sindhis were a mortified people even before Pakistan was born. The Punjabis had encroached into many vital spheres of their economic life, and now they were faced with a new menace putting them completely on their defensive to save their precious Karachi from being pinched, all their recently_hoarded revenue surpluses being unscrupulously appropriated, and their peaceful soil being littered with lakhs of refugees_cum_adventures, speaking strange languages and breathing a fire of hate and killing unkonown in the annals of Sind.

سنڌي ادب جي زرخيزي ۽ شاهوڪاري تي ساک ڀري ٿو. سنڌي ادب کي ايشيا جو شاهوڪار ترين ادب ڪوٺي ٿو. سنڌو ماٿري هڪ جادو نگري آهي. هن ڌرتي جي مٽيءَ ۾ امن ۽ محبت جو پيغام پيوست آهي. سنڌي قوم کي LOTUS EATERS چيو اٿائين. سنڌ تي جن بہ يلغار ڪئي، سي سنڌ ۾ اچي، "مان جوئي آهيان سو ئي آهيان" جا سر آلاپڻ لڳا. جنگ وجدل جا رويا ئي وساري ويٺا. سنڌي اديبن جي ذڪر بابت چوي ٿو تہ، سنڌي اديب دنيا جا دلير اديب اٿو هو پنهنجي جواني ادب کي ارپن ٿا. ههڙي ڀليدان عوض کين اقتصادي لاڀ تہ ڪونہ ٿو ملي، ويتر ٺٺولين ۽ بي حسي جو سامنو ٿو ڪرڻو پوين. ڪروڙين سنڌين جي ادب ڏانهن لاڙي جو ڪاٿو ڪتابن جي سست وڪري مان لڳائي سگهو ٿا. هڪ اديب

جو ڪتاب جون 500 کان هزار ڪاپيون مارڪيٽ ۾ اچڻ تيون ۽ ڏهن سالن ۾ کپجن ٿيون.

سنڌ ۾ بي اي دوران انگريزي سبجيڪٽ ۾ ڪتب ايندڙ نصابي ڪتاب " English for undergraduates by D.H. Howe, T.A Kirkpatrick, D.L Kirkpatrick. Oxford (page 177-178)" ۾ جمال ابڙي جي ڪهاڻي "پيراڻي" هر سال پڙهندا آهن، تہ هن ڪهاڻي کي انگريزي ورڻن جو ويس اوڍيندڙ بہ حشو ڪيولراماڻي آهي. اها ڪهاڻي حشو جي ڪتاب "سنڌي شارٽ اسٽوريز" تان ورتل آهي. هاڻي اميد ٿي ڪجي تہ هي ڪتاب پڙهندڙ سنڌي شاگرد حشو ڪيولراماڻي کي بهتر نموني سڃاڻيندا.

## ڪراچي

حشوڪيولراماڻيءَ، پنهنجي ڪالم"(Crime Unlimited) ۾ ڪراچي جي صورتحال تي علي احمد راشدي جي "Sindh Observer" ۾ لکيل ڪالم جو ذڪر ڪندي راءِ ڏيئي ٿو تہ ڪراچي جي نئين آبادي، بہ قومي نظريئي جي پيداوار آهي. هي مهاجر، مسئلن نبيرڻ لاءِ سرڪار جي اوسيئڙي ۾ نٿا رهن، پر اسلام جو نالو کڻي مسئلا حل ڪرائي وٺن ٿا. ڪراچي شهر جي آبادي ۾ قيرقار تي، ڪيترن ئي لکيو آهي، پر قرة العين حيدر پنهنجي 1959ع واري تاريخي ناول "آگ ڪا درياء" ۾ ڪراچي تي سربستو تجزيو ڪيو آهي. شايد شخصي مشاهدي سان گڏوگڏ پير احمد راشدي ۽ حشو جهڙن سنڌي صحافين جي ڪالمن قرة العين کي پنهنجي ناول لاءِ مواد مهيا ڪيو هجي!

"ڪراچي پاڪستان جي گادي جو هنڌ آهي. هن شهر جا غليظ پاڙا ۽ جهوپڙيون تہ دنيا جي اهم معجزن ۾ شامل ڪرڻ جهڙا آهن. وچولي طبقي جي نون شاهوڪارن، هن شهر تي حڪومت قائم ڪئي آهي. هن سماج ۾ سنڌن ئي اصول هلن ٿا. لاهور ۽ بنگال مان نراس ٿيڻ بعد، مهاجرن ڪراچي جو رخ ڪيو. تعجب جي ڳالهہ آهي، تہ ڪيڏي خوش اسلوبي سان، پاڻ کي ڪراچيءَ منتقل ڪيو

اٿن. هت وچولي ۽ هيٺين مسلمان طبقي جو خالص سماج ٺاهي ورتو اٿن. جنگ ۽ ڊان اخبار جو ڏاڍي شوق سان مطالعو ڪن ٿا. ڪشمير کي آزاد ڪرڻ لاءِ قربان ٿيڻ لاءِ آتا آهن. هت انڊن ۾ ڪاٽن جور اڄ آهي. هندستان، ورهاڱي کي چڪ ثابت ڪرڻ لاءِ ڪوشان آهي، پاڪستاني خلفاءِ راشدين، عباسين ۽ مغلن کي سارن ٿا.“ (قرة العين حيدر جا ڪراچيءَ متعلق ويچار)

## حشو ڪيولراماڻي ـ آگ ڪا درياهہ جي پسمنظر ۾

قرة العين حيدر پنهنجي هندستاني تاريخ ۽ تهذيب تي لکيل 1959ع واري ناول ”آگ ڪا درياه“ ۾ 30 ۽ 40 واري ڏهاڪن ۾ گوتم نيلمبر، ڪمال رضا، هري شنڪر ۽ چمپا جي افسانوي ڪردارن ذريعي هندستان جي آزادي واري تحريڪ ۽ مسلم ليگ جي فرقيواريت تي مبني سياست تي ٽيڪاٽپڻي ڪئي اٿائين. هي ڪردار، هندستان جي ان وقت جي انٽليڪچوئيل ڪلاس جي نمائندگي ڪن ٿا. حشو ڪيولراماڻي جيئن تہ 30 ۽ 40 واري ڏهاڪي جو ڪانگريسي قومپرست هو. اشتراڪيت جو بہ مٿس اثر هوسنڌي ميڊيا حشو ڪيولراماڻي جي شخصيت متعلق ڪجھ مواد ملي ٿو پر سندس فڪر تي گهٽو ڪونہ لکيوويو آهي.

سندس ڪتاب ”پاڪستان ايڪسريڊ“ (1951ع) ۽ ”آگ ڪا درياه“ (1959ع) مان سندس فڪر کي سمجهي سگهجي ٿو. سنڌي ادب ۾ حشوڪيولراماڻي متعلق رائج پيانڪ ۽ کهڪاءُ ڏياريندڙ تصور کي سربستو بنائڻ لاءِ هن جي ڏاهپ جو اندازو لڳائڻ لاءِ سندس اصيل لکڻيون ۽ آگ ڪا درياه ۾ ڏنل هندستاني قومپرست ڪردارن جي خاڪن مان مستفيد ٿي سگهجي ٿو.

ڪمال رضا، گوتم نيلمبر ۽ حشو ڪيولراماڻي جي سياسي ويچارن جي همآهنگي هيٺ ڏجيٿ ي:

ڪمال رضا، چمپا سان هڪ هنڌ سياسي بحث ڪري ٿو. قرة العين حيدر ڪمال رضا کي هندستان جي نئين نسل جو آئيندار سڏي ٿي. حشوڪيولراماڻي بہ ڪانگريس پارٽي جي ڏسيل، پختي هندستاني

قومپرستي جو پيروڪار هئو. حشو لاءِ بہ گڏيل هندستان مشرقي تهذيب جو سرچشمو هو.جيڪڏهن، هندو ۽مسلمان، مذهبي ڪٽرتي کان ڏور رهندي، انگريزن کي هندستان مان ڀوڄائي ڪڍن ها، تہ اڄ هندستان، دنيا جي تاريخ ۾ نئون باب لکي ها. حشو بہ ڪمال وارن وانگر، مذهب جي نالي ۾ تيل ورهاڱي کي چُڪ قرار ڏئي ٿو. هزارين سالن کان، هندستان ۾ رهندي بہ، مسلمانن الائي ڇو پاڻ کي هندستاني ڪونہ ليکيو جيتوڻيڪ، سندن تهذيبي ماڳ تاجل محل، اجمير، هندستان ۾ ئي واقع آهن. هندستاني مسلمان، پنهنجون وفاداريون عربن سان سلهاڙين ٿا. هندو۔ مسلمان مسئلي کي، حشو ڪانگريسي قومپرست ۽ ڪاپي ڏرج ي انٽليڪچوئيل وانگر ڏسي ٿو پين لفظن ۾ ڪمال رضا ۽ گوتم نيلمبر جهڙو نقط نظر اٿس. مسلمانن جي مقابلي ۾، هندن، مغربي تعليم جي گرمجوشيءَ سان آجيان ڪئي، جنهن ڪري، هندو وڏيڪ سائنتفڪ ۽ چالاڪ بڻجي ويو سياسي شعور حاصل ڪري ورتائين، جڏهن تہ مسلمانن وٽ اڻ پختو شعور هو.

اسلامي بين الاقواميت،مسلمانن کي مارائي وڌو. هجرت تحريڪ ۽خلافت تحريڪ، سندن اڻ پختي شعور جا زنده مثال آهن. پيو تہ اسلامي جي تاريخ ۾ اُمت جو هڪپئي مٿان خونريزين جو باب اهو ثابت ڪري ٿو تہ، مسلمان، تعصب ۽ فرقيواريت جي قوتن کي ڀرپور نموني استعمال ڪندا رهن ٿا، جنهن سبب اسلامي سماج، امن کان پري رهي ٿو. ڪمال رضا هڪ مڪالمي ۾ اعلان ڪري ٿو تہ، اسان کي مذهب نہ گهرجي رڳو امن، ۽ ماني گرهہ مهيا ڪيووڃي، تہ بهتر.

حشو بہ ڪمال رضا، گوتم نيلمبر وانگر، جديد دؤر جو ڇوڪرو هو **ذهن پرست، بااصول، ايماندار پرخلوص ۽ تصور پرست،** اشتراڪ کان متاثر، هندستان جي عظمت جو قائل ورهاڱي جو ويري هو. ان سوچ جا ماڻهو مسلم ليگ جي سياست پٺيان اصل محرڪ اقتدار جي حوس کي سمجهن ٿا. اصل مقصد رعايتون ۽ ۽ نوڪريون هٿ ڪرڻ هو. هنن جي سياست شهري رجعت پسندن ۽سرمائيدارن ۽جاگيردارن جي سياست هئي. اٺ ڪروڙ مسلمان

جي آبادي جو ڳپل حصو، اهڙي سياست جو محور ئي ڪونہ هو. مسلم ليگ جو سرواڻ سر آغا خان، مسلمانن جي پورهيت ڪلاس جو نمائندو تہ بلڪل بہ ڪونہ هو.

قرة العين حيدر جي ڪردارن، ڪمال رضا ۽ گوتم نيلمبر ۽ حشو ڪيولراماڻي ۾ فرق آهي. ڪمال رضا، لکنؤ جو شيعو تہ گوتم ڪلڪتي جو واڻيو هو. جڏهن تہ حشو ڪيولراماڻي، سنڌجي شهر ڀريا جو هندو ڇوڪرو هو، جيڪو 1935ع ڌاري انگلستان ويو انڊيا ليگ ۾ ڪرشنا مينن سان ڪم ڪيائين. پرڏيهہ مان هو ڪاهي ڌر ۽ هندستان کي انگريزن کان آزاد ڪرائڻ لاءِ ڪانگريس پارٽي جي پروگرام مان متاثر ٿيو. ساڳين ئي نظرين جي پرچار 40 واري ڏهاڪي جي ڪراچي ۾ ڪيائين. 1947ع ۾ پاڪستان جي قيام بعد، کيس ملڪي امن لاءِ خطرو قرارڏئي جيل وڌو ويو ۽ پوءِ جلاوطن ٿيو. 1950ع واري ڏهاڪي ۾ يارت ۾ سنڌي قوم ۽ سنڌي ادب جو بچاءُ هن لاءِ خاص موضوع بڻجي ويا. 1960ع واري ڏهاڪي ۾ ورهاڱي جي نتيجي ۾ جڙيل سرحدن جي منسوخ ٿيڻ واري اميد بہ ختم ٿيس. پاڪستان ۾ جي ايم سيد ۽ خان غفار خان جي سياست جو سڪو ڪونہ چمڪي سگهيو. سرد جنگ دوران، جوهري هٿيار جي ڊوڙ ۾ سيني ملڪن (اشتراڪي ۽ سرمائيداري) جو ڀهرو ونڻ امن چاهيندڙ هن خيال پرست ڏاهي لاءِ چؤگرد اونداهي ۽ نراسائي پکيڙي ڇڏي، اهڙي طرح 1968ع ۾ زال علحدگي کان پوءِ سندس بُرا ڏينهن شروع ٿيا. 1970ع ڏهاڪي ۾ پنهنجي ئي نظرين ۾ الجهي پيو ۽ پيڙا جو انت 1986ع ۾ موت مهل نصيب ٿيس.

پيري ٻائيءَ جي پٽڙي- حشو ڪيولراماڻي کي گهڻا سنڌي سڃاڻن بہ ڪونہ. سنڌي جي ناميارن اديبن هن متعلق اهڙا تعصب ڀريا Meta Narratives جوڙيا آهن، جو هن جو خاڪو هي بيٺو آهي: هڏائون، اکين تي ڏرا پيل، سستي رِم پيئندڙ سستيون بيڙيون ڇڪيندڙ بي روزگار ڪنگلو فقير، جاگيرداراڻي، پسمانده سماج ۾ **"ذهن پرست، بااصول، ايماندار پرخلوص ۽ تصور پرست"** ماڻهن جو اهڙو ئي حشر ٿئي ٿو!

گلوبلائيزيشن جي وٽ پڪڙ واري دور ۾، حشو ڪولراماڻي جھڙي ناڪام ادبي شخصيت مان اڄ جا نوجوان ڪھڙو سبق پرائي سگھن ٿا؟

هڪ ڳالھ تہ واضح آهي تہ سندس شخيصت سان دلچسپي سندس پٽ، ويجها دوست، سنڌ جي اتهاس ۾ هندن جي ڀاڱي ڪي مجتا ڏيندڙن ۽ پراڻي سنڌ لاءِ اڪير رکندڙ پڙهندڙن کان سواءِ اهي هڙئي Postmodernist رکندا. جيڪي دنيا جي نبل ۽ نستن اقليتي گروهن سان وفاداريون وابستہ ڪن ٿا ۽ ڪين ئي، سچ جي پرک لاءِ لازمي سمجھن ٿا. حشو جھڙي بي سوڀ مفڪر مان ڀھريون سبق اهو پرائي سگھجي ٿو تہ سنڌي قوم جو روح، جيڪو اٽتر، بي تڪي فرقيواريت واري سياست جي نتيجي ۾ برپا ٿيندڙ ورهاڱي ۾، چيپاتجي، گم ٿي ويو ان عمل ۾ رياست بہ پنهنجو ڀرپور ڪردار نڀايو تنهن روح کي وري ڳولي سگھجي ٿو. هي هڪ اٽانگو ۽ بي چين ڪندڙ قدم آهي، پر پاڪستان اندر واٽڙپ ۾ زندگي گذاريندڙ نوجوان کي ان واٽڙپ مان موڪ ڏئي سگھي ٿو. اصل سنڌي قوم جي ڳولا لاءِ اسان کي پنهنجي تاريخ جو ادراڪ حاصل ڪرڻو پوندو. ڪتابن ذريعي اسان پنهنجي پاڙن تائين پهچي، پنهنجي اصل شناخت ليي سگھون ٿا.

فرانہ شيخ پنهنجي ڪتاب "Making sense of Pakistan" ۾ پاڪستاني قوم جي شناخت. هن ملڪ جي سگھارين علائقائي، شناختن وچ ۾ تصادم ۽ پاڪستاني سياسي مسئلن کي بحث هيٺ آندو آهي. هر اڻ ڏرئي پروفيشنل تاريخدان جيان هيءَ تاريخدان بہ اتفاق ڪري ٿي تہ علائقائي شناختن ۽ روايتن کي مسمار ڪري، مذهبن جي نالي ۾ قوم ناهڻ هڪ پيچده عمل ثابت ٿيو آهي ۽ اڄ تائين پاڪستاني قوم جو مڪمل خاڪو جڙي راس ڪونہ ٿيو آهي. ڀارت جي يونائٽيڊ ۽ سينٽرل پرڳڻن مان هجرت ڪري آيل اقليتن جي ڪلچر ۽ ٻولي (اردو) کي پاڪستان جي ٻين نج قومن- سنڌي، بلوچن، پٺاڻن، پنجابين مٿان مسلط ڪرڻ" سبب پاڪستاني شهري پنهنجي اصل قومي شناخت ۽ مرڪز طرفان مڙهيل شناخت ۾

منجهيل رهن ٿا. هي ساڳيو ئي موضوع- ڌرتي جي اصل سپوتن (۽ نياڻين)، رهنمائن ۽ قومي رسمن، روايتن، ٻولي ۽ تاريخي ماڳن تي ورهاڱي کان بعد آيل ڌارتي مسلمانن جي ثقافت ۽ سياست جو غلبو حشوڪيولراماڻي جي فڪر جو اهم نقطو آهي.

It was hell let loose on a land that had been the blissful abode of great saints and sufii poets with their transcendental synthesis of Islam and Vedants. It was now Pakistan!

حشو ڪيولراماڻي جي چند دستياب لکڻين تي غور ويچار ڪرڻ سان، سندس اعليٰ فڪري صلاحيتن جو اندازو ٿي وڃي ٿو ۽ حشو جو فڪر آمريڪا ۽ يورپ جي اعليٰ درسگاهن ۾ پاڪستان ۽ هندستان تي ٿيندڙ تحقيق ڪندڙن جي ئي ٽڪر جو آهي. سوين ڪتابن جو مطالعو ڪري، پنهنجو الڳ، مخصوص ادبي آواز ڳولي لهڻ جي باوجود، حشو پئسي جي اڻهوند سبب مارڪيٽ ۾ گهڻا ڪتاب آڻي ڪونہ سگهيو ۽ اهڙي طرح سنڌي ڏاهي جو فڪر اسان تائين رسي ناهي سگهيو.

حشو ڪيولراماڻي ڪي پنهنجي سنڌي ثقافت تي فخر هئو هن چاهيو ٿي تہ سنڌي قوم ۾ گهر ڪري ويل احساس ڪمترين کي پاڙان پٽي، هنن کي، عالمي دنيا ۾ ڳاٽ اوچو ڪري، ٻين سڌريل ۽ مهذب قومن سان دنيا جي ترقي ۾ ڀاڱيوار هئڻ جي اهل بنائجي. سنڌي ادب ۽ ثقافت کي عالمي دنيا سان ڳنڍڻ لاءِ هن سنڌي ادب کي انگريزي ۾ اٿلڻ جي ننڍڙي ڪوشش ڪئي.

حشو ڪيولراماڻي، انهن آڱرين تي ڳڻي سگهجندڙ چند سنڌي سورهين منجهان هڪ آهي، جنهن جي قول ۽ فعل ۾ ڪو تضاد نہ ٿو ملي. سندس زندگي مان اسان سکي سگهون ٿا تہ، سنڌي رڳو ڪوڙا، ٺگ، واپاري، اڻ گهڙيل، ڇيڳرا ۽ پئسي جا پٽ ڪونہ ٿا ٿين، پر هو تہ مهذب ماڻهو آهن، جن جو ادب، ۽ سياست سان لڳاءُ آهي، پنهنجي واعدن پاڙن جا پڪا، پنهنجي ڪم سان سچا رهندڙ ماڻهو آهن.

اصل ۾، هڪ سنڌي جي شناخت حتمي طرح، تيستائين جڙي ڪونہ سگهندي، جيستائين هو حال اورانگهي، اتهاس طرف ڪونہ

مڙندو. جرمن فلسفي، مارٽن هيڊيگر، موجب، هڪ معقول شخص (Authentic Dasein) اهو ٿئي ٿو جيڪو حال ۾ روشن مستقبل جي مڪمل تصوير معلوم ڪرڻ لاءِ، هو ماضي طرف ڊوڙي ٿو. ماضي ڏانهن طئہ ڪندڙ هن سفر دوران، هو مختلف مثل سورهين ۾ سورمين کي جاڳائي هنن سان ملاقات ڪري، اچا ڏورانهن اتهاس کي رسي، معنيٰ خيز شاهوڪار اونها سبق پرائي فڪر جي گهرائي ماڻي، حال ۾ ڦرڻي سان واپس اچي، مستقبل جوڙي ٿو اهڙي ريت هڪ سنڌي (Authentic Dasein)، جڏهن بہ اهڙو اتهاسي سفر طئہ ڪندو تہ سنڌي ادب ۽ سماج ۾ سنڌ جي هندن جو ڪردار ڪان واقف ضرور ٿيندو. حشو ڪيولراماڻي جي ڪردار کي بہ مارٽن هيڊيگر واري فلسفي جي پسمنظر ۾ ڏسڻ گهرجي.

حشو ڪيولراماڻي لکي ٿو تہ،

Living, languishing Pieces of Bharat have been flung and sprayed across all over Pakistan; and vice versa. Having been associated for long with some of the noblest Mussalmans across the border, I know that neither they, nor the spirits of their chivalrous forefathers can ever rest in peace till they have reclaimed the exiled sons of their soil.

**(Pakistan X_rayed, 1951page ii**

سچ پچ تہ بيوسيءَ ۾ جلاوطني قبوليندڙ هندو سنڌي لاءِ مسلمان سنڌي عزت ۽ احترام رکي ٿو ۽ هنن جي ترقي ۽ ڪارنامن تي فخر محسوس ڪري ٿو.

No Sindhi Muslim's hands were dipped in the blood of the departing Hindus;

سنڌ سان غيرلچڪدار عشق جو اندازو هيئنئين جملي مان لڳايو جڏهن هن کي 1950ع ۾ پاڪستان پبلڪ سيفٽي آرڊيننس هيٺ پاڪستان لاءِ خطرو قرار ڏيئي، جلاوطن ڪيو ويو تہ وري بہ هن چيو:

I still remain a proud son of my land which was Pak before Bharat's exported aristocrats arrived to tell me that it is Pakistan!

**(Pakistan X_rayed, 1951)**

هن ڪتاب جو مقصد سنڌي نوجوانن تائين حشو ڪيولراماڻيءَ جو نئون خاڪو پيش ڪرڻ آهي. هن ڪتاب کي ممڪن بنائڻ لاءِ ڪيترن ئي ماڻهن مدد ڪئي، جنهن مان سنڌي ڏاهن وٽ حشوءَ لاءِ عزت ۽ احترام جي جذبي کي سمجهي سگهجي ٿو. ماهروان ممتاڻي، تاج جويو گل راماڻي، نصير اعجاز ڊاڪٽر ايوب شيخ، ڊاڪٽر قاسم راجپر، دانش نواز ۽ سر اسحاق سميجي جي شڪرگذار آهيان.

**ڊاڪٽر پارس نواز**

2016_4_9

## انتساب

هڪ ٻئي گانڌي (خان عبدالغفار خان)
ڏانهن جنهن جي يوڳنا ۾ ورچيل نندي ڪنڊ
جي لکين ماڻهن جي يوڳنائن کي پسي
سگهجي ٿو.

# مهاڳ

آجپو نيٺ، ٽٽل ۽ ورڇيل ننڍي کنڊ مٿان هڪ ڏماڪي سان رونما ٿيو. اڄ ان گهٽنا کي ٿئي بہ ٽي ورهيہ گذري چڪا آهن. سڏڪا ۽ رنياٽ، ڏرتي جي هر ڪنڊ ڪڙڇ مان ٻڌڻ ۾ اچي رهيا آهن. انسانن جو ماتم جاري آهي، ذهن تباهہ ٿي رهيا آهن ۽ زندگي جهجها سادا سودا سوال پڇندي نظر اچي ٿي. ٻن وڏين قومن (جيڪي اڄان ڪلهہ ئي هڪ قوم ليکبيون هيون ۽ ساڳي ئي انگريزآقا وٽ ٻانڌي ٻڌيل هيون) وچ ۾ خوف ۽ جهالت جي اِيءَ ديوار کي ڏاڍيءَ چترائي سان استعمال ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح ورهاڱو اهو ڪجهہ حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو جيڪي مُني صديءَ تائين فرقيوارانہ ٽولا ۽ ڏاري حڪومت بہ گڏيل اٽڪلن وسيلي ماڻي نہ سگهيا هئا. ڪيڏو نہ وڏو الميو چئبو!

اِهو الميو اڃا وڌيڪ تلخ نظر اچي ٿو جڏهن اهو معلوم ٿئي ٿو تہ بچيل انڊيا ۾ پاڪست'ان جي حقيقتن بابت ماڻهن کي ڪابہ ڄاڻ نہ آهي، اهي فرد جيڪي اڳ ۾ بہ قومي نظريي جا سخت مخالف هئا، سي هاڻي اُمالڪ پنهنجو قبلو مٽائي، بہ قومي نظريئي جا حامي بڻجي پيا آهن.

مسلم ليگ جي اڳواڻ، قائد اعظم محمد علي جناح جو مذهب جي اوٽ وٺي، پرٿوي جي پنجون نمبر وڏي ۾وڏي رياست قائم ڪرائڻ ۽ ننڍي کنڊ جي مڙني رهاڪن جي اکين ۾ سرمو پارائي مرگهہ ترشنا (پاڪستان) جي تخليق ئي گڏيل هندستان جي فرقيواريت خلاف جوٽيل جنگ جو المناڪ انت ثابت ٿيا.

اهو منهنجو اعزاز ليکجي جو ورهاڱي کانپوءِ بہ ٽن ورهين تائين پنهنجي اباڻي وطن ۾ ٽڪيل رهيس. قيد ڪوٺڙيءَ ۽ ڏيهہ نيڪالي

واري عرصي کي ڇڏي، باقي عرصو ات سرهو تي گذاريم. پر گڏوگڏ ورهاڱي واريءَ ڪٿا کي پنهنجي اکين سان اڏرندي پڻ ڏٺم. اها ڪٿا جا لکين ماڻهن کي ڀنيلائي سندن بربادي ڏانهن وني وئي.

اها ڪٿا جيتوڻيڪ رياستي مشينري جي ڀنيرائيءَ سبب اڄ وڏو ٻل رکي ٿي، سياستدانن کي نظرياتي بنياد فراهم ڪري ٿي، پر ماڻهن جي جهجائي ان ڪٿا ۾ اعتقاد وڃائڻ لڳي آهي ۽ جيڪڏهن عوام جو آواز ۽ خدا جي مرضيءَ ۾ ڪو تفاوت ڪونهي، ته هن ڊرامي جو ايندڙ منظر، نئين ملڪ جي ڌرتي تي رونما ٿيندو جنهن ۾ ديس واسين کي غلاميءَ جي نئين زنجيرن مان آزاد ڪيو ويندو.

"پاڪستان"، نوابزادي لياقت علي خان جي جاگير ڪونهي ۽ جڏهن اڳتي هلي، هن رياست جون مختلف قومون جن وٽ پنهنجون الڳ ريتون رسمون، ثقافتون ۽ اتهاس آهي، سي آجپو ماڻي وٺنديون ته مذهب جي نالي ۾ جڙيل مسلمان قوم کي ڪابه معنيٰ ئي ڪونه رهندي.

ڇڪتاڻ ڀريل عالمي پسمنظر ۾ انديا - پاڪستان لاڳاپن ۾ ڪهڙيون به تبديليون ۽ لاها چاڙها ايندا رهن، تنهن هوندي به اسان کي پاڪستان جي حقيقتن کي ڌيان ۾ رکڻ گهرجي. سچي ۽ کري سيڪيولر ترقي پسند فرد جي هڪ ڪسوٽي اها به آهي ته، هڪ ويهڪري سرسبز باغيچي جي ڀيٽ ۾ چند ڊگهن (اوچن) ڀر ڦٽل وڻن کي بلڪل ترجيح نه ڏني وڃي. سرحدون هجن يا نه هجن، پر اهم ڳالهه آهي عام خلق کي هڪ ٻئي کي سمجهڻ.

سرحد جي هُن پار ڪن معزز مسلمان فردن سان منهنجي واقفيت رهي آهي، ۽ مون کي ڀلي ڀت ڄاڻ آهي ته انهن نيڪ انسانن ۽ سندن ارڏن ابن ڏاڏن جو تيستائين روح سانت ۾ نه ايندو جيستائين اهي ماڻهو جلاوطني ماڻيل ڌرتيءَ جي سپوتن کي ٻيهر پنهنجو نه ڪندا.

جڏهن ته اها ذميواري هندستان جي اڳواڻن تي به عائد ٿئي ٿي، لياقت علي خان کي پنهنجو ڪن. جنهن مون کي منهنجي اباڻي وطن مان تڙي باهر ڪڍيو آهي.

مون پنهنجي ذمي اهو ڪم ڪنيو آهي ته هندستان ۾ رهندڙ ماڻهن کي سرحد جي هُن پار ڇڏي آيل ماڻهن جي ڪردار بابت آگاهي ڏيان.

چو تہ مان اڄ بہ پنهنجي ديس جو پٽ ٿي آهيان. عجب جي ڳالهہ اها آهي تہ هندستان مان بر آمد ٿيل پناهگير هاڻي مون کي اهو ڏسين ٿا تہ هي ديس پاڪستان آهي ۽ مون کي اتي رهڻ جو ڪر حق ڪونهي.

هي ڪتابچو وجل (Vigil) نالي هفتيوار مگيزين ۾ منهنجي ڇپيل ڪالمن جو مجموعو آهي. هن ڪتاب ۾ توڙي جو پاڪستان جي سياسي صورتحال ۽ زندگيءَ اندر رائج مزاحمتي ۽ پوشيده راين ۽ روايتن جو سربستو احوال ڪونہ ڏنو ويو آهي. اهڙو سربستو احوال منهنجي ايندڙ ڪتاب ۾ شامل هوندو.

پوءِ جيڪڏهن هي ننڍڙو ڪتاب ـ پاڪستان جي اندروني منجهہ ۽ اتان جي اڳواڻن. جيڪي منهنجا رفيق بہ رهي چڪا آهن ۽ جهڙي نموني پنهنجي ديس واسين جي عزت ۽ آبرو جي بچاءَ لاءِ جدوجهد قائم رکي اٿن، سندن دليراڻي ورتاءَ بابت آگاهي ڏيڻ ۾ ڪامياب ويو تہ منهنجو هي ادبي پورهيو رائيگان ڪونہ ويندو.

مان 'وجل' جي مالڪ ڪرشنا ڪرپلاڻي ۽ نيو ايج (New age) جو شڪر گذار آهيان، جنهن جي سهڪار سان هي ڪتاب مارڪيٽ ۾ آيو.

7/26دريا گنج،
دهلي، 1ـ فيبروري 1951ع

**حشو ڪيولراماڻي**

# پاڪستان ـ ايڪسريه

مون کي پاڪستان مان جلاوطن ٿئي، ڇهه مهينا گذري چڪا آهن ۽ هن وقت هندستان پاڪستان جا لاڳاپا گهوٽالي جو شڪار آهن.

مان تہ پڪو پهہ ڪري ورتو هو تہ پنهنجي اباڻي ديس، جتي منهنجو جنم ٿيو کي ڪنهن حال ۾ بہ ڪونہ ڇڏيندس، پر ورهاڱي جي اڻ ٽر منطق هيٺ پاڪستان سرڪار جي وڏندڙ فرقيوانہ سرگرمين لاءِ مون کي صدقي جو بڪرو بنائي ڇڏين. تنهن هوندي بہ وطن ۽ ديس واسين لاءِ منهنجي حب ۾ ڪا تبديلي نہ آئي آهي. پنهنجي وطن لاءِ سُچيت محبت اٿم. جتي ان محبت جو بنياد تنقيدي سوچ مان ڦٽيو آهي ۽ ان ۾ ڪنهن بہ قسم جي تلخي شامل نہ آهي، اُتي منهنجي حب الوطني، رجاعيت تي پڙ ٻڌل آهي، اها ڪنهن بہ قسم جي فريب ۽ دولاب کان آجي آهي.

هندستان ۾ گهاريل هن ڇهن مهينن جي عرصي دوران هندستان جي پاڪستان ڏانهن روش کي متضاد روين ۽ مٿجندڙ ڪيفيتن مان گذرندي ڏٺو اٿم. اوير بنگال ۾ ٿيندڙ وارداتن تي خبرداريءَ، چڙ ۽ غصي کان ڪم ورتو ويو آهي، بعد ۾ ٻنهي ملڪن کي دهلي معاهدي تي صحيحون ڪندي ڏٺم. ان معاهدي کي ڪنهن ڪنواري ڇوڪري جو ٻاراڻو شوق تي پائنيم، پر راڄ نيتي ڪندڙ صاحبن ان معاهدي تي انتهائي ولولي ۽ محتاط رجاعيت جو مظاهرو ڪيو.

لياقت علي خان طرفان آمريڪا ۾ چيل لفظن تي هلڪي ناراضگي ظاهر ڪئي ويئي. ٻئي رياستون ان آسري ۾ آهن تہ ڪڏهن نہ ڪڏهن ڪنهن طريقي، انديا ۽ پاڪستان جي ڳنڀير مسئلن کي خوش اصلوبيءَ سان حل ڪري وٺبو.

ورهاڱي لاءِ اهو تہ ڪو اڳواٽ ئي طئہ ٿيل هو تہ، پاڪستان کي هندستان لاءِ مٿي جو سور بڻايو ويندو. ان سٽاءَ کي سمجهڻ لاءِ ڪنهن غير معمولي عقل جي هرگز ضرورت نہ آهي.

هندستان ۽ هندومت، مسلم ليگي رهنمائن ۽ سندن پيروڪارن جي دماغ تي ايتري حد تائين ڇانيل رهندا، اهو ڪانگريسي قومپرستن جي گمان ۾ بہ ڪونہ هو ۽ اها ڪانگريسي قومپرستن (Nationalists) جي بدترين اٽڪاٽائي ڇئجي، جو اهي مسلمان نفسيات، سندن رسمن، اسلامي سماج جي بنيادي مسئلن ۽ سندن مذهب ۾ موجود زور زبردستيءَ ڏانهن مائل ڪندڙ اندروني قوتن کي سمجهڻ کان قاصر رهيا. اهوئي ڪارڻ هو جنهن جي نتيجي ۾ قومپرستيءَ جا مثبت ۽ نيڪ نظريا، جناح صاحب جي مسلسل منفي سياست اڳيان ناڪام ٿيا.

ورهاڱي کانپوءِ واري دور ۾، بہ ساڳي اٽڪاٽائي، هندستان جي پاڪستان ڏانهن ٻچتائي وارين پاليسين ۾ نمايان نظر اچي ٿي. شايد اها هندستان جي اٽڪاٽائي بہ نہ هجي، پر هنن طرفان پاڪستان جي اندروني مسئلن ڏانهن گهري تخيل ۽ تيز دوراندیشيءَ کان وانجهايل نيڪ نيتيءَ وارو لاڙو ئي آهي. اڄ اسان دهلي معاهدي تي قسم نامو تہ ڪٽي چڪا آهيون، ۽ سمجهون ٿا تہ اهو معاهدو ٿن سالن کان رهندڙ انڊيا جي مٽي جي سور کي گهٽائيندو. اصل ۾ انڊيا وارا لکين غير مسلمانن ۽ مسلمان ڪامريڊن جي ذميواري کان آجا ٿي، پنهنجي ضمير کي گهري ننڊ سمهارڻ لاءِ لولي ڏيئي رهيا آهن. جيتوڻيڪ اسان هڪٻئي سان سهڪار جو ذڪر ڪري خوشيءَ مان اڏامڻ لڳون ٿا، پر اندر ئي اندر اهو ادراڪ پڻ آهي تہ حالتون ايتريون بہ چڱيون ڪونہ آهن.

جڏهن ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي مڇريل ڍڳي جي منهن چڙهڻو پوي ٿو تہ هن وٽ بہ رستا هجن ٿا: هڪ تہ هو ان ڍڳي کي سڌو سڱن کان جهلي سوگهو ڪري، ٻيو تہ ان ڍڳي کان پاسو ڪري، سندس چڙ ۽ غصي ٿڌي ٿيڻ تائين ان کي ڇڏي ڏئي. پاڪستان سان هندستان ٻيو رستو اپنايو آهي ۽ اميد ٿو رکي تہ پاڪستان ۾ مسئلن جي حل ڪرڻ لاءِ موافق ذهني سوچ جنم وٺندي.

جيستائين اهڙن مهذب روين جي فتح ٿئي، اسان کي ان چڙ ۽ غصي جي ٻڙ تائين پهچڻ گهرجي.

# نراسائي جي سرزمين

چڙ ۽ غصو هميشه ڏپ مان جنم وٺن ٿا.

پاڪستان جي نهڻ ڪان وٺي نراسائي ئي اسلامي نظريي سان سلهاڙيل ماڻهن جي قسمت ۾ آئي آهي. ان مذهب جا پوئلڳ، هڪ مقدس نعري پوئيان پنيلجندا رهيا. سندن اڳواڻ به ڪنهن ڏپ جي ور چڙهيل هئا، جن پاڻ کي اُمالڪ طاقت جي سرچشمي جي جوڪاٺين ڪرسين تي ويٺل ڏٺو. اهي هڙئي رهنما هڪ نئين علائقي منجهه پاڻ کي بي يارومددگار پائئي رهيا هئا.

انهن اڳواڻن جو گڏيل اتحاد، فقط هڪ ملڪ ۽ ملت جي وڍ ڪٽ ئي ماڻي سگهيو هو. ورهاڱو سچ ته هڪ درد ناڪ آڪاڻي هو جنهن ليگ جي ٻه۔ قومي نظريئي جو به پاڻ سان گڏ انت آندو.

چوڌري رحمت علي، پاڪستان جي نظريي جو سرواڻ، هنن لفظن ۾ وضاحت ڪري ٿو:

> ”مسلم ليگ جي 1947ع واري عمل، اتهاس ۾ پهريئن ڀيرو مڙني هندن کي هڪ جاتيءَ ۾ سموهي، هڪ وسيع ڌرتيءَ تي يڪجاءِ ڪيو ۽ گهٽ ۾ گهٽ 65 ملين غير هندو رهواسين جون زندگيون ۽ اثاثا پڻ سندن حوالي ڪيا. ٻئي طرف ان عمل، مسلمان ملت کي ٽن حصن ۾ ورهايو: هڪ حصو اولهه پاڪستان ۾ سياسي نراسائيءَ ۾ زندگي گهاري رهيو آهي، ٻيو حصو اوڀرپاڪستان ۾ نظرياتي ۽ عسڪري لحاظ کان ڪمزور بڻايو ويوآهي، جيڪو اولهه پاڪستان کان هزار ميل پري آهي ۽ ٽيون حصو هندستان جي رحم ڪرم تي آهي.“

بلاشڪ متئين وضاحت، بنهه فرقيواريت جي رنگ ۾ رنگيل آهي، ۽ اهو ساڳيو ئي فرقيوارانہ ۽ تاريخ جي وچئين دور سان سلهاڙيل روح ئي پاڪستان تحريڪ جو محرڪ بڻيو. ان جو جاذب اثر تيستائين ئي قائم رهيو جيستائين پاڪستان ماڻھ وارو مقصد حقيقت نہ بڻيو. جڏهن هڪ دفعو اهو اڏوهي ڪاڏل ۽ ليڙون ليڙون ٿيل مقصد حاصل ٿي چڪو، تہ مذهبي جنوني واٽڙائپ ۾ پنهنجي ڏاڙهي ڪنهڻ لڳو. ڇاڪاڻ تہ، هُن الڳ مسلم رياست جو مقصد هيبتناڪ قربانيءَ عيوض ئي تہ ماڻيو هو.

”حقيقت ۾ هي مقصد هندستان ۾ واقع اسلامي تهذيب جي نمائندگي ڪندڙ شهرن۔ لکنئو دهلي، آگري تان مسلمانن جي اُمالڪ دستبرداريءَ ۽ جلاوطنيءَ جو سنيهو بہ ساڻ کڻي آيو هو. ان مقصد 10 ڪروڙ مسمانن (جن وٽ پنهنجو تاريخي جاهہ و جلال هو) جي ورچ ڪي هٿي ڏئي، انهن کي لڏپلاڻ تي مجبور ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ ڪين انوکن، سنڌي ، بلوچ ۽ پٺاڻ قومن جي وچ ۾ اچي رهڻو پئجي ويو. اهم ڳالهہ تہ اهي ٽئي قومون پنجابي قوم لاءِ نفرت ۾ هڪ ٻئي سان تاريخي طرح متفق هيون. ويچارو نراس بڻ بل ڪٽر مذهب پرست تہ پنهنجي نئين پاڪ پوتر ملڪ جي ٻن ڏڙن جو نقشو بہ مردود ڪافرن جي وسيع علائقي کي شامل ڪرڻ ڪانسواءِ چٽي نہ ٿي سگهيو!

# پاڪستان: هڪ تضاد

عموماً ٿيندو ائين آهي، تہ پوڳنائن ۽ قربانين جي اڻانگهي دور مان گذري، پنهنجي ماڻيل منزل تي پهچي، اُميدن ۽ خوشين جو هڪ نئون دور شروع ٿيندو آهي، پر هتي ڪو الٽو حساب ٿيو. تباهڪارين جو اونداهو باب ۽ پوڳنائن جو دور فتح ڪانپوءِ شروع ٿيو. لکين مسلمانن کي پنهنجي زندگين جو نذرانو ڏيڻو پيو. جڏهن تہ، لکين ماڻهن کي پنهنجي اباڻي وطن کان پاڙان پٽي دربدر ڪيو ويو. گوڊسي جهڙو نماڻو هندو هڪ قاتل بڻجي ويو ۽ اولهہ پاڪستان ۾ رهندڙ مسلمان، جيڪو ڪجهہ وقت اڳ ئي مسلم ليگ کان متاثر ٿيو هو، تنهن کي اُمالڪ هندستان کان لڏي آيل مسلمانن جي پاڇي کان بہ بچان اچڻ لڳي.

اولهہ پاڪستان اڳ ئي خونخوار جهنگلي ٻلين مثل هو. هاڻي وري هڪ ٻي ٻلي (جيڪا پڻ ورهاڱي ۾ پاڻ کي هاچو رسائي چڪي هئي) پاڪستان سان شامل ٿيڻ لاءِ اتاولي آهي. ان ٻليءَ کي بہ هاڻي چئين ٻلين جي دنگل ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

ٻہ قومي نظريي جي آڙ ۾ ورهاڱو فقط ٻن زنده ۽ حقيقي قومن- پنجابين ۽ بنگالين- (جيڪي پنهنجي صوبائي سوچ سبب مشهور هيون) کي ڪپي ڏار ڪرڻ ۾ سوپارو ٿيو. جڏهن تہ جنهن حساس ۽ امن پسند سنڌي قوم کي سنڌن صوفي ورثي، ڪنهن بہ قسم جي فرقيوارانا زهر جي ور چڙهڻ جي اجازت ڪانہ تي ڏني، ان قوم کي بہ ورهاڱي چيپاتي چڏيو. آڪڙيل، ويڙهاڪ بلوچ ۽ پٺاڻ تہ هاڻ رڳو پنهنجي لاءِ آزاد ۽ گڏيل وطن جو صدين تائين خواب ئي ڏسي ٿي سگهيا.

ملت وٽ جيڪو ڪجهہ رهيل هو اهو ڪافر لاءِ سنڌن نفرت سبب ئي روان دوان هو هاڻي ان ڪافر جي وڃڻ ڪانپوءِ ملت بہ پنهنجو محور وڃائي رهي هئي.

فتح سان لاڳاپيل تضاد مسلم ليگ جي رهنمائن ۽ اڳواڻن ۾ بہ جهلڪندي پڌرا ٿي رهيا هئا. مسلم ليگي اڳواڻ، نئين رياست جي مٿيءَ تي انوکا ۽ اجنبي ٿي لڳا. ڪين اولهہ مان سکيا ورتل ڪامورن جو سهڪار حاصل هو. مسلم ليگ جي قيادت پاڻ کي ڪٽر بنياد پرستن جي اسلامي ڪسوٽين تي پورو لهڻ واري امتحان ۾ ويٺل ڏٺو جيتوڻيڪ اها قيادت مذهبي جنون جي اُپار ڪري ئي اڳتي آئي هئي، پر انهن رهنمائن مان شايد ئي ڪي اهڙا هجن، جيڪي اسلامي نظريہ حيات جا پابند هئا، يا اسلام جي نطقہ نظر کان ذهني هم آهنگي محسوس ڪئي هجين، ۽ ان ڳالهہ دولاب جو شڪار ٿيل عام خلق کي ذهني صدمو رسايو. ان هجوم تہ سوچيو هو تہ پاڪستان ۾ اسلامي حڪومت قائم ڪئي ويندي. اهو طاقتور تصور هونئن بہ اسلام سان وابستہ عقيدتمندن جو پراڻو خواب ۽ تصور رهيو آهي.

پاڪستان جي مرڪزي ڪيبينيٽ ۾ هڪڙو ئي شخص ڏاڙهيءَ رکڻ جي ٻناڪ هٽي تي سگهيو ۽ اهو بہ هڪ قادياني هو جنهن سان بنياد پرست مسلمان تہ مردود ڪافر کان بہ وڌيڪ نفرت ڪري ٿو ۽ ان وزير جو نالو هو چوڌري ظفر الله خان.

پاڪستان جي ٺهڻ وقت مرحوم قائداعظم پنهنجي هٿن ۾ نئين ملڪ جون واڳون ورتيون، تہ هو بلڪل خوش نہ هو. جناح جنهن فرينڪسٽائين پوت جو جنم ممڪن بڻايو هو اهوئي پوت شين کي درست دڳ تي آڻڻ واري سندس ڪوشش تي وني گجگوڙ ڪرڻ لڳو. پهرئين ڏينهن جڏهن، هن پاڪستان جي قانونساز اسيمبليءَ ۾ اعلان ڪيو تہ هن ملڪ ۾ "هر شهري لاءِ جيڪڏهن گڏيل مهذب زندگي گذارڻ جو ماحول پيدا ڪرڻ چاهيو ٿا تہ هر مسلمان کي مسلمان ٿي ڪري نہ سوچڻ گهرجي، هر هندوءَ کي بہ پنهنجي هندو هجڻ واري ڳالهہ وسارڻ گهرجي."جناح جا اهي لفظ چوڻ، هوڏانهن ڪاوڙ جو طوفان برپا ٿيڻ ـ عام مسلمان تہ ڇڏيو جناح جي ويجهن ساٿين بہ سندس اهڙي اعلان تي ناراضگي ڏيکاري. ويچاري جناح کي نيٺ خلق جي ڪاوڙ کي ٺارڻ لاءِ هڪ ڏينهن عوامي ميڙ ۾ نماز ادا ڪندي ڏٺو

ويو. جناح پنهنجي سڄيءَ سياسيءَ زندگيءَ ۾ اهڙي مذهبي ڏيکاءَ جي ٺلهي نماءَ تي ڪوبہ سرچاءُ نہ ڪيو هو.

ايئن پيو پائنجي تہ هڪ تيز رفتار واچوڙو نازل ٿيو هجي. قبائلي لشڪر کي ڪشمير تي بڇيو ويو ۽ جناح کي ان جي ڄاڻ ئي نہ ڏني وئي. هو ويچارو تہ پلوڙ قانوندانَ جيان، ڪشمير جي مهاراجا کي پاڪستان جي حق ۾ ووٽ وجهڻ لاءِ آماده ڪري رهيو هو. جناح، مسلم ليگ کي قومي پارٽي ٺاهڻ تي گهريو. جنهن جا دروازا هر پاڪستانيءَ لاءِ کليل رکڻ تي گهريا. سندس ڪجهہ ساٿين کي ڇڏي، بين اڳواٽن کي هو راضي ڪري نہ سگهيو ڇاڪاڻ تہ انهن صاحبن نہ ٿي چاهيو تہ اها ڪٽر جنهن کين پاڪستان وارو سونو آنو لاهي ڏنو هو، ان کي ائين ئي آزاد ڪري ڇڏين.

# تباهہ ڪن منطق

اها حقيقت ذهن نشين رهي تہ هي نوان اڳواڻ پنهنجون سڀ ٻيڙيون انڊيا ۾ ٿي ساڙي آيا هئا. پنهنجي ڪروڙين، لکين هم مذهب ماڻهن کي ٽڳي، سرحد جي هن پار هڪ مبهم قسمت ڏانهن ڏڪڻ جو سرزد ٿيل ڏوهہ. انهن اڳواڻن کان وسرئي نہ ٿي وسريو. هنن لاءِ واپسيءَ جو رستو بند ٿي چڪو هو ۽ اڳيان هڪ نهايت ئي دشمنيءَ ۽ وڳوڙ سان ڀريل سرزمين ڪين ورائي ڇڏيو آهي. ان سرزمين تي اِپي، کهڙا، مانڪي ۽ ممدوٽ سندن طاقت کي ٽٽا مڃن بلڪ شڪ جي نظر سان پڻ ڏسن ٿا. تنهن ڪري انهن اڳواڻن کي پراڻي پوت کي زنده رکڻو پيو.

1857ع کان پوءِ وارين اهم سياسي تحريڪ. خلافت تحريڪ ۽ لڏپلاڻ تحريڪ جهڙي شڪست کي هاڻوڪا اڳواڻ هضم ئي نہ ڪري سگهن ها. پاڪستان تحريڪ جي شڪست جو مطلب هي هجي ها تہ انهن اڳواڻن کي نراس ٿيل پوئلڳن لاءِ پنهنجي زندگين سان هرجاڻو پرڻو پوندو. انهن وٽ هاڻي رياست جا هڙئي اختيار هئا. پر هتي بہ انهن ورهاڱي کان اڳوڻي منطق جو تسلسل ٽٽڻ نہ ڏنو. جنهن مطابق هندو پوت کي زندهہ رکيو ويو ۽ ملت منجهان ٿي قربانيءَ جي ٻڪري جو شڪار ڳوليو ويو.

مرڻ گهڙيءَ تائين ڪُراڙي جناح جو خيال هو تہ هو ٻن سردارن، پٽيل ۽ تارا سنگهہ جي ٻڇڙيءَ سازش جو الائي ڪيئن شڪار ٿيو. جناح جي جاءِ والاريندڙ نون اڳواڻن جو پل اهو خيال نہ هجي، پر اهي جناح جي قصي کي پاڻ ۾ بحث هيٺ آڻي زنده رکندا پيا اچن. انهن اُڀرائيءَ وچان بنا ڪنهن اخلاقي ۽ دانشورانہ روڪ جي، هن تباهڪار منطق جي ڊوڙ ۾ ڀهرو ورتائو. جنهن جي نتيجي ۾ پاڪستان منجهان غير مسلم اقليت جي مستقل ديس بدري عمل ۾ آئي.

پاڪستاني معاملن جي اندروني گهوٽالي کي زبردست سنسرشپ وسيلي ٻاهرئين دنيا کان لڪايو ويو. انتظامي ۽ اقتصادي مشينريءَ جي نااهل ڪارڪردگي، سياسي ٽولن وچ ۾ ٽينڊڙ تصادم، مقامي ماڻهن جي باهمي ڇڪتاڻ ۾ واڌ کي بہ ڪافر ايجنٽ مٿان مڙهيو ويو جيڪو ملڪ اندر توڙي ٻاهر، نئين اسلامي رياست کي ڇيهو رسائڻ لاءِ ڪوشان نظر ٿي آين.

نئون ملڪ، هڪ پڪي پختي، ڪتر نئين ڄاول ٻار (Tough, Lusty, Kicking Baby) وانگر هو ۽ اڳواڻن کي پهرئين ڏينهن کان ڪيس سوچي سمجهي سنڀالڻو هو. پنهنجو ڌيان هر دم سرحد پار موجود دشمن تي ڄمائي رکڻ ۾ ئي سندن نجات سمايل هئي.

ساڳي وقت، احتجاجي زائفان وانگر، اهي انڊيا تي تهمتون هڻڻ لڳا تہ، انڊيا، پاڪستان کي ٻيهر پاڻ سان ملائڻ جو اِرادو رکي ٿي. اصل ۾ پاڪستاني اڳواڻ جي ڪاوڙ جو سبب اهو هو تہ پنهنجي مسئلن ۾ اُلجهي، انڊيا پاڪستان کي اهڙيءَ ريت نظر انداز ڇو پئي ڪيو. اهي اڳواڻ بند جڳهن کان ڊپ واري (Claustrophobia) ذهني مرض ۾ مبتلا هئا، سندن اها ڪيفيت مسلسل ايذاءِ واري جنوني رويي جو روپ وٺي ظاهر ٿئي ٿي. اصل ڪارڻ تہ سندن هٿان سرزد ٿيل ڏوهہ آهي، جنهن ذريعي هندستان جي مسلمان رهاڪن لاءِ هنن هڪ ڪڌو سودو ڪتيو ۽ جنهن کي هو پنهنجي سوپ پيا سمجهن.

ورهاڱي جو وڏي ۾ وڏي تضاد اهو آهي تہ پاڪستان جنهن ورهاڱي لاءِ هوڏ ٻڌي ويٺو تنهن جي ذهن تي انڊيا وڏيڪ سوار آهي، بنسبت ان جي جو انڊيا جي مٿي تي پاڪستان سوار هئڻ گهربو هو جو ان پاڪستان جي قيام جي ڀرپور مخالفت ڪئي هئي. هاڻي مسلم ليگي رهنمائن چاهيو ٿي تہ، ڪنهن بہ طرح ورهاڱي کان اڳ واريون حالتون پيدا ڪجن، تہ جيئن مسلمان جماعت لاءِ وڌيڪ فائدو وٺي سگهجي.

اهي اڳواڻ، پنهنجي حسب نسب ۽ نقطئہ نظر جي لحاظ کان پناهگير هئا، تنهن ڪري انهن لاءِ اهو فطري هو تہ، اُهي پرديس ۾

پنهنجي بحاليءَ واري عمل بابت ئي سنجيده رهن ۾ پاڪستان جي وڳوڙ برپا ڪندڙ ناشڪري عوام کي نظرانداز ڪندا رهن.

ان پسمنظر ۾ ئي هندستان- پاڪستان لاڳاپن جي هاڻوڪي پيشرفت کي سمجهڻ گهرجي. دهلي معاهدو، سوديبازيءَ جي نئين ڊرامي جو شروعاتي مرحلو ڏسجي ٿو. لياقت خان کي ٻه پلي پيت پروڙ آهي ته ان ڏس ۾ پهرين وک انڊيا ئي کڻي سگهي ٿي، پر انڊيا ڊيڄارڻ، ڌمڪائڻ، يا گوڙ واري ٻولي ڪتب آڻڻ کان نابري واري بيٺو آهي، جيڪا جديد سفارتڪاريءَ جو اهڃاڻ آهي. انڊيا وارن پنهنجا هڙئي پتا ميز تي ان اُميد سان کولي رکيا آهن ته، معقول واقعن جو هر معقول منطق، پاڪستاني اڳواڻن کي هڪ مدبراڻو ۾ فضيلت وارو رستو قبول ڪرڻ تي مجبور ڪندو.

دهلي معاهدي ڪانپوءِ مصيبت کي انڊيا پنهنجي هٿن مان ڪڍي، ليگي رهنمائن جي سپرد ڪيو آهي. جيڪي هاڻي پراڻي منطق تي دارومدار نه ٿا رکي سگهن. جيڪڏهن هو نه مڙيا ته عوام آڏو پاڻهي پڌرا ٿي پوندا. منهنجي نقط نظر موجب دهلي معاهدي جو اهو ئي اهم ڪارنامو آهي ۽ اهو ڪو ننڍڙو ڪارنامو ڪونهي ته پاڪستان جي اندروني سياست تي چوڪس نظر رکي ۽ خبردار رهي، ان مان فائدو حاصل ڪري سگهجي ٿو.

ان ۾ شڪ ناهي، ته پاڪستان هڪ آزاد خودمختيار رياست آهي، پر ان ڏانهن ذميواريءَ کان ٻه اسان منهن موڙي نه ٿا سگهون. ڇاڪاڻ ته ان رياست جو قيام ٽي سال اڳ، هندستان جي ئي رضامنديءَ سبب ٿيو ۽ اهو هرگز نه سمجهڻ گهرجي ته هندستان جا اياڳا ڏينهن ختم ٿي چڪا آهن.

(II)

جناح جي هٿن ۾ هڪ ڪتر، لتون هڻندڙ ٻار ڏنو ويو. ان سان گڏوگڏ انيءَ ۾ پندرهين صدين ۾ زنده رهندڙ عوام جا اڻ ڳڻيا مسئلا، اڻڪٿ تڪرار، انيڪ ڏپ ۽ خواب ٻه پاڪستان کي وراثت ۾ مليا.

هندو گهٽائيءَ وارن پرڳڻن ۾ مسلم ليگ کهڙا بہ ڪارناما سرانجام ڏنا هئا. پر هاڻوڪي نئينءَ رياست کان عام ماڻهن جي اڪثريت وانجهيل ۽ بيحس رهي، البتہ پنجاب ان ڏس ۾ جدا حيثيت رکي ٿو. چاڪاڻ تہ اتي هندن ۽ سکن جو قتل عام مسلم ليگي قيادت جي خواهشن پٽاندر ٿيو. ٻين پرڳڻن ۾ مسلم ليگ هڪ سگهاري سياسي قوت طور ڪڏهن بہ اُڀري ڪانہ سگهي هئي. منافق ۽ مسخرا جاگيردار، ٻچاڙن ڪامورن جي ٽيڪ تي هلندڙ سياسي سرشتا ئي عام ماڻهن جي نظر ۾ مسلم ليگ جي سڃاڻپ هئا.

جيئن تہ مسلمان پاڪستان ۾ شامل ٿيندڙ علائقن ۾ اڳوات ئي گهٽائيءَ ۾ هئي. اهي سرحد جي ٻئي پار کان آيل مسلمانن جي ڪافرن ڏانهن حقارت واري رويئي سان متفق نہ هئا. جيتوڻيڪ هندو، جديد زندگيءَ جي هر شعبي ۾ ڪانئن گوءِ کڻي چڪا هئا. پر مقامي مسلمانن ان ڳالهہ جي ذرو بہ پرواهہ نہ ٿي ڪئي هو پنهنجي روايتي، جاگيرداراڻي نظام هيٺ مطمئن هئا. پنهنجي سوچ تي بہ فخر هئن سندن اهو ذهني لاڙو انهن جي مذهبي سکيا پٽاندر هئو.

هندو اقليت سان گڏجي گهاريل تيرهن سئو سالن جي پرامن گڏيل زندگي، مسلمانن جي شعور ۾ صوفي مت جي رنگ ۾ رڱيل اسلامي سورهيائيءَ جي هڪ نئين وسيع القلب تصور کي اُڀي چڙهيو هو. هڪ خوددار بلوچ توڙي سنڌي تہ ڪنهن هندوءَ کي اهنج پهچائڻ جو سوچي بہ نہ ٿي سگهيو. چاڪاڻ تہ هن جي ثقافت ۾ رائج سورهيائيءَ جي روايت ڪيس سيکاريو هو تہ، عورت، ضعيف ۽ هندو/ غير مسلم جي حفاظت ڪرڻ سندن فرض آهي!

انگريزن هٿان محڪوم ٿيندڙ قومن ۾ هي آخري ماڻهو هئا. سندن شخصيت، ڏاريءَ غلاميءَ سبب اجا بگڙي ڪين هئي ۽ هو ڏنارڪي ۽ ڳوٺاڻي سادي زندگي بسر ڪندا هئا. ڪڏهن انگريزن خلاف بغاوتون ڪيائون، تہ ڪڏهن وري مورڳو ئي نماڻا، فرمانبردار ۽ صابر ٿي رهيا. تعليم ۽ تجارت جهڙين دنياوي ڳالهين ۾ پوئتي پيل هئا. اهڙيءَ ريت هُو جديد تهذيب جي غير انساني اثر کان بہ آزاد رهيا. اهي قديم عربستان جي بُدوئن جيان زندگي گهاريندا هئا.

حضرت محمدﷺ جي دور وارين حالتن کي جاڳايو ويئا هئا. وڏيءَ پابنديءَ سان روزا، نماز، هوا ۾ لڏندڙ وڏي ڏاڙهي، ڪليل ۽ ڪشادي شلوار، حياءَ جي هڪ سخت قانوني سرشتي جي اطاعت ڪندڙ هئا، تہ عورتن لاءِ پردي جي تلقين بہ ڪندا هئا.

انهن جي وفاداري سڀ کان اول پنهنجي قبيلي ۽ قبيلي جي (سردار) سان هئي. ملا ۽ پير جو سندن ذهنن تي گهرو اثر رسوخ هوندو هو. انهن جي سياست قبيلائي تڪرارن ۽ لڳ لاڳاپن وسيلي ئي ڪا شڪل صورت وٺندي هئي. غير مسلم ڪڏهن بہ سندن جهيڙن جهٽن ۽ بغضن جي ور ڪونہ چڙهيا.

# اينگلو_ مسلم تسلط

1938ع ڌاري، جناح، جيڪب آباد پرسان واقع بلوچستان جي ڪنهن علائقي ۾ مسلمانن جون دليون کٽڻ لاءِ ويو ته، هن جي انگريزن سان ملندڙ جلندڙ ڏاڙهي ڪوڙيل شڪل شبيهه، مقامي ماڻهن کي تعجب ۾ وجهي ڇڏيو.

جناح عوامي ميڙاڪي ۾ مسلم ليگ جي 'اسلام خطري ۾ آهي' واري سياست تي انگريزي ٻوليءَ ۾ روشني وجهي رهيو هو ته هڪ بلوچ اُٿي بيٺو ۽ جناح کان پڇيائين:

"تون پاڻ کي مسلمانن نه ٿو ڪوٺي سگهين، توکي پاڻ کي ته ڏاڙهي به ڪونهي."

جناح ان ڏينهن کانپوءِ، پاڪستان جي اندروني علائقن ۾ وڃڻ کان توبهه ڪئي. جڏهن هو گورنر جنرل ٿيو تڏهن به پنهنجي فيصلي تي اٽل رهيو. ڳالهه جو مطلب ته، هو "اهڙن ڏکين ماڻهن" کان واقف ٿي چڪو هو جنهن جي اڳواڻيءَ جو ڪم هن پنهنجي اڪيلي سِر تي کنيو هو. بهرحال، ورهاڱو جيڪو مسلم ليگ جا اڳواڻ گهرن پيا، اهو نيٺ برپا ٿي چڪو. قائداعظم ۽ سندس گماشتا، مقامي ۽ قومي تعصبن کان پاڪ، دهليءَ ۽ بمبئيءَ جي بين الاقوامي زندگيءَ کي ترڪ ڪرڻ تي مجبور ٿيا هئا. هاڻي انهن کي وچين دور سان ڳنڍيل ڪٽر مذهبي مسلمانن وچ ۾ اچي رهڻو هو. اهي ڪٽر مذهبي ماڻهو ته جناح جي آندل عظيم انقلاب کان مايوس ڪن حد تائين بي حس بڻيل هئا.

هاڻي اهو لازم ٿي چڪو هو ته عوام کي پنهنجي اڳواڻن جي نجي زندگيءَ بابت بنيادي حقيقتن کان پري رکيو وڃي. انهن حقيقتن ۾، جناح جي هڪ پارسي عورت سان ڪورٽ ۾ شادي، سندس سڪيلڌي ڌيءَ جي پارسيءَ مان عيسائيت قبولي مڙس ڪرڻ، يا

لياقت علي خان جي اصل زال جو هندو هجڻ ۽ پوءِ گرجا گهر ۾ سندس اسلام قبولڻ. ۽ حاڪمن ۽ بيگماتن جي مغربي طرز ۽ عياشيءَ واري هلت چلت شامل هئا.

هنن اڳواڻن جي اڳوڻي زندگي ۽ طور طريقا ته اسلامي ڪٽرپڻي وارن ڏسيل طور طريقن کان بنهه وانجهيل هئا. سندن پراڻي طرز زندگي ته غير مسلمانن جي گهڻائيءَ واري علائقي ۾ ئي ممڪن هئي، نه ڪي هن مذهب جي نالي ۾ قائم ٿيل نئين رياست اندر.

ته پوءِ تعجب ڇو ٿئي، ته جڏهن فتح رتو راهه ٿي، آخرڪار جناح صاحب تائين گهلجي آئي ته ان وقت هو پاڪستان جو سڀ کان وڏيڪ ڏکويل ماڻهو هو. هڪ ڀيري جناح هندو دوست سان راز سلينڊي ڪيس ڇيو:

”ڏس مان ورهاڱي جو حامي ڪڏهن به ڪونه هئس.
سردار پاٽيل مون مٿان ان کي مڙهيو. هاڻي هو چاهين ٿا
ته مان شڪست قبول ڪري ڇڏيان.“

جناح جو اهو هندو دوست شروعاتي ڏيهاڙن ۾ سندس قريب ۽ محبوب رفيقن منجهان هو. ڪيس جناح جي سرپرستي حاصل هجڻ باوجود به پاڪستان مان تڙي ڪڍيو ويو.

جناح کي اسلامي تاريخ جي عظيم شخصيت ثابت ڪرڻ لاءِ وسان ڪين گهٽايو ويو. اهو چيو ويو ته هُن دنيا جي وڏي مسلم رياست قائم ڪئي، ۽ مسلمانن کي مردود ڪافرن کان نجات ڏياريائين. پاڪستان جي قانون ساز اسيمبلي، جناح کي قائداعظم جي لقب سان نوازيو ۽ نئين رياست جا ڪُل قانوني اختيار ڪيس ڏنا ويا.

ان ڳالهه ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته جناحَ, مسلم ليگ ۾ جيڪي به چامڙا ۽ هلڪڙا رُڪن هتيڪا ڪيا هئا. تن ۾ سڀ کان مٿانهون رتبو رکندو هو. هن پنهنجي اخلاق، پختي ڪردار ۽ پنهنجي همعصرن جي بدعنوانين، ڪڏن ڪمن کان معدبرانه بي نيازيءَ سبب پنهنجي لاءِ ناموس ڪمايو. هن کي اميد هئي ته نئين ملڪ ۾ هو ڪمال اتاترڪ جو ڪردار نڀائي، وچئين دور جي خام مال (ملڪي عوام) مان جديد دنياوي ۽ غير مذهبي سماج اڏيندو.

پر، جناح جي پنهنجن ئي هٿن سان پاريل باهه، سندس خواب جي ساپيان ۾ رنڊڪ وڌي. جناح، هن ننڍي ڪنڊ ۾ شديد مذهبي جنونيت کي هٿي ڏياري، جيڪا اڳ ڪڏهن به هتي موجود ڪونه هئي. اها مذهبي جنونيت ويهين صدي ۾ ڏٺي وئي، جنهن صديءَ جي جديد قومپرستي وارن رائج بنيادن (جهڙوڪ: پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ عميق حب، ساڳي ٻولي، ساڳيو تاريخي ورثو حاڪمن خلاف بغاوت جي تاريخ) کي به ڇيهون ڇيهون ڪري وڌو.

پنهنجي فتح سان جناح مسلمان سماج جي انهن هڙني قوتن کي به شڪست ڏني، جيڪي سامراج خلاف هڪ صف ۾ بيٺيون هيون، جن جاگيردارانه علائقي ۾ ترقي پسند سوچ ۽ شعور لاءِ جاکوڙ ڪئي ٿي.

گڏيل هندستان ۾ غير مسلم سماج جا عمدا پهلو ڪٽر مذهبي عقيدتمندن (جيڪي ملڪ کي پوئين دور ڏانهن ڌڪڻ گهرن پيا) خلاف جنگ جوٽڻ ۾ سندس رفيق بڻجي پون ها، پر پنهنجي خوفن ۽ ذهني رڪاوٽن کان مجبور ٿي، پنهنجي گروهه ۾ شامل شدت پسندن جي ڌمڪين کان هيسجي، ماضيءَ طرف موٽ واري رجحان (هي جذبو عموماً محڪوم ماڻهن تي حاوي پئجي ويندو آهي) ۾ سوگهو ٿي، ڪراڙو قائداعظم پنهنجي ئي ناهيل ڊانوان ڊول دنيا جو مجبور قيدي بنجي ويو. جنهن ماضيءَ سبب اهي قوتون اڀريون هيون، تن کان جناح پلئُه نه ڇڏائي سگهيو. ڪيس شلوار قميض پائڻي پئجي ويئي ۽ ميڙ ۾ نماز به ادا ڪرڻي پيس.

ان ڳالهه جو ڪنهن حد تائين اندازو هو ته قائد اعظم وچيئن دؤر وارين ڳالهين (جنهن لاءِ هو گانڌيءَ کي ننديندو وتندو هو) جيڪي هن جي جديد دنياوي زندگي گذارڻ جي طريقه ڪار سان بلڪل ابڙ نهندڙ هيون، او ڪيس انهن ڳالهين کان بغاوت محسوس ٿيندي هئي، پر تعجب جي ڳالهه آهي ته جناح مسلم ليگ جي رستي طرف مائل ٿي ويو. جناح هاڻي اهڙي مسلمان عوام جي منهن مقابل هو جن وٽ انيڪ حسرتون، ماضيءَ لاءِ عجب ڇڪ ۽ ڪڏهن به پورن نه ٿيندڙ خوابن جو ڀنڊار هو.

شدت پسندن گهريو ٿي ته جناح هڪ مولانا صاحب ٿي پوي، ۽ پنهنجي هر نقطي کي قرآن شريف جي آيتن سان ملائيندو هلي. اهو

جناح جهڙي نفيس ۽ سڌريل قانوندان ۽ سياستدان جي اصل فطرت پٽاندر نہ هو. هن تہ علي پائرن کي بہ مولانا چوڻ کان انڪار تي ڪيو. اهو چوڻ ٺيڪ ٿيندو تہ جناح ڪڏهن ڪڏهن ماڻهن لاءِ ڪرتب ڪندو هو پر مولانا صاحبن ۽ پيرن، جن اسلامي معاشري بابت پنهنجا پنهنجا تصور پاڪستان جي عوام مٿان مڙهڻ تي گهريا، تن کي اول ڏينهن کان جناح برداشت ئي نہ ڪيو. مت موڙهي منڊل خلق کي جناح خلاف پڙڪائڻ لاءِ نِتِ نئيون سازشون گهڙيون ويون. "اسلام خطري ۾ آهي" وارو ساڳيو ئي هٿيار استعمال ڪيائون. چيائون تي تہ، اسلام کي هن پيري خطرو ڌارين مان نہ، پر پاڪستان جي فرنگي مسلمان قيادت مان آهي. جن غير اسلامي طرز زندگي رائج ڪرڻ لاءِ رياستي اقتدار غصب ڪيو آهي.

مولانا شبير احمد عثماني- جنهن حڪمران حلقن جو راسپيوٽن ٿيڻ چاهيو ٿي ۽ ڪيس جناح جي خطرناڪ قسم جي شخصيت پنهنجي رستي جو ڪنڊو ٿي لڳي، تنهن جناح کي قاتلِ اعظم جو لقب ڏنو. هڪ ٻئي نامياري عالم، مولانا (ابو اعليٰ) مودوديءَ ڪشمير تي حملي لاءِ جهاد جي فتويٰ ڪونہ ڏني، ڇو تہ هو سمجهي پيو تہ اهو حملو نيڪ مسلمان خليفي جي سرواڻي ۾ ڪونہ ٿيو هو. مولانا شبير تہ فوت ٿي ويو آهي، پر مودودي لياقت حڪومت خلاف باهہ ٻاري ويٺو آهي. سندس پارٽي جماعت اسلامي پاڪستان ۾ شرعي حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ ڪوشان آهي.

# نراسائي

جن پرڳڻن پاڪستان جي تشڪيل ممڪن بڻائي، تن علائقن جون مخصوص طاقتون پڻ تحرڪ ۾ اچي ويون هيون. اتان جو تاريخي ۽ اقتصادي پسمنظر، اوپر (ڏارين). پڪن پوڙهن (گڏيل هندستان مان آيل) ڪامورن ۽ معدبر اڳواڻن جي سمجهه کان ٻاهر هو.

غير مسلم اقليتن جي ڏيهه نيڪالي ۽ انڊيا جي ڪنڊڪڙچ کان کهي آيل مهم جو پناهگيرن جي زبردست سيلاب اچان وڏيڪ مونجهارا پيدا ڪيا. ڪوبہ حل نہ اڳ موجود هو نہ وري اڄ تائين ڳولي لڌو ويو آهي.

ٿورو تصورڪيو تہ نهايت ئي قوم پرستانہ سوچ رکندڙ علائقن منجهہ اسلام جي نالي تي هڪ مملڪت جوڙي وئي. اهي ماڻهو انگريزن جي اچڻ کان اڳ سدائين پاڻ ۾ وڙهي ڏانگا ٽيندا هئا. انگريزن کانپوءِ، جيتوڻيڪ سندن ويڙهہ ۽ تڪرار ۾ ٺاپر آئي، پر اندروني طرح مختلف لساني ۽ نسلي شعور سبب منجهن تڪرار، ويچا، خواهشون ۽ خواب قائم رهندا آيا. امن جي مختصر وٿيءَ جتي سنڌي، پٺاڻ، بلوچن کي دٻائي ڇڏيو هو اتي پنجابين کي هڪ بالادست قوم ۾ پڻ تبديل ڪري ڇڏيو هو. هندستان جي فوج ۾ ججهي انگ ۾ ڀرتي ڪري ۽ دهلي راڄڌانيءَ سان ويجهڙائي ڪري، مهمجو ۽ ويڙهاڪ پنجابي ماڻهو اولهہ پاڪستان ۾ سڀ کان وڏيڪ حقارت جوڳا ۽ خطرناڪ سمجهيا ٿي ويا. آڇپي جي باڪ هندستان ۾ نہ رڳو انهن ڏٻيل محرڪن ۽ نفرتن کي کلي ڇوٽ ڏيندي نظر آئي، پر آزادي کي پڻ عجب انداز ۾ برپا ڪيائين. جو ان آزاديءَ قديم پرڳڻن جي ڄاتل سڃاتل اهڃاڻن کي مسمار ڪري وڌو هو. تنهن سان گڏ آزاديءَ لڪل قوتن کي پڻ انتهائي بگڙيل روپ ڏئي ڇڏيو هو.

الڳ ثقافتي ۽ نسلي شناخت رکندڙ لکين ڌاريا. جي نيٺ مقامي ماڻهن جي آباديءَ جو فقط هڪ ياڳي تي حصو هئا. ملڪ جون واڳون انهن جي هٿن ۾ سونپيون ويون. هيڙي قهر مقامي ماڻهن جي نراسائيءَ ۽ تلخيءَ کي وڌائي وڌ ڪيو.

پنجابين تہ اندازو ڪيو هو تہ آسپاس جي صوبن تي قبضو جمائي، آهستي آهستي سڄي علائقي کي وڌائي، هڪ وسيع پنجاب ۾ تبديل ڪري، نئين ڌرتيءَ تي پنهنجي هڪ هٽي قائم ڪندا. پر بنگالين بہ يُوپيءَ مان درآمد ٿيل مسلمانن (جيڪي تعليم ۽ سرڪاري نوڪرين ۾ اڳيرا هئا) جي حمايت تي ڪٿي، ۽ پنجابين کي پنهنجي ان خواب جي ساپيان ماڻڻ نہ تي ڏني. موٺ ۾ پنجابين خواهش رکي تہ، چونہ اوپر پاڪستان کي ئي مورڳو ختم ڪري وجهن.

پٺاڻن سوچيو تي تہ، شايد سنڌو نديءَ تائين سندس علائقو پکڙجي پوي، جتي هو پختون بادشاهت جي اڏاوت ڪن. انگريزن طرفان قبائلي باشندن کي ملندڙ مالي مدد اوچتو هاڻي بند تي چڪي هئي، تنهن ڪري سندن رد عمل بہ بکايل جبلن ۾ رهندڙ فاقہ ڪش لوڪن جهڙو ئي هو. هو سوچ ۾ غرق هئا تہ اهي سڀ مالي شيون جيڪي نئين آزاديءَ ۽ فطرت کين ڏيڻ کان سڌو انڪار ڪيو آهي، تن کي ڪهڙيءَ طرح حاصل ڪجي يا ڦري وڃي.

خوددار ۽ ويڙهاڪ بلوچ، برطانوي حڪومت جا ڪٽر مخالف هئا. چاڪاڻ تہ انگريزن بلوچن کي بي رحميءَ سان ڪچليو هو سندن علائقن کي ٻين صوبن جي سپرد ڪيو هئائون. بلوچ، جيتوڻيڪ ڏسڻ ۾ نپ قبائلي هئا، پر پاڻ کي فرقيوارانہ زهر کان بچائي رکيو هئائون. هنن جا مٽ مائٽ، پسگردائي وارين رياستن، جهڙوڪ: افغانستان، ايران، روس ۾ ڦهليل هئا. سو هاڻي نظرانداز ڪيل بلوچن جو غرق ٿيل علائقو اپري چڪو هو. وٽن پنهنجون سُتل خواهشون ۽ جبلتون هيون. اهي معلوم ڪرڻ چاهين پيا تہ، نئون جوڙيل نظام کين ڪيئن الڳ گڏيل آزاد وطن ڏيڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندو هو ٻين باوقار قومن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي ترقيءَ جي راهہ تي هلي سگهن

سنڌي قوم، پاڪستان جي قيام کان اڳ ئي ڏکويل، ماريل ۽ ستايل هئي. پنجابين سنڌن اقتصادي زندگيءَ جي مختلف اهم شعبن تي قبضو ڪري ورتو هو. هاڻي وري ڪين ٻي مصيبت ڪي منهن ڏيڻو پيو تہ پنهنجي اهم شهر ڪراچي کي ڪسجڻ کان ڪيئن بچائجي. سنڌ پرڳڻي جي گڏ ڪيل واڌو ناڻي کي سڀ اصول ٽوڙي ڦٻايو ويو. سنڌن امن پسند ڌرتي، اوپري ٻولي ڳالهائيندڙ مهم جو پناهگيرن سان والارجي چڪي هئي. انهن پناهگيرن سنڌن صوبي ۾ نفرت ۽ خونريزيءَ جو نئون دور چالو ڪري ڇڏيو هو جيڪو سنڌ جي تاريخ ۾ اڳ ڪڏهن بہ ڏٺو نہ ويو هو. اهو چٽيءَ ريت ظاهر هو تہ اعليٰ حيثيت رکندڙ صاحبن، سرڪاري ملازمن ۽ رڙيون واڪا ڪندڙ پناهگيرن جو نئون ملڪ، سنڌ جي ٻڳل هڏ ۽ تتل خوابن مٿان جوڙيو پيو وڃي.

بلوچ، پٺاڻ ۽ سنڌي، پنجابين سان ڪلفت رکندا هئا. ٽئي قومون هندستان کان درآمد ٿيل نعريبازي واري قومپرستيءَ جي پرچار ڪندڙن کان بيزار ۽ بدزن هيون، هنن قومن ڄاتو ٿي تہ، لڏي آيل هندستاني غاصبن کي پاڪستان جي حصي ۾ آيل علائقن سان ڪو فطري لڳاءُ ڪونہ هو. نہ ئي سندس مسئلن کان ڪو اهي ڀلي ڀت آشنا هئا. لڳي تہ ائين پيو ڄڻ هو دهلي، آگري ۽ مراد آباد جي هارايل سودي کي مهارت سان لڪائي رهيا هئا.

ڏاڍو انوکو منظر آهي، تاريخ اڳتي وکون کڻي رهي هئي، پر ڌرتيءَ جي اصلي سپوتن لاءِ ڄڻ تہ هو پنتي موٽ ڪائي رهي هئي.

(III)

اها هڪ تعجب جي ڳالهہ آهي تہ هندستان جي پريس ڪيئن نہ لاپرواهيءَ سان، پاڪستان ۾ ٿيندڙ واقعن کي نظرانداز ڪري رهي آهي. اهي واقعا پاڙيسري ملڪ جي روڳ بابت نشاندهي ڪن ٿا ۽ پاڪستان ۾ رهندڙ غير مسلم اقليتن تي سڌو سنئون اثر انداز ٿين ٿا.

اسان جي سيڪيولر شعور کي هندو عورت سان لڄالٽ يا ڪنهن هندو فرد جي اغوا جون خبرون ئي متوجهہ ڪري سگهن ٿيون.

پوءِ، اسان مڙني پاڪستاني شهرين کي ننڍڻ شروع ڪيون ٿا. ڪين اڻ سڌريل، غنڊه ۽ ڦورو ڏاڙيل چئي ماٺ ڪري ويهي رهون ٿا.

پنهنجي سمجهه پري، غير مذهبي رويئي سبب اسان اهو اندازو لڳائڻ کان قاصر آهيون تہ اسلامي رياست جي نهڻ بعد آيل واچوڙي نہ فقط غيرمسلمانن کي پنهنجي اباڻي ديس مان دربدر ڪيو پر اتي جي هر معزز ۽ امن پسند مسلمان رهاڪوءَ کي بہ ڪجهہ شيطاني قوتون جو قيدي بڻائي ڇڏيو آهي. هُو تہ ٻئي ڪنهن ديس ۾ پناهہ وٺڻ لاءِ پاڪستان جون سرحدون پاريہ نہ ٿو ڪري سگهي. هن کي انهن قوتون سان منهن ڏيڻ لاءِ لياقت علي خان ڏانهن ڏسڻو ٿو پوي. لياقت علي خان کان وري اهو نٿو وسري تہ هو پاڻ بہ انهن قوتن جي رحم ڪرم تي آهي، جيڪي ورهاڱي کان اڳ واري دور ۾ هن چٽُرائي سان استعمال ڪيون هيون. اڄ اهي قوتون مسلم ليگي نظرين ۽ ڪاريگرين ذريعي، اسلام پرستيءَ تي هڪ هٽيءَ جي دعويٰ ڪن ٿيون. اسلام دنيا جو ڀيرو ۽ سگهارو مذهب آهي، اهو سماجي انصاف ۽ انساني ڀائيچاري جي سکيا ڏيئي ٿو پر عملي طرح ان دين کي بگاڙيو ويو آهي. هاڻي اسلام رڳو سياسي مفادن، ڪافر سان نفرت ۽ جهاد جي پرچار ڪندي ڏيکاريو وڃي ٿو.

اسلام جي تيرنهن سئو سال تاريخ ۾ ان جي قدر کي ايتري حد تائين گهٽايو ڪين ويو هو جيترو هاڻوڪن پوئلڳن کيس پاڪستان ۾ بي قدر بڻايو آهي.

اسلام کي هميشہ مصيبت ماريل ضعيف ڪراڙي ڏائڻ جهڙي زائفان طور پيش ڪيو وڃي ٿو جيڪا پاڪستان جي اڳواڻن (جيڪي آرام چاهين ٿا ۽ پنهنجي آفيسن مان مزا ماڻڻ گهرن ٿا) جي ڪڍ لڳل هجي ٿي.

# ڪافر ڪي سڃاڻو

گذريل هفتي، ڪراچيءَ مان ڪجهه وڳوڙ جون خبرون مليون. پناهگيرن جي ان وڳوڙ ۾ - مانوارو خواجه شهاب الدين (جيڪو گهرو وزير آهي)، چوڌري خليق الزمان (مسلم ليگ جو صدر، پر هاڻ هن کان زوريءَ استعيفيٰ ورتي ويئي آهي) سهروردي صاحب (عوامي ليگ جو رهنما. جنهن پاڪستان جي راڄڌانيءَ ۾ ڪانفرنس منعقد ڪرائڻ جي جرئت ڪئي آهي) ۽ پٿر جي نهيل عمارت (جتي ميونسپل ڪارپوريشن جون آفيسون واقع آهن) شامل آهن. هن عمارت کي نه رڳو هاڃو رسايو ويو، پر نعرو به لڳايو ويو ته، هيءَ عمارت ڪافر آهي ۽ مسلمانن کي وک وڌائي ان کي ڊاهي پٽ ڪرڻ گهرجي. انڊيا جو وائڙو رهاڪو ٽن وزيرن ڏانهن هجوم جي ڪاوڙ ته سمجهي ٿي سگهيو. جن کي ظاهر آهي ته سياسي حريفن ڪِرائي ٿي ان ڪم لاءِ مقرر ڪيو هو، پر هڪ ميونسپالٽي جي عمارت، جيڪا نه ڪنهن سياسي فرد يا ڪنهن ماڻهوءَ جي نجي ملڪيت هئي، اها ڪافر ڪيئن ٿي ٿي سگهي، انڊيا ۾ رهندڙ فرد کي اها ڳالهه سمجهڻ ۾ ڏکيائي پيش اچي رهي آهي.

سال کن اڳ مان هڪ مسلم ليگي رهنما کان سوال ڪيو: ”هندن جي پاڪستان مان ڏيهه نيڪاليءَ بابت توهان جي ڇا راءِ آهي؟“ هن ڪاوڙ مان ڪنڌ لوڏيو ۽ چيائين: ”پاڪستان سرڪار کي هندن جي لڏڻ تي پابندي لاڳو ڪرڻ گهرجي“. اهو ٻڌي، مان ته اصل تڙڪي پيس. شري شنڪر رائو به (هندن جي پنهنجي وطن ۾ رهائش جو ٻڌي) اوير پاڪستان جي دؤري دوران ضرور خوش ٿيو هوندو. بهرحال مان ان اڳواڻ کان هندن لاءِ سندس ڳڻتيءَ جو ڪارڻ پڇيو ته، هن غمگين لهجي ۾ فرمايو:

" پاڪستان ۾ جيڪو ڪجھ ٿي رهيو آهي، توڪان ته ڪا ڳالھ ڳجهي ڪونهي. اسان مسلمان سُني، شيعا، مهاجر ۽ انصاري، پٺاڻ ۽ پنجابين جي تفاوتن ڪري، پاڻ ۾ وڙهي رهيا آهيون. جيڪڏهن هندو جهجهي تعداد ۾ هت رهجي وڃن ها ته مسلمان ملت ايڪي ۽ اتحاد سان پاڻ ۾ ڳنڍيل هجي ها. ڪابه طاقت اسان کي ويڙهائي نه سگهي ها!"

تقريبن سيئي هندو، اولھ پاڪستان مان غائب ٿي چڪا آهن ۽ پوئتي جيڪي رهيل آهن، تن پنهنجو ويس مٽائي ڇڏيو آهي. جناح جي ٽوپي پائڻ شروع ڪري ڏني اٿن. ڪراچي ۾ هندو فرد ڳولڻ لاءِ هاڻ اوهان کي غيبي علم جو ماهر ٿيڻو پوندو. پوءِ ان فسادي هجوم الائي ڪيئن ان پٿر جي،عمارت ۾ ڪافر کي ڳولهي ورتو. جو وڏيءَ سورهيائي سان ان عمارت ۾ آنسو گئس اڇلائڻ جي نوبت آئي ۽ وفادار مسلمانن کي ان عمارت کي ساڙڻ ۽ ٽوڙڻ جو حڪم ٿيو.

گذريل سال آگسٽ مهيني ۾، (جڏهن بئي ملڪ پنهنجي آزاديءَ جو ڏينهن ملهائيندا آهن) وڏي ميڙاڪي اوم مندر (جتي هندستان جي سفارتي عملي جي آفيس واقع آهي) تي حملو ڪيو. ڇو ته ان مندر ۾ آزاديءَ جي ڏينهن تي انڊيا جو جهنڊو ڦڙڪايو ويو هو. دهلي معاهدي ڪانپوءِ انڊيا جي سفارتي عملي کي آزاديءَ جو ڏينهن مرضيءَ مطابق ملهائڻ لاءِ هن قسم جي قهر کان ڪجھ استثنا حاصل هئي، پر پاڪستان ۾ رهندڙ ڪافر يقيناً دنيا جو بيوس ۽ مجبور ترين فرد آهي.

ها، ان ميونسپالٽيءَ واريءَ عمارت ۾ هڪ اهل ڪتاب عيسائي پڻ موجود هئو پر ڪٽر مذهبين جي ڪاٽي ۾ هو به هڪ ڪافر ئي هئو. ڪراچي جي ميونسپالٽي ڪارپوريشن جي اڳوڻي آفيسر ڊاڪٽر ڊسا (Dr.Disa) جو نياڳ چئجي، جو ترقي ڏئي کيس مسٽر قريشيءَ جي جڳھ تي اعليٰ عهديدار طور رکيو ويو. قريشي صاحب کي ڪنهن ڏوھ سبب جبري موڪل تي اُماڻيو ويو هو. نائب هندو آفيسر جو به ڀاڳ ليکجي، جو کيس ان ترقيءَ لاءِ ڳڻپ ۾ ئي نه آندو ويو هونئن سندس ميونسپالٽيءَ ۾ موجودگي ئي ان اداري کي ڪنيون بيٺي هئي.

ڊاڪٽر ڊسا، هڪ عيسائي ڪافر جي تقريءَ چتي احتجاج کي جنم ڏنو. ان احتجاج پنيان قريشيءَ جي پناهگير حامين جو هٿ چڱي ريت محسوس ڪري سگهجي ٿو.

ميونسپالٽي جي صلاحڪاري بورڊ پاڻ به پنهنجو احتجاج درج ڪرايو ۽ استعيفيٰ ڏيڻ جي ڌمڪي به ڏني، ان ناپاڪ سازش ۾ شامل نه ٿيندڙ رڪن به خاموش رهيو ان ڊپ ۾ ته متان هن کي به ڪافرن جو ايجنٽ هجڻ جو لقب نه ملي وڃي.

غنڊن، بدمعاشن ۽ پاڙي جي قاتلن هٿان مظاهرا ڪرايا ويا. بدمغز مولانا صاحبن کي "اسلام خطري ۾ آهي" واري وائي آلاپڻ لاءِ پرتي ڪيو ويو هو. اردو پريس، پنهنجي پراڻين روايتن کي برقرار رکندي، هفتن جا هفتا زهريلي مهم هلائيندي رهي.

ڊاڪٽر ڊسا جي متي تي جُون به ڪانه چري، هو مزي سان گذريل هفتي تائين پنهنجو ڪم ڪندو رهيو. جڏهن ميونسپالٽي وارن شهري پارڪ ۾ غير تصديق شده اڏاوت کي ڊاٿو ويو، ته احتجاجن جو طوفان کڙو ڪيو ويو. احتجاج ڪندڙ دعويٰ ڪرڻ لڳا ته اها عمارت، قرآن پاڪ رکڻ لاءِ جوڙي وئي هئي، عملدارن ان کي ڊاهي، قرآن شريف بي حرمتي ڪئي آهي.

# لامحدود ڏوهه

ائين بہ نہ هو تہ ڪو پاڪستاني سرڪار پنهنجي گاديءَ واري هنڌ ۾ رٿيل سازش کان اوجهل رهي هوندي، پر جتي سرڪار طرفان مسلم ليگ جي رهنما کي بچائڻ لاءِ بہ ڪجهہ نہ ڪيو ويو هو تہ پوءِ عيسائي ڊاڪٽر ڊسا صاحب کي پنهنجي پتڪڙيءَ نوڪريءَ مان مزا ماٽيندو رهڻ جي پڪ لاءِ سرڪار ڪا اڳوات رٿابندي ڇو ڪري هان؟

پير علي محمد راشدي 16 جولاءِ تي سنڌ آبزرور اخبار ۾ پاڪستان نهڻ کانپوءِ ڪراچي ۾ ڏينهون ڏينهن وڌندڙ ڏوهن جي فهرست ڏني آهي، جيڪي ڏوهہ ڪراچيءَ جي تاريخ ۾ ڪنهن نہ ٻڌا هئا، نہ ڏٺا هئا. ڪجهہ ڏوهن جي فهرست هيٺ ڏجي ٿي:

(i) بئنڪون ڦرڻ، ڏينهن ڏٺي قتل ۽ ڦرون، جعلسازي ۽ ٺڳي.

(ii) حدون اورانگهڻ، زوري گهرن تي قبضا. انهن ڏوهن ۾ برقعي پوش عورتون کي بہ شامل ڏٺو ويو.

(iii) بک هڙتال ۽ مظاهرن جو بندوبست ڪرائڻ. ڪراچي ۾ ڏوهاري ماڻهن جي گروهن کي پئسي عيوض، بک هڙتالون ۽ مظاهرن ڪرائڻ واري ڌنڌي ۾ مشغول ڏٺو ويو جن جي ذريعي سرڪار توڙي ادارن کي هيسائڻ ڌمڪائڻ سولو ٿي پيو.

(iv) اشتعال انگيز پوسٽرن، بل بورڊن ۽ سُس پُس واريءَ مهم ذريعي اختيارين کي ڌمڪائڻ، وڏيڪ دٻاءَ لاءِ، عوامي مظاهرا بہ ڪرائي سگهجن پيا. اهڙا مخصوص گروهہ بہ موجود هئا. جيڪي عام جڳهن ۽ هوٽلن تي پروپيگنڊا ڪري اختيارن خلاف بي اطمينانيءَ کي اڀاري سگهيا ٿي.

پير علي احمد اشدي چتاءُ ڏيندي وڌيڪ چوي ٿو تہ.

”جيستائين انهن ڪاروائين کي اسرڻ مهل ئي نيست نابود نہ ڪيو ويندو، تيستائين عوامي امن ۽ سرڪار کي انيڪ مصيبتن کي منهن ڏيڻو پوندو. قانون جي بادلادستيءَ کي برقرار رکڻ واسطي، سرڪار کي پنهنجي موجودگيءَ جو احساس ڏيارڻ لاءِ سخت عملي اُپاءُ وٺڻ گهرجن. عوام کي بيوقوف بڻائڻ لاءِ ڪرتب ڏيکارڻ پڻ چڱو ڪم آهي، پر جڏهن شهر جي نظم ۽ ضبط جي ڳالهہ هجي، تہ ان قسم جي حڪمت عمليءَ کي متائڻ گهرجي. حالتون ايتريون تہ ڳنڀير ٿي چڪيون آهن، جو سياسي احتجاج جي ڌمڪين کان هيسجي، انتظاميا پنهنجا اختيار لاڳو ڪرڻ کان بہ ڪيٻائي رهي آهي. آفيسر نظم ۽ ضبط قائم ڪرڻ ۾ ناڪام ويا آهن، جو تہ هو ڊڄن ٿا تہ ڪو بہ قدم کڻڻ سان متان هڙتالن ۽ احتجاجن جا سلسلا نہ شروع ٿي پون. وزيرن جي گهرن اڳيان مظاهرا عام جام ٿي پيا آهن. ڪڏهن تہ انهن مظاهرن ۾ گارگند ڀريل نعرن جي گونجار ٻڌڻ بہ اچي ٿي.“

اها آهي تصوير، پير علي راشدي جي شهر ڪراچيءَ جي. ان شهرجي سموري آبادي بہ قومي نظريي جي تجربي جي پيداوار آهي. هاڻي مسلمان پناهگير پنهنجي مسئلن جي حل لاءِ مسلم ليگي اڳواڻن پنياڻ ڦيرا ڏيندي نٿا ملن. نہ ئي سندن ڪا ڪاڻ ٿا ڪڍن، پر ڦڙتيءَ سان پنهنجي مدد پاڻ تحت، قانون جي پيچڪڙي ڪري، پنهنجي مسئلن جو حل ڳولهين ٿا.

اسلام جو نالو استعمال ڪرڻ واري مسلم ليگي ڪاريگري، ماڻهن کي پاڙؤن اکيڙي ديس بدر ٿيڻ تي مجبور ڪيو. هاڻي پناهگير انهن اڳواڻن ۽ ملازمن (جن اعليٰ نوڪريون ۽ عهدا، ملڪيتون ڦٻائڻ لاءِ اسلام جو نالو استعمال ڪيو هو) جي زندگي رت ڪرڻ ۾ رڌل آهن.

# رام راج معاملو

اها تہ هڪ بي ٽُڪي ڳالھ چئجي جو لياقت خان هاڻ چوڻ شروع ڪري ڏنو آهي تہ پاڪستان ۾ اسلامي راج قائم ڪرڻ بہ گانڌي جي رام راج واري فلسفي وانگر هو جنهن جي تقليد ڪري پاڪستان ۾ بہ الله جي حڪومت رائج ڪبي ۽ پاڪستان جا سيئي وسيلا بہ مسلمان پنهنجي استعمال ۾ آڻيندا. لياقت جا مهاجر ساٿاري سندس ان چرچي کي ڏاڍيءَ ڳنڀير تا سان وٺي رهيا آهن.

منهنجي سمجھ مطابق، هي ملڪ تڏهن ئي سڌري سگهي ٿو جڏهن اتي ڪو نيٺ اشتراڪين جو سيلاب اٿلي پوي. ٻي حالت ۾ جيستائين پاڪستان پنهنجي هاٿوڪي نالي سان ڄاتو ويندو. تيستر، اتان جي اندروني سياست ۾ فرقيواريت جو معاملو هميشہ اٿندو رهندو ۽ هر سياسي پيشرفت ۾ مذهب کي ٽنبيو ويندو.

هر هڪ غير مسلمان باشندي کي ديس بدر ڪري، پاڪستان جي سرزمين کي پَل تہ پاڪ پوتر بڻايو وڃي، تنهن هوندي بہ هن ملڪ اندر چوڌري خليق الزمان جهڙن سياستدانن ۾ ڪافرن جي حامي ۽ پاڪستان دشمن ايجنٽ کي ڳوليو ويندو. معتدل مزاج واري سهرورديءَ کي، انڊيا جي سرپرستيءَ هيٺ پلجندڙ ديس دروهي ڪوٺيو ويندو.

پاڪستان جي قيام ۾ مذهب جو استعمال ئي تہ هن رياست جو هيبتناڪ الميو آهي. عوام جي بنيادي جمهوري گهرجن جي پورائي لاءِ بہ اسلام جو سهارو وٺڻ لازم بڻجيو پوي. عام لوڪ، جيڪڏهن پنهنجو فرياد سرڪار تائين پهچائڻ ۽ ان کان ميراڻ چاهين ٿا تہ، ڪافر جي پوت کي جاڳائي، جهٽ پٽ سرڪار جو ڌيان ڇڪائي سگهن ٿا.

ساڳيءَ ريت، ڪو شاطر سياستدان بہ جهتِ پٽِ ڪامياب ۽ مقبول ٿي سگهي ٿو تنهن لاءِ آسان نسخو آهي تہ هو بہ ڪافر پوت ڪي جڳائي، ماڻهن ڪي پاڻ ڏانهن متوجهہ ڪندو رهي. هي نسخو هاڻي تہ پاڪستان ۾ هڪ بنيادي منطق جي حيثيت اختيار ڪري ويو آهي.

ڪراچي، پاڪستان جو انتظامي مرڪز آهي، اولهہ پاڪستان ۾ رونما ٿيندڙ تبديلين جو سڌو سنئون اثر اوير پاڪستان تي پوي ٿو. موتمار ۽ هاڃيڪار جراثيم، پاڪستان جي راڄڌاني ڪراچيءَ ۾ ئي ڳتيل آهن. هي شهر پنهنجي اڳوڻي امن پسند سڃاڻپ وڃائي ويٺو آهي. هاڻي سازشون، ڌمڪين، نئينءَ آباديءَ جو استعمال، سندس سڃاڻپ بنجي چڪو آهي.

ڪو ڪانگريسي اڳواڻ هن پار جي پناهگيرن جي ڪهاڻيءَ جي سمجهہ ٻوجهہ رکڻ چاهي ٿو يا ڪوڙن فرسوده حوالن جي پاڙ تائين پهچڻ چاهي ٿو تہ ڪيس ڪراچي وڃڻو پوندو.

"اسان جڏهن نڳڻ شروع ڪندا آهيون تہ ڪيڏو نہ منجهائيندڙ چار اُٺي وٺندا آهيون."

(IV)

سچ ۽ عقيدي وچ ۾ تفاوت تي روشني وجهڻ لاءِ، انگلينڊ جي ڳوٺ ۾ واقع هڪ چرچ جي پادري جانسن ڪتنب ڏانهن اشارو ڪندي چيو: "هوڏانهن جانسن ڪتنب ڏانهن غور ڪيو جانسن جي ونيءَ ڪي ڄاڻ آهي تہ هوءَ ئي ٻارن جي ماءُ آهي، ان قسم جي ڄاڻ ڪي سچ چئبو آهي. پر جانسن صاحب دعويٰ ٿو ڪري تہ هو انهن ٻارن جو ابو آهي، جانسن جي ان دعويٰ ڪي عقيدو سڏڻ گهرجي. سو بہ هڪ الهامي عقيدو."

متئين مثال ۾ سچ. عقيدي جي ترديد ڪرڻ ضروري نہ ڄاتي، پر هندستان ۽ پاڪستاني تناظر ۾ جڏهن سچ ۽ عقيدي ۾ وڇوٽي ايري ٿي تہ عقيدو (ڪاغذي ناهن لاءِ تہ طلسمي نسخو هجي ٿو) هر شڪي ۽ تنقيدي سوال پڇجندڙ فردن جي سوالن ۽ شڪايتن تي، چڙ مان ٻاهوڙجي پوي ٿو ۽ شاهاڻي انداز ۾ سندن سوالن کي باغي "پناهگير

جي هڪ نئين ڪهاڻي“ چئي، نظرانداز ڪرڻ لڳي ٿو. اهڙيءَ ريت، انڌو عقيدو جيڪو سچ وانگر حقيقتن جي باهه مان گذري پڇي راس ناهي بڻيو سچ ۾ عقل تي ٽٽوليون ڪري رهيو آهي. ويچارو سچ، ان چڪتاڻ ۾ توڙي موڙي پيش ڪيو پيو وڃي.

مان ائين به ڪونه ٿو چوان ته، جلاوطنيءَ جي ماريل شخص جي هر ڪهاڻي سورنهن آنا سچ هوندي، اها گهڻو ڪري هن جي ذاتي جاڻ ۽ تجربن تي مبني هجي ٿي. سندس ڪهاڻي وري به ته ذاتي پوڳنائن ۽ تلخ هنياءُ ڏاريندڙ تجربن جي يادن تي ٻڌل هجي ٿي، تنهن ڪري فيصلو ڏيڻ وقت ان ۾ نامعقوليت ۽ جذباتيت جو گهڻو عنصر داخل ٿي وڃي ٿو جنهنڪري اها پنهنجو قدر وڃائي ويهي ٿي. روڳي روپ ڌاري پلوڙ مسلمان قوم ڪي، هڪ ئي صف ۾ بيهاري، ڪين عورتن جون عصمتون لٽيندڙ، تباهي مچائيندڙ وحشي، شيطان جي پچڙي ۾ غير مسلم اقليتن کي پاڪستان مان تڙي ڪڍندڙ هجوم طور پيش ڪري ٿي.

ڪٿي ائين نه به هجي، پر اسان جڏهن، پاڪستان تي نظر ڪيون ٿا، ته اڄڪلهه اولهه پاڪستان غير مسلم آباديءَ کان تقريبن پاڪ نظر اچي ٿو. هڪ ديرپا ۽ پيچيده ڪارروائيءَ ذريعي، اوير پاڪستان مان به غير مسلمانن جي خاتمي جو بندوبست ڪيو پيو وڃي..

هاڻي ٻن انتها پسند روين، (هڪڙو جيڪي روڳي حد تائين خود پسند آهي، يا ٻيو وري ڪٽر مذهبي آهي) مان ڪهڙي گروهه جي طرفداري ڪجي؟

# فتنا۽ فساد جاري ۽ ساري آهين!

پاڪستان جو پناهگير توهان کي سچ ڳالهائيندي ملندو ۽ قبول ڪندو تہ پاڪستان ۾ جيڪو ڪجهہ ٿي رهيو آهي، سو فرقيواريت جي ڪنورتا پريل عملي شڪل آهي ۽ هو اهو بہ سمجهي ٿو تہ هي فرقيواريت ايٽمي بم جهڙو هاڃيڪار ٿل رکي ٿي، پر هن فرقيواريت تي ٻڌل اٿل پٿل خلاف هو ڪابہ مزاحمت نٿو ڪري سگهي، نہ ئي وري ڪو ڀيو خيرخواهہ مسلمان هن نرالي اسلامي رياست جي قيام سان پاڻمرادو عمل ۾ ايندڙ سازشن، ڪارروايين ۽ عملن کي روڪڻ واسطي ڪي ڪارائتا قدم کڻي سگهي ٿو پر هي راءِ مفصل سچ ڪين آهي.

اهو بلڪل عيان آهي تہ پنجاب ۾ ٿيل قتلام پٺيان، عوامي جنونيت جي ڏماڪيدار قوت هئي، پر بسترو گول ڪندڙ برطانوي حڪمرانن جو بہ ٿورو گهڻو رول هو.

تڏهن بہ اسان کي پنجاب جي قتلام کي، ان صوبي جي غير فطري ورهاست جو اڻٽر نتيجو سمجهڻ گهرجي ۽ خاص طور تي فرقيواريت جي بنياد تي ٿيل ان ملڪ جي ورهاڱي ۾ سک برادريءَ جو بي رحم ڪوس بہ پنجاب ۾ ٿيندڙ قتلام جو اهم ڪارڻ هو.

پر جيڪو ڪجهہ سنڌ، بلوچستان، سرحد ۽ اوڀر بنگال ۾ ٿئي پيو اهو هرگز اڻٽر نہ هو. انهن پرڳڻن جي يوڳنائن ۽ الميي جون پاڙون ڏاڙئي لشڪر جي حرفتي، ڪنور ۽ منظم سازشن ۾ لڀي سگهجن ٿيون. هنن وٽ رياستي اختيار بہ هئا، تہ مقامي هلڪڙن ۽ چسن، جاگيردارن وغيره جي حمايت بہ حاصل هئن، جيڪي هتان جي اصل مسلمان رهاڪن جا نمائندا بنهہ ڪونہ هئا، پر ڦرلٽ ۾ ڌارين جا ڀاڱي ٻڌيا.

سنڌن عملن ۽ ڪارروايين ۾ ڪو تعصب يا ڪٽر پڻو نظر ڪونہ آيو نہ ڪنهن غير مسلمان کي پنهنجو مذهب بدلائڻ يا وري ڪيس قتل

ڪرڻ جو واقعو پيش آيو نہ ڪنهن هندو نينگرين کي يرغمال ٿيندي ڏٺو ويو پر نون پرڳڻن ۾ ڦرلٽ ۽ ڌاڙن جا وڏيڪ موقعا ئي نئين قيادت لاءِ محرڪ ثابت ٿيا.

اهو هڪ عظيم الشان ”بحالي آپريشن“ هو جنهن جي هر مرحليوار ٿيندڙ سياسي راند لاءِ هدايتون ڪراچيءَ مان ملي رهيون هيون. ياڳل مُلن ۽ ٻاهران درآمد ٿيل غنڊن کي ان آپريشن کي سهل نموني سرانجام ڏيڻ لاءِ ڀرتي ڪيو ويو.

مقامي مسلمان آباديءَ جي ججهي انگ جون دليون ۽ ذهن اجا سالم آهن ۽ انهن غير مذهبي ٽيڙ جي نون سبقن جي سکيا وٺڻ شروع ڪئي آهي. سندن هڙني فخر لائق تاريخي ۽ جاگرافيائي اهجاڻن ۽ روايتي قدرن کي ڀڳو ڀوريو ويو آهي. پناهگيرن جي وڏيڪ لشڪر جي سندن علائقن ۾ وڏي پئماني تي آباديءَ واري مصيبت بہ سندن مٿان لامارا ڏيئي رهي آهي. جلاوطني ماڻيل ديس واسين جيان هنن بہ پناهگيرن جي اڳرائيءَ ۽ زوراوريءَ کي ڀوڳيو آهي. يقيناً هو هن وقت هندن کي وڏيڪ سارينداهوندا، ۽ هندن کي بہ ان ڳالھ جو شايد صحيح اندازو ڪونہ هوندو.

اهو هڪ تاريخي سچ آهي، جنهن لاءِ مان قسم کڻي چئي سگهان ٿو ۽ مون کي هڪ خودپسند ۽ ڏورانهن ديس ۾ ويٺل واعظي شخص نہ سمجهيو وڃي. مان اولھ پاڪستان جي مسلمانن سان ڳپل زندگي گذاري آهي، ان معاشري جو ويجهڙائي سان مشاهدو ڪيو آهي، سندن رد عمل ۾ هر ڏينهن متجندڙ شعوري اوسر کي ڏٺو اٿم. جيستائين، نئين اسلامي رياست، (جيڪا ڪين جنگ بنديءَ واري عهدنامي عيوض ڏني وئي هئي) تي يارتي مهمجو مسلمانن جو غلبو هوندو، تيستائين اتي رهجي ويل هندو اقليت جي زندگيءَ جي خاطري تي نہ ٿي سگهي ۽ اهي سڀ ڳالهيون اڄ جو سچ آهن.

پاڪستان ۾ غير مسلمانن جي مصيبتن کي ورهاڱي جي کاتي ۾ آڻڻ، خاص ڪري جنهن بي رحماڻي ۽ اڻ رٿيل انداز ۾ ورهاڱو نازل ٿيو هاڻي هڪ عام رواجي ڳالھ ٿي چڪي آهي.

هن نئين جڙيل رياست ۾، جتي غير مسلمان اقليتون ملڪ جي آباديءَ جو هڪ ڀاڱي ٽئين حصي تي مشتمل هيون، هڪ ڪلي عام

فرقيواريت جو پرچار ڪندڙ پارٽيءَ (جيڪا ماضي ۾ هڪ مطلق العناءَ پسمنظر رکندڙ هئي) حڪومت جون واڳون سنڀاليون آهن. ان سڄيءَ ڳالهہ ۾ جنهن تلخ ۽ خراب حقيقت کي پاسيرو ڪيو ويو آهي، اها هيءَ آهي تہ جن فردن کي طاقت جو سرچشمو بڻايو ويو. اهي ڪنهن بہ لحاظ کان مقامي رهاڪن جي سچن جذبن، خوابن ۽ خواهشن جا آئيني دار نہ هئا.

مسلم ليگ جي جهور پوڙهيءَ قيادت جي سڄي درجہ بندي، انتظامي عملو مالي سرپرستي ڪندڙ سياستدان، سڀ جا سڀ، لوڀي، هيچي ۽ حد درجي جا لالچي هئا. ساڳئي وقت هو پاڪستان جي مٽيءَ ۽ روايتن کان بہ بلڪل ناواقف هئا. غير مسلمان تہ هنن کي پنهنجي بينڪي ڏنڏن قائم رکڻ لاءِ آسان ۽ هيٺو هدف اچي لڌا هئا.

جيڪڏهن ڪنهن گانڌيءَ جهڙي مقامي مسلمان (سرحدي گانڌي خان غفار ڏانهن اشارو) احتجاج ڪرڻ جي جرئت تي ڪئي، تہ کيس زندانن ۾ قيد ڪيو تي ويو. جيڪڏهن ڪنهن سهروردي، يا کهڙي، پنهنجي اُجري شعور، سمجهہ ۽ ضمير جو آواز ٻڌي ان جو اظهار ڪيو تہ مٿس غدار هجڻ جي تهمت لڳائي، کيس ماٺ ڪرايو ويو. جيڪڏهن ڪنهن صوبي، مقامي ماڻهن ۽ روايتن لاءِ پختي يڪجهتي ڏيکاري تہ، ان کي ”متعصب صوبو“ قرار ڏنو ويو ۽ انهن جي يڪجهتي ۾ ڏقيڙ وجهڻ لاءِ فرقيواريت کي هشي ڏني وئي. اهو سڀ ڪجهہ وڏيءَ چالاڪيءَ ۽ ڪنورتا وارين پاليسين ذريعي عمل ۾ آندو ويو.

تاريخ ۾ اسان کي اهڙيءَ نوعيت جو ٻيو ڪو مثال نٿو ملي، جتي لاچار ۽ بيوس، سياسي شعور کان وانجهيل ماڻهن، جن کي نئين ايندڙ تبديليءَ جي پلي پت جاڻ بہ ڪونہ هئي، مٿن قانوني هٿڪنڊن وسيلي مجرماڻو نظام مڙهيو ويو هجي ۽ ها. شايد توهان فورموسا جي مثال جو ذڪر ڪندؤ جتي چيانگ ڪائي شيڪ جي حڪومت، آرميءَ جي مدد سان مقامي ماڻهن جو جيئڻ جنجال ڪري وڌو آهي، پر اها حڪومت پنهنجي باري ۾ جمهوري ۽ قانوني هجڻ جو ڊرامو بہ نہ ٿي ڪري.

# فرقيوارانہ تڪرارن جو سلسلو جاري رهيو

وڏن صاحبن تہ چيو هو تہ آزاديءَ کانپوءِ فرقيوارانا جهڳڙاءِ خونريزيون بند ٿي وينديون، پر ائين تہ ڪونہ ٿيو تہ پوءِ 1947ع واري فرقيوارانہ حل جو اصل مقصد ڇا هو؟ دڙڪا ۽ دهمان ڏيندڙ مسلم ليگي مٿي جي سور کي (جيڪو بمبئيءَ ۽ لکنؤ ۾ پکڙجي رهيو هو) ڏورانهين ڪنڊ تائين منتقل ڪيو ويو ۽ گڏوگڏ جن بدڪردار ۽ ڪٽرمذهبي ماڻهن کي ڪانگريس پاڻ ۾ ضم ڪرڻ ۾ ناڪام ويئي هئي، اهي سڀ مسلم ليگ ۾ شامل ٿيا. عام اخلاقيات، نہ ئي وري سياسي شائستگي اسان کي اجازت ڏيئي ٿي تہ پاڪستان مان تڙي ڪڍيل هندن تي ٺٺولون ڪندا وتئون، يا ويچاري پاڪستاني مسلمان عوام کي، ان ملڪ ۾ ٿيندڙ ڏوهن جو قصور وار قرار ڏيئون.

نج قصورَ انهن ڪٽيل پرڳڻن ۾ ڳولهڻ نہ گهرجن. جو تہ اُتي تيرهن سؤ سالن کان موجود مسلمانن جي حڪومت هيٺ هندو اقليت نہ فقط زندگي بسر ڪندي ٿي آئي، پر وڌندي ويجهندي پئي رهي هئي. اسان کي ان ڏس ۾ اصلي ڏوهاري ڳولڻ لاءِ ڀارت ڏانهن ڏسڻو پوندو. جتي هندو اڪثريت ۽ مسلمان اقليت باهمي تڪرارن کي سلجهائڻ لاءِ فيصلو ڪيو تہ ان فرقيوارانہ مسئلي کي ڪنهن هڪ پار منتقل ڪري ونجي تہ مسئلو حل ٿي ويندو.

ڀارت کي جڏهن آجپو مليو تہ ان مٿان پنهنجي ئي ماڻهن حڪومت ڪئي. پاڪستان کي آزادي ملي تہ ڏنو ويو تہ يورپي راڄ کي هاڻي يوپيءَ وارا سنڀالڻ لڳا.

ڀارت جون واڳون انهن فردن سنڀاليون، جن اتي جي مٽيءَ تي ئي آجپي لاءِ جنگيون جوتيون هيون ۽ اتي جنگيون ڪٽيون بہ هئن. انهن ۾ مسلمان توڙي هندو شامل هئا. پر پاڪستان تي انهن ماڻهن قبضو ڄمايو جيڪي ڏيک ويک ۾ تہ ڏاڙهي ڪوڙيل، بدبخت هندن جهڙا ٿي

لڳا, جن اسلام خاطر پنهنجون خيالي جنگيون ڪنهن ٻئي هنڌ لڙيون هيون, تہ بري طريقي سان هارايون بہ هئن. ڀارت, جديد سيڪيولر سياست جو رستو ورتو جڏهن تہ پاڪستان, تاريخ جي وچئين دور واري مزاج ڏانهن موٽ ڪاڏي, حڪمران طبقي جي بقا لاءِ هڪ تنگ نظريو اپنايو. ڀارت کي امن پيو کپي, پاڪستان جنگ لاءِ پيو تڙپي تہ ٻنهي ملڪن ۾ اڳوڻن تڪرارن جو تسلسل برقرار رکيو وڃي, پر نتيجي ۾ غير مسلم اقليتون سندن تڪرار جو ڪاچ ٻڄنديون رهيون. هن ملڪ اندر اقتدار ڏٺي) سچا ۽ کرا ماڻهو ڳولئي ڪونہ ٿا لين. اهڙي عام شهري جن کي ڀارت هضم ڪري نہ سگهيو سي پاڪستان جي حصي ۾ آيا.

لياقت علي خان, تہ ڪنهن بہ طرح پاڪستان جي نمائندگي ڪرڻ لاءِ اهل ئي ڪونہ هو. هن ويچاري اڳوٽي نواب زادي جو تہ پاڪستان ۾ پنهنجو تڪ بہ ڪونہ آهي, ان جي باوجود هن جي هٿن ۾ رياستي ڍانچو سونپيل آهي, تنهن ڪري هن لاءِ اهو لازمي ٿي پيو آهي تہ هو پراڻيون ڪٿائون کي استعمال ڪندو رهي. اهي داستان ۽ ڪٿائون تہ تڏهن ئي ختم ٿي ويا, جڏهن هن تاج محل, آگري ۽ دهليءَ جي جامع مسجد جو وڪرو ڪيو هو. اهڙيءَ طرح ورهاڱي کان اڳ وارو تڪرار پاڪستان ۾ جيئن جو تيئن برقرار رهيو آهي. ساڳيو ئي گمراهہ ڪندڙ منطق, ساڳيون ئي ڪاريگريون, ساڳيا ئي ٽنل قتل ۽ هر هر ورجايا ويندڙ فقرا, اهي ئي نڳين ۽ ڌمڪين واريون رمزون جاري وساري آهن. بي وفا, ۽ دل ڦينڪ زائفان جيان, اولهہ جي ملڪن سان پاڪستان جي دل لڳي هلندي پئي اچي.

جيتوڻيڪ, نون اڳواڻن چيو هو تہ هو خاص مذهبي مقصد لاءِ قائم ڪيل رياست جي ڀرپور نمائندگي ڪندا, پر پاڪستان جا اڳواڻ تہ اڳوٽيءَ اقليتي برادريءَ واريءَ ذهنيت جو مظاهرو ڪري رهيا آهن. توهان ان ذهنيت کي, ”پناهگير ذهنيت“جو نالو ڏيئي سگهو ٿا, پر پاڪستان ۾ اها ذهنيت مقامي مسلم ملت اڳيان پنهنجا ڏک۔ سور ورجائڻ تي, ئي مطمئن نہ آهي, بلڪ انڊيا مان درآمد ٿيل مسلم ليگي صاحبن جي داستانن ۾ ڏکن ۽ بيوسيءَ جو تہ سوال ئي نہ ٿو اڀري, ڇو تہ هنن تہ اسلام جي نالي تي سوديبازي ڪئي ۽ ڪليل اکين سان مسلم

ملت جي اڏ آباديءَ سان دولاب ڪين. ۽ اسلام جيڪو ڪنهن به سرحدن جو پابند نہ ٿو هجي، ان جي اصل مشن سان بہ دغا ڪين.
تہ پوءِ ڇا پيا. واقعي بہ اسان کي تعجب ٿئي تہ غير مسلمانن کي ان ملڪ ۾ ڪوبہ موقعو نہ ڏنو ويو ۽ دهلي معاهدي باوجود بہ لياقت علي خان جي لفظن تي ڀرسو نہ ٿو ڪري سگهجي.
تي سگهي ٿو تہ لياقت علي خان هن ڀيري متان پنهنجي قولن بابت سنجيده هجي، جيئن اڳ بہ هو طوطي وانگر رٽيل جملن بابت سنجيده هوندو هو. چوندو هو: ”منهنجو واعدو آهي تہ پاڪستان ۾ اقليتن سان منصفاڻو ۽ فراخ دلي وارو برتاءُ ڪيو ويندو.“
پر اقليتن کي ڪڏهن بہ اهو پڪو يقين نہ ٿو ٿي سگهي تہ، هو ڀيهر قربانيءَ جا ٻڪرا بڻايا نہ ويندا. هندستان جي مختلف عمل، يا پاڪستان جي اندروني سياست جي ڏقيڙ ۾ هنن کي شامل نہ ڪيو ويندو. اقليتون هميشہ يرغماليءَ واري نظريي جي يڪ طرفي، بي اصوليءَ تي ٻڌل ڪارروائين جو هدف رهيون آهن. اهي تيستائين پاڻ تي مڪمل اعتماد ڪري نہ سگهنديون، جيستائين حڪمران طبقي جي ڪنهن بہ هڪ رڪن جي بنگلي ۽ ڪارخاني لڳائڻ واري بک ۽ خواهش ختم نہ ڪئي ويندي.
ڪوبہ ماڻهو پاڪستان جي اقليتن جي مسئلن بابت گهرو ادراڪ رکي ڪونہ سگهندو. جيستائين هو ان رياست جي بنيادي خاصيتن ۽ حالتن کي نٿو سمجهي، جن سبب نئين رياست پنهنجي زندگيءَ جو آغاز ڪيو.
پاڪستان جي ڏينهون ڏينهن وڌندڙ گهوٽالي جي ڇتي پروڙ اسان کي تڏهن پوندي، جڏهن اهو سمجهي وٺنداسين تہ هن اوپري رياست (پاڪستان) لاءِ نہ رڳو مقامي ماڻهن، پر پناهگيرن جي لشڪر بہ ٻارڻ ٻاريو آهي، جن جي گهٽائي ان غلط مهم جوئيءَ مان اڪتائجي چڪي آهي، ۽ چوڌري خليق الزمان وانگر چانورن جو ڪارخانو ۽ بنگلو ماڻڻ جي هام نہ ٿي هڻي سگهي.
تازو ئي ڪراڙي چوڌري صاحب جو زوال بہ ڏنوسين. جيڪو هن جي پناهگير دوستن هٿان ئي سرزد ٿيو هو. اها ڳالهہ پاڪستان ۾ پيچيده سياسي سازشن جي نشاندهي ڪري ٿي.

# سچ ضرور ٻڌائڻ گهرجي

## ٻيو گانڌي جنهن جي اظهار راءِ واري حق کي پاڪستان ۾ دٻايو ويو آهي!

پاڪستان ۾ جتي، قديم زماني ۾ نهيل ٽاٽي جون پٽيون هن کي گهيري ويٺيون آهن. اتي ئي هن نئين رياست جو ضمير به جيل ۾ قيد ٿيل آهي.

هو هڪ پٺاڻ آهي، قداور، هڏائين پيچري جهڙو هڏڪاٺ. ڏکن جا زيبپت سهندڙ، ڏٻرو جسم. پوڙهي ڏاڙهي رکيل اٽس ۽ هن جي اکين ۾ سانت جي جهلڪ نظر اچي ٿي. هُو هڪ خوددار ۽ ويڙهاڪ جماعت جو سرواڻ آهي. هن جي اميراٽي آکڙ پري زندگيءَ (جنهن کي هن انسان ذات جي ڀلي لاءِ ارپي ڇڏيو آهي) ۾ خاموش وڏپڻو نظر اچي ٿو. اسان هن کي سرحد جو گانڌيءَ به ڪوٺيندا آهيون. اهنسا جو پرچارڪ ڪندڙ آهي. هو شهيد ٿيل گانڌيءَ جي تقليد ڪندي، پٺاڻن جي ويڙهاڪ قوم منجهان جڙي راس ٿيو آهي. جيئن هتي، انڊيا ۾ گوڊسي الائي ڪٿان اچي ٽپڪيو ۽ گانڌي کي شهادت جو جام پياريائين ته سرحد جي  هن پار به اهڙا گوڊسي ڦٽي نڪتا هئا، جن پڪو پهه ڪري ورتو هو ته مسلمانن جي هن معزز ترين اڳواڻ کي غدار جو لقب ڏيندا ۽ هن کي هڪ شهيد سورمو بڻايو ويندو.

چار سده جي خان عبدالغفار خان کي پنهنجي قوم جا فرد باشاهه خان سڏين ٿا. وٽس جائي ڄم کان سرواڻ هجڻ جي قابليت هئي، پر جنهن مٽيءَ مان هن جو جنم ٿيو اتي هاڻي پاڪستان بڻجي چڪو آهي. اتان جي هلڪڙي قيادت ڪيس اظهار جي آزادي جو حق ڪتب آڻڻ کان روڪيو آهي. غفار خان هڪ کرو انسان ۽ سچو سورهيه آهي، جنهن جي اصل لڙائي ته چالو ئي انگريزن جي وڃڻ کانپوءِ ٿي. ائين به

ڪونهي تہ اڳ ۾ انگريزن کي ڪو سک جو ساهہ کڻڻ ڏنو هئائين، انهن سان بہ جنگ جوٽي هئائين.

غفار خان هيٺن ۾ دردمندن جو پرجهلو هو ڇو تہ سندس قبيلي جي روايتي سورهيائي ۾ دين اسلام جي سکيا. هن کي زندگي گذارڻ جا اهي ئي درس ڏنا هئا.

هو سپنا ڏسندڙ شخص آهي، جنهن جا سپنا بہ پنهنجي جابلو قوم جيان کرا ۽ اڻ گهڙيل آهن. هو هڪ ارڏو ۽ اڻ موٽ رهبر، ٻاجهارو دريا دل، پلوڙ شاناٿتو خالص ۽ سنجيده انسان آهي. هن ۾ ئي اسلام جو اصل جوهر پسي سگهجي ٿو.

هي اڄڪلهہ قيد ڪوٺڙيءَ ۾ زندگي گهاري رهيو آهي، ۽ ڳري جُهري رهيو آهي، ڇو تہ هو پاڪستان ۽ انڊيا، جيڪي اڳ پارت ۾ شامل هئا. جو اصل ضمير آهي. جڏهن هڪ ڀاڱو ٻئي ڀاڱي سان نفرت ڪرڻ جا گُرَ سکيا تہ ان ڏينهن اها ڀارت بہ مري ويئي.

بهرحال، باشاهہ خان پنهنجي من ۾ ملڪ بدر ٿيل لکين ماڻهن (ان ڏتڙيل ۽ استحصال جو کاڄ بڻجندڙ مخلوق، جنهن لاءِ اصل آجپي کي اجا اڳتي اچڻو آهي) جي درد ۽ پوڙنا کي سانڍي رکيو آهي. هن ذميواري کنئي آهي تہ هو گانڌيءَ جي ڇڏيل مشن کي اڳتي کڻي هلندو.

خان عبدالغفار خان ئي ننڍي کنڊ جي ٻن ويري ۽ رٺل ڀائرن جي وچ ۾ ويڇا ختم ڪرڻ جي پل فراهم ڪري ٿو. هو ٻن عظيم آبادين، جن کي نيٺ گڏجي سڏجي رهڻو آهي، تن وچ ۾ امن ۽ هم آهنگي پيدا ڪرڻ جي ضمانت ڏيئي سگهي ٿو.

***

اهو منهنجو استحقاق ليکجي، تہ هن عظيم ماڻهوءَ سان منهنجي واقفيت آهي. هن جي عظيم جدوجهد، جنهن ۾ انهن سين وفادار ماڻهن کي شريڪ ٿيڻو آهي، جن جو ايمان ۽ اعتبار اٽل رهيو آهي، جيڪي جيڪي انسانذات جي بهتريءَ ۽ ڀلائيءَ بابت سوچين ٿا. منهنجي خوشقسمتي ليکجي جو مان بہ ان جدوجهد سان سلهاڙيل رهيس.

مون کي اهو بہ شرف حاصل آهي تہ مان قيد جي اٿڙ حالتن ۾ بہ ساڻس گڏ هئس. توهان کي تہ خبر آهي، تہ ڪوبہ ماڻهو جيڪڏهن

عبدالغفار يا سندس جوڪائتي جدوجهد۔ جنهن معرفت هو خود اسلام ۾ باندي بڻيل پاڪستاني عوام کي آجپو ڏيارڻ گهري ٿو۔ سان لهه وچڙ ۾ اچي ٿو تہ ان جو کهڙو حشر ٿي سگهي ٿو.

مان ساڻس پهريون ڀيرو 1931ع ڌاري مليس, جنهن وقت ڪراچي ڪانگريس جو اجلاس هلي رهيو هو. ان وقت مان اسڪولي نينگر هئس. تن ڏهاڙن ۾ اسان لاءِ هو ديومالائي, تاريخ ساز شخص هوندو هو. سندس ڳاڙهيءَ صدريءَ واري تحريڪ ان وقت هڪ مام بڻيل هئي, جنهن جهيڙهاڪ ۽ خوشمادڙين خانن جي سرحد پرڳڻي ۾ برطانوي راڄ خلاف ٻڙڌڪ مچائي ڏنو هو.

هڪ ننڍڙو ڇوڪرو هئڻ ڪري مون لاءِ اهو فطري هو تہ سفيد پوشاڪ پهريل, پنهنجي ننڍڙي سنڌ صوبي جي ڪارڪنن جي ڀيٽ ۾ پٺاڻ گانڌيءَ کي وڪوڙيندڙ ڳاڙهيءَ صدريءَ ۾ ملبوس ڪارڪنن لاءِ وڌيڪ موهہ رکان. جيئن ئي ڪانگريسين پنڊال جي ٻاهران نظم و ضبط ۾ هلڻ شروع ڪيو ۽ دهلن ۽ شرنائين جا آواز وجڻ لڳا, تہ مان بہ ان پريڊ ۾ هنن سان شامل ٿي ويس ۽ پاڻ کي انهن جي گروهہ جو هڪ ڪارڪن سمجهڻ لڳس.

ساڳيءَ طرح, اها بہ هڪ فطري ڳالهہ هئي تہ نئون گانڌي, جيڪو هڪ اوپريءَ جڳهہ تان پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪري رهيو هو, ڪيس پڻ وائڙائپ مان تڪيندڙ انبوهہ جي ڀيٽ ۾ پورالي ڇيروءَ ڏانهن وڌيڪ ڇڪ محسوس ٿئي. اهڙيءَ طرح, اسان ٻنهي وچ ۾ قربت ۽ رفاقت ممڪن بڻي. هن ڊائيس تي مون کي پاڻ سان گڏ ان ڪرسين مان هڪ تي ويهاريو جيڪي ڪانگريس جي اعليٰ پائي جي رهنمائن لاءِ مخصوص هيون.

ٿي سگهي ٿو تہ اهو واقعو هن کي ياد نہ هجي, پر مان پٺاڻ سان ٿيل دوستاڻو تعلق ڪڏهن بہ وساري نہ سگهيس.

سنڌي نينگرن جو پٺاڻن بابت تصور, هونئن ڏاڍو ڀوائتو ٿئي ٿو. هو سمجهندا آهن تہ پٺاڻ هڪ هيبتناڪ ڀوائتو شخص هجي ٿو, جيڪو پتڪڙن ٻارڙن کي ڪائي هڙپ ڪري ڇڏيندو آهي يا ضعيفن ڪان شيون ڦري الوپ ٿي ويندو آهي.

اسان جي گهرن ۾ اسان کي سڌارڻ خاطر امڙيون ٻپ ڏياريندیون هيون تہ جيڪڏهن عقل کان ڪم وٺندي، پنهنجي هلت چلت درست نہ ڪنداسين تہ ڦداور ۽ ٿلهو متارو پناڻ اچي اسان کي ڪٽي ويندو. پر هتي پنهنجي اباڻي شهر ۾ مون هڪ اهڙي پناڻ کي ڏٺو جيڪو معصوم ۽ ٻاجهارو ٿي لڳو جنهن جو ڏکهو قد، مون کي تہ ڏارين حاڪمن لاءِ سگهارو قلعو نظر ٿي آيو.

مٿي ٻڌايل قصي وانگر، هن مون کان بہ ڪجهہ ڪسي ورتو هو. ان ڦر ۾ منهنجي چوڪراڻ رومانوي سوچ هئي، جنهن سان مان آزاديءَ جي پرهہ جا خواب ڏسندو هئس، جڏهن سڀ برطانوي آقا، اسان جي مٿيءَ تان پنهنجا پير هٽائيندا.

***



ڄامڙن جي طاقت

سورنهن سالن ڪانپوءِ مان وري ان پٺاڻ رفيق سان مليس، ساڳي ئي ڪراچي شهر ۾، پر جيڪو هاڻي منهنجي قوم ڪان اوپري لشڪر جهڙي ورتو آهي ۽ پاڪستان جي نئين رياست جي راڄڌاني تا ڪونس، ۽ پارت مان درآمد ٿيل، جنوني رد عمل جو ڳڙهه پڻ بڻجي چڪو آهي.

برطانوي آقائن، هي ديس تہ ضرور ڇڏيو پر ورهاڱو برپا ڪري زوردار ڌهڪ سان هن خطي کي خالي ڪيُن. هن علائقي ۾ سندن ڀل تہ ساڳيو ئي قائم هو. هو پوئتي پنهنجا جوڙيوال ۽ ايجنٽ مقرر ڪري ويا هئا، جيڪي اسلام جي نالي تي ٺهيل نئين نمائشي نظام پٺيان نِوڙي وينا هئا. اڳوڻن آقائن جي جڳهه نون آقائن والاري ورتي، جيڪي مقامي ماڻهن ۽ ڌرتيءَ جي تيرنهن سئو سال پراڻي پسمنظر کان بلڪل ناواقف هئا.

15 آگسٽ، يا هلو پلا 14 آگسٽ تي سياسي طاقت جون واڳون مسلم ليگ ۽ ڪراڙي جناح جي هٿن ۾ منتقل ڪيون ويون. هڪ ٽيڙي ۽ بگڙيل آزادي، اسان کي سونپي وئي. تن ڏينهن ۾ سگهڙ چرچو هٽندا هئا تہ، برطانيا پاڪستان تان انديا کان هڪ ڏينهن اڳ دستبرداريءَ جو اعلان ان لاءِ ڪيو هو، ڇاڪاڻ تہ هنن پاڪستان کي اصل ۾ آزاد ڪيو ئي ڪونہ هو.

صوفي شاعرن ۽ عظيم بزرگن جي ڌرتي، جتي ويدن ۽ اسلام جو سهڻو امتزاج پسجندو هو، ورهاڱي ڪانپوءِ ان ڌرتيءَ تي ڇڻ تہ ٻرندڙ جهنم کي چوٽ ڏني ويئي هئي، جنهن ڌرتي کي هاڻي پاڪستان تا سڏن. پنجاب ۾ قتلام جي جڌهن باهہ ٻري، تہ ان جي لهس کي پاڙيسري پٺاڻن، سنڌين، بلوچن جي ديسن ۾ بہ محسوس ڪيو ويو.

انهن قومن جي سادن سودن، ارڏن فردن جو من، سئو سالا برطانوي حاڪميت هيٺ رهندي بہ اجا تعصبي ڪونہ بڻيو هو. سدائين ڌارين اوپرن لشڪرن ئي انهن جي تاريخي ماڳن کي ڪنورتا سان ميساريو هو. سدائين ٻاهر کان آيل حملاآورن اسلام تي قسم کڻندي، هن پاڪ ڌرتيءَ تي، جتي هندو ۽ مسلمان قرب

سان رهندا ٿي آيا. فخر سان ماڻهن جو ڪوس ڪيو انهن کي ڦري لٽي، سندن ڌرتيءَ جي بيحرمتي ڪيائون.

دهليءَ ۽ لکنؤ کي وڪرو ڪري آيل، سچي دل وارن اوپرن وٽي پاڪستان زنده آباد جا نعرا هنيا. ۽ هن صوفياڻيءَ ڌرتيءَ جي هر مقدس روايت کي چيپاٽيندا رهيا. هن ڌرتيءَ کي پاڪستان ڪوٺڻ لڳا. جتي هر بخيل، ڦڏائي ۽ ٺڳ پنهنجي زندگي جو گاڏو گهلي ٿي سگهيو. شرط اهو هو ته، هو ذات جو مسلمان هجي. پڪا گهڙا ٿي ويل ڪامورا ۽ پارت مان درآمد ٿيل ليگي نواب سيٺجي دعوي ڪرڻ لڳا ته، اهي ئي اسلام جا بااختيار ٺيڪيدار ۽ محافظ آهن. ۽ مقامي هلڪڙا ۽ نئينءَ مان آسوده بڻيل ماڻهو پنهنجي لوڀ ۽ لالچ سبب، انهن آقائن پويان چوري چوري، پير پير تي رکي هلڻ لڳا.

ورهاڱي مهل جڏهن هندو سرحد پار وڃڻ لاءِ پيچ ڊڪ ۾ هئا، ته مقامي مسلمانن پنهنجي ديس واسين جي بيگناهه جلاوطنيءَ تي، پيڙا مان ڳوڙها وهايا. هو ته پنهنجي هندو ديس واسين سان هزارين سالن کان قرب ۾ رهندا آيا هئا. هندن انهن هزار سالن ۾ ڪانئن ڪو خطرو محسوس ڪونه ڪيو هو. سرحد جي هن پار انديا ۾ به، هندو گوڊسي جهڙا قاتل بڻجي ويا ۽ گهايل مسلمانن کي اتان لوڏي ڪيڏي پاڪستان ڏانهن موڪليائون.

نئين اسلامي رياست جا ملازم پنهنجي قيمتي نوڪرين کي ڇهتيل ۽ هندن جي ملڪيتن کي ڦٻائڻ ۾ مشغول رهيا. جتي بيگمات، بنگلن ۽ ڦرلٽ جي سياست جو غلبو هو ان رياست کي هاٿي پاڪستان چوندا ٿا وتن. اهو ڪيڏو نه طلسمي اکر آهي، جنهن گنل ۽ بدعنوان سياستدانن کي طاقت جي ڪرسين تي اچي ويهاريو هو.

لڪين اثر انداز ٿيل پناهگير پنهنجون اميدون کڻي نئين پناهه گاهه ڏانهن آيا، ان مهل هو اسلام جي سيڪاريل سبقن، جهڙوڪ: همدريءَ ۽ مدد لاءِ واجهائي رهيا هئا. پر انهن جي نصيب جي مالڪن، نئين علائقي ۾ انهن کي استحصالي بنائڻ تي ترجيح ڏني. انهن

مهاجرن کي ڪافرن سان نفرت جي غذا تي هيرائي، سندن نشونما ڪئي وئي. گڏوگڏ مقامي مسلمان جيڪي پنهنجي قديم سرويچانه روايت کي چنبڙيا ويٺا هئا، تن لاءِ ڪدورت جا درس ڏنا ويا. مٽيءَ جي سچن سپوتن ۽ پناهگيرن وچ ۾ بي اعتقاديءَ ۽ نفرت جي ڪڏهن به پار ٽپندڙ نه ديوار ڪڙي ڪئي وئي، بس نئين رياست جي قيادت جا قرب چئجن. هو پاڻ به بنيادي طرح پناهگير هئا، پر رويئي ۾ پاڻ کي فاتح تصور ڪندا هئا. تہ هي هو توهان جو نئون ملڪ جنهن کي پاڪستان تي چيائون ۽ جيڪو تيزي سان رفيوجستان/پناهگيرستان ۾ تبديل ٿي رهيو هو.

نئين رياست جو ڪراڙو باني قائداعظم محمد علي جناح سچ پچ تہ پاڪستان جو غمگين ترين ماڻهو هو. هن ئي تہ واچوڙي کي اُپاريو هيو . جنوني تحريڪ جي سرواڻ، نيٺ اڏوهي ڪاڏل مقصد ماٽي ورتو هو. جناح پاڻ کي بديءَ جي قوتن جي هٿن ۾ هڪ باندي پانيو هو. ذاتي طور غير مذهبي ماڻهو هو، پر قسمت، آڪڙ ۽ انا هن کي خطرناڪ، مذهبي ڪٽرپٽي (جيڪو برصغير ۾ اڳ ڪڏهن بہ ڏٺو نہ ويو هو) پڙڪائڻ واري رستي تي هلڻ لاءِ مجبور ڪري وڌو هو.

ابتدائي ڏينهن کان ئي پاڪستانُ جنوني ملن لاءِ جنت مثل هو ۽ جڏهن بہ جناح، مهذب، جديد قدرن جي ڳالهہ ڇيڙي تہ انهن جناح کي قاتل اعظم جي لقب سان نوازيو. رجائيت پسند مسلمانن جي امنگن ۽ تمنائن تي پورو لهڻ لاءِ خوشامدڙين ۽ سازشي ماڻهن ۾ گهيريل هجڻ ڪري، ڪيس بدعنواني جي سمنڊ کي جهاڳڻو هو. علحدگيءَ ۽ اسلامي جنون جو منطق نيٺ اچي پنهنجي پڄاڻيءَ تي پهتو هو. ڪراڙي جناح لاءِ ڪو موقعو ئي نہ هو تہ هو پاڪستان لاءِ ڪمال پاشا بڻجي سگهي. اڪيلي روشن خيال ۽ سيڪيولر شخص کي پنهنجي انا ۾ پناهہ ڳولڻي پئجي وئي. ان روڳي پناهگاهن مان، ملڪ اندر توڙي ملڪ کان ٻاهر پاڪستان جي ويرين جا پور پڄائڻ لڳو جيڪي سندس جاکوڙ سان حاصل

ڪيل نئينءَ ڄاول رياست جو ساهُ گھٽڻ پيا چاهين. قوم جو باني جسماني طرح ۽ شعوري طرح ڏاڍو عليل بڻيل هو.

***

پاڪدامن ڌرتيءَ تي جڻ تہ دوزخ جي دڙي محسوس ٿي رهي هئي، ان سان گڏ بگھڙن ۽ ڳجھن کي بہ موقعو مليو هو تہ اهي لکين مصيبت ماريل ماڻهن کي پنهنجي هيچ جو ڪاج بڻائي سگھن.

جن فردن هن ڌرتيءَ جي آجپي ۽ شان شوڪت لاءِ جنگ جوٽي، جن پنهنجي رت ست سان، اوپرن حاڪمن کي ڌرتيءَ تان ڌڪي ڪڍيو اوچتو ئي تن پاڻ کي تهمتن ۽ مذهبي جنونيت جي طوفان هيٺ دٻيل ڏٺو. ڪين ديش دروهي ۽ غدار ڪوٺيو ويو. فاتح حريفن، انهن فردن کي ڳولهي ڳولهي مسلم ليگ جي مڙني شڪستن ۽ غلطين کي مٿن مڙهي، قربانيءَ جو ٻڪرو بڻايو. مسلم ليگ ڪيئن نہ انڊيا جي عظيم مسلم قوم کي اذيت واري زندگي گھارڻ لاءِ بند گھٽيءَ ۾ ڦاسائي ڇڏيو.

اِپي (Ipi)جي فقير، جنهن برطانوي سامراج کي هڪ گھڙي بہ سک جو ساهہ کڻڻ نہ ٿي ڏنو بلوچستان وارو خان عبدالصمد خان، جنهن پنهنجي انجمن وطن پارٽيءَ وسيلي پنهنجي ماڻهن کي مزاحمت لاءِ جاڳايو هو. عبدالڪريم خان قلات، پنهنجي جوشيلي نوجوان جٿي سان گڏ بلوچي جاڳرتا جا سپنا ٿي ڏٺا. جي. ايم سيد ۽ شيخ عبدالمجيد، جن ٻن ڏاهڪن ڪان پنهنجي ماڻهن ۾ خودداريءَ تي مبني، سنڌي حب الوطنيءَ جو جذبو جڳايو. خان عبدالغفار خان جنهن اسلامي تاريخ جي نرالي ۽ سگھاري خدائي خدمتگار جي تحريڪ کي وجود ۾ آندو انهن سيني اعليٰ، قداور شخصيتن، جيڪي اڻ گھڙيل ۽ پوئتي پيل علائقن ۾ متحرڪ هئا ۽ پراڻو هر خلافتي ۽ قومپرست مسلمانُ، جيڪو پنهنجي ماضيءَ سان سلهاڙيل رهيو. تن کي اهڙن اهڙن ماڻهن بدمعاش ٿي سڏيو. جن ڪنهن مقصد لاءِ پاڻ پنهنجي ڪپڙن تي هڪ داغ بہ ڪونہ سٺو هو.

ڪجهہ غور تہ ڪيو، قسمت ڪهڙو نہ ڦيرو کاڌو هو. دلير ۽ فخر لائق اتهاس رکندڙ فردن جو مردود ڪافرن کان بہ برو حشر ٿيو. اهي اهڙا تہ عظيم هئا، جو مسلم ليگ وانگر پنهنجي قوم کي وچ راهہ تي ڇڏي انڊيا ۾ پناهہ ڳولهڻ جو تہ تصور بہ نہ ٿي ڪري سگهيا، اهي نج ۽ کرا رهنما هئا، جنهن جي هڏن جي مک ۾ ديس لاءِ محبت جو جذبو موجود هو. ڊان اخبار جا ڪنور اداريا، انهن کي ڦاهيءَ تي لٽڪائڻ، سنگسار ڪرڻ، ڳيا ڳيا ڪرڻ ۽ ڏوهہ باسڻ جون مسلسل تجويزون ڏيندا رهيا، جن جو ڪين اڪيلي سر منهن ڏيڻو پوندو هو.

# انهن جو ڏوهہ ڪهڙو هو؟

انهن سرواڻن جو ڏوهہ اهو هو تہ انهن ڌارين آقائن (جيڪي هندو ۽ مسلمانن جا ويري هئا) خلاف ويڙهہ ڪئي، عذاب سٺائون، ۽ تڏهن بہ ويڙهہ کي جاري رکين.

انهن جو ڏوهہ اهو هو تہ هنن وڏي سورهيائيءَ ۽ خودداريءَ سان گڏيل ويريءَ خلاف، جنهن هندو ۽ مسلمان جو رت چوسيو ٿي، هندومت جي ڀلوڙ عنصرن کي پاڻ سان ڪٺي، هڪ محاذ ڪڙو ڪيو. انهن جو ڏوهہ اهو هو تہ ارڏن ۽ پراعتماد مسلمان جي حيثيت ۾، هو ڪنهن جا جوڙيوال نہ ٿيا ۽ پنهنجي هندو ديس واسين لا حقارت ۽ خوف محسوس نہ ڪيائون. انهن جي خطا اها هئي تہ هنن اسلام کي ڪراڙي، ڪنبٽي ورتل، هميشہ مصيبتن ۾ گهريل، ڏانئڻ طور پيش ڪري، ان جو استحصال ڪونہ ڪيو هئن. انهن شاندار اڳواڻن تہ پنهنجون زندگيون نئڍي کنڊ ۾ اسلام جي قسمت بدلائڻ کي ارپي ڇڏيون هيون، تہ جيئن، هر مسلمان، ڪشمير کان ڪميرون تائين ڌرتيءَ جي گولي تي آزاديءَ ۽ شان سان گهمي ڦري سگهي ۽ هن قديم ڌرتيءَ جي ثقافتي ورثي ۾ پنهنجو ڪردار نڀائي. اهي رهنما نہ ورهاڱي وقت مليل آزادي، نہ وري ماڻهن جي اڪثريت جي مخالف هئڻ کان ڊنا ٿي، ڇاڪاڻ تہ هنن جي رت ۾ سورهيائي ٻوڙي رهي هئي ۽ سندن پالنا اسلام جي ڀلوڙ روايت هيٺ ٿي هئي.

ورهاڱي کانپوءِ واري صورتحال سندن نقطہ نظر کي سچو ثابت ڪيو. پاڪستان نراسائي ۽ جنون جو ڏيهہ هو جنهن کي ڪهڙي مهل بہ پنهنجي بانيڪارن خلاف موڙي سگهجي پيو. اهو ئي ڪارڻ آهي، جو انهن اصل رهنمائن کان نوان حڪمران هيسجي ويا آهن.

***

مان جڏهن خان عبدالغفار سان وري مليس تہ هو ساڳيو ئي هو. اوچي قد وارو سنهڙو گهايل جنگجو پر هن پيري سندن شانت اکين ۾ گهٽتيءَ جو اولڙو نظر آيو. وڏي همت ڪري مان پنهنجا ڳوڙها روڪي سگهيو هئس.

اسان سنڌ جي رهواسين کي بہ پنهنجي نوعيت جي مصيبتن جو ورثو مليو. ليگي نوابن ۽ غاصب مهم جو جٿن ۽ پوتن جهڙن پناهگيرن جي لشڪرن، اسان جي ڪُنبائتي صوبي کي پناهہ لاءِ چونديو. ڪجهہ سنڌي آباديءَ کي ملڪ بدر ڪيو ويو. بين پاڻ کي محڪوم ٿيندي ڏٺو. ان اٿل پٿل ۾ اسان سنڌين جو آواز ڪٿي گم ٿي ويو. هونئن تہ اسان جلاوطن ٿيل ماڻهو مطمئن هئاسين، ڇو تہ اسان کي لڳو تہ اسان پنهنجي سنڌي ماڻهن جي خوابن ۽ خواهشن کي صحيح انداز ۾ پيش ڪيو هو ۽ هنن بہ اسان کي پٺي پٺ ڄاتو ٿي. ڪنهن بہ سنڌي، انڊيا لڏي ويندڙ هندن جي رت ۾ پنهنجا هٿ نہ رنڱيا هئا. پر هو تہ آيل مهاجرن کان بدلو وٺڻ لاءِ اتاولا هئا.

تاريخ بہ پنهنجو فيصلو اسان جي حق ۾ ٻڌائي. اسان کي ٻي ڌوهي قرار ڏنو آهي. سنڌ ليگ جي قيادت پنهنجي ڏکن جا داستان ڪٽي، اسان ڏانهن ڪهي آئي ۽ اسان کان رهنمائيءَ جي گهر ڪري رهي هئي.

خان عبدالغفار خان جي اٽتانيڪي نهار اڳڪتي ڪري رهي هئي تہ وڏين مصيبتن جا نوان باب تہ اڃا اڳتي کلڻ وارا آهن. هو نہ رڳو هندو پناٺن لاءِ فڪر مند هو جن کي دربدر ڪيو پيو وڃي، ۽ هو رڳو پنهنجي پناڻ ديس واسين لاءِ ماندو ڪونہ هو جن کي هلڪڙا مقامي سياستدان نڳي رهيا هئا، هو تہ سڄي پاڪستان لاءِ فڪر مند هو.

نون حڪمرانن جي ٻاراٽيءَ پاليسيءَ موجب هن تي غلط قسم جا بهتان لڳايا ويا. باوجود ان جي تہ هن پاڪستان لاءِ پنهنجي وفاداريءَ جو اعلان ڪري ڇڏيو هو ٻاهرين ملڪن مان اثر وٺڻ بہ ختم ڪري ڇڏيو هئائين. تڏهن بہ سندس وزارت کي الائي ڇو برطرف ڪيو ويو هن جي پارٽيءَ جي سوين ڪارڪنن کي گرفتار ڪيو ويو. پر هُن کي پنهنجي يا پارٽي جي فلاح جو ڪوبہ الڪو ڪونہ هو. پر جنهن ناقدريءَ جي روايت، مسلمان معاشري کي پنهنجي پڪڙ ۾ قابو ڪيو

هو. ۽ ڏڦيڙ ۽ اٽڪٽ سازشن جي جن خدشن پاڪستان کي ڪوس گهر بڻائي ڇڏيو هو انهن ڳالهين عبدالغفار خان کي سخت صدمو رسايو.

***

ڇا بہ ٿي پوي، سچ تہ بدّائڻ گهرجي، ڇو تہ ان کي پاڪستان ۾ وڏي اتڪل سان لڪايو ويو آهي ۽ پرڏيهہ ۾ بہ ڪيس توڙي موڙي پيش ڪيو ويو آهي. پاڪستان جي قيام جي ڪجهہ هفتن ۾ ئي بادشاهہ خان، جناح صاحب ڏانهن هڪ دوستاڻو سنيهو اُماڻيو. جنهن ۾ ڪيس سرحد جي ڪنهن بہ وقت ڌماڪو ڏيئي ڦاٽندڙ صورتحال کان خبردار ڪيائين. هن ڏسيس تہ سرحد ۾ چاليهہ لک بکايل قبائلي ٽڪرين جا رهاڪو، جيڪي اڳ برطانوي مالي مدد تي ٽڳندا هئا، نئين رياست تن جي سارسنڀال لهي ڪونہ سگهندي، هن صوبي ۾ اجا تائين پراڻو برطانوي قانون نافذ هو. برطانوي گورنر ۽ ايجنٽ پڪو اِرادو ڪري ڇڏيو هو تہ، هن علائقي جي حالتن کي استعمال ڪيو ويندو، جيڪڏهن نوبت آئي تہ ڏڦيڙ پيدا ڪرائڻ کان بہ ڪونہ لهرائيندا.

جاگرافيائي لحاظ کان ايشيا جي مکيہ ترين علائقي کي سنڀالڻ لاءِ جناح صاحب کي عبدالغفار خان هڪ سڏو گس ڏسيو ٿي، جيڪر جناح ان کي مڃي، سياسي بصيرت جو مظاهرو ڪري ها. جنهن جي ڪائنس حب الوطني بہ گهر ڪري رهي هئي. پاڪستان جي سالميت لاءِ اهو واجب هو تہ، سرحد ۾ پراڻي نظام کي بنجو ڏنو وڃي. ڪيس، پاڙيسري ملڪ انڊيا سان دوستيءَ جو هٿ وڌائڻ گهرجي ها. ڇو تہ سرحد جي حفاظت ان ملڪ جي مفاد ۾ پڻ هئي. جناح کي اقليتن جي جلاوطني روڪڻ کپندي هئي، نئين نظام کي جمهوري بڻائي هان. ۽ مسلم ليگ جي اڳوڻن حريفن کي پنهنجي اعتماد ۾ وٺڻ گهربو هوس. ڪيس ماضيءَ کي دفنائي، هڪ نئين ابتدا ڪرڻ کپندي هئي.

جيڪڏهن، ڪيس ڪشمير کپي پيو تہ ڪشميرين سامهون پنهنجو عرض رکي ها، يا انهن جي دلپسند اڳواڻن سان ملي ها. مهاراجا کي، گذارش کان اهو طريقو وڌيڪ بهتر هو.. شيخ عبدالله بہ نيٺ نج وطن پرست ۽ خوددار مسلمان هو. ڪنهن ليگي مجاهد کان ڪنهن بہ

لحاظ کان گهٽ ڪو نہ هو. جيڪڏهن پاڪستان ۾ مهذب رواجن جو قدر ڪيو وڃي ها ۽ اڳوڻن مخالفن کي سَنو وڃي ها، تہ پاڪستان سان غداريءَ جو هن وٽ ڪو جواز ئي نہ هجي ها.

***

پر، جيئن اڳي عرض ڪري چڪو آهيان تہ، پيرسن جناح، بديءَ جي قوتون، جن ڪيس وڪوڙي رکيو هو، انهن جو ٻانڌي ٻٽيل هو. هو پنهنجي ماضيءَ جي تعصبن ۾ ٻڏل جي ور چڙهيل رهيو ۽ هو ڪانگريس سان سلهاڙيل مسلمانن کي پنهنجو ويري ئي سمجهي ٿي سگهيو. وڏي دخل سان هي فرمان "مسلم ليگ ۾ شريڪ ٿيو پوءِ ئي توهان جي ڪا ڳالهہ ٻڌندس" پاڪستان ۾ ٻجنسي ڳالهائيندو رهيو.

قائداعظم، سڀ کان اول مسلم ليگ جو صدر هو ۽ پوءِ ئي پاڪستان جي گورنر جنرل واري عهدي جو خيال رکندو هو. ۽ سندس ان رويئي ۾ ئي تہ پاڪستان جو اصل الميو سمايل آهي. واقعا ۽ حادثا پنهنجي اڳواٽ ٻڌايل گس تي ظاهر ٿيندا رهيا. بک ئي تہ ورهاڱي جو مکيہ محرڪ هئي. سامراجي هٿن ان ڏڳ تي سندس وڏيڪ رهنمائي ڪئي. بکايل جبلن جا بکارا قبيلا، سرسبز ميدانن تي هيٺ لٿا ۽ پنهنجي ٻنهي هٿن سان هر ان شيءِ کي جهٽڻ لڳا، جيڪا کين قدرت ۽ نئين حڪومت ڏيڻ کان انڪار ڪيو ٿي. هو تہ بس، اوائلي جبلتن جي پيروي ڪري رهيا هئا.

جيڪڏهن، بادشاهہ خان ۾ بہ ڪو خبيث روح واسو ڪري ها، ۽ تباهي مچائڻ لاءِ کيس اُڪسائي ها، تہ هو آسانيءَ سان انهن بکارن قبائلي لشڪرن جو رخ پنجاب جي سرسبز ۽ آسودن ڳوٺن ۽ شهرن ڏانهن موڙي ٿي سگهيو پر هي نيڪ ماڻهو بيوسيءَ لاچاريءَ مان ماٺ ڪري ناٽڪ کي ڏسندو رهيو. هن ڏٺو تہ ڪن مقامي ليگي نوابن کين نہ ان قبائلي لشڪر کي لالچون ڏيئي، ڪشمير جي سهٽيءَ واديءَ ڏانهن وٺي ويا. امن پسند، ڏنارڪي، هندو ۽ مسلمان عوام کي ڪشمير ۾ اسلام جي نالي تي لٽيو ويو ۽ ان کي مقدس جهاد ڪوٺڻ لڳا. جناح کي پنهنجي گماشتن جي اهڙي شرارت جي خبر تہ پئي، پر تيستائين دير ٿي

چڪي هئي. هڪ معروف قانوندان هجڻ ڪري هن کي اهڙي ڪاروائي غير قانوني لڳي. هو جهٽ ۾ راولپنڊيءَ پهتو. ته جيئن ان غير قانوني ناٽڪ کي روڪي سگهي. پر ان شهر ۾ ”راولپنڊي جي آفيسرن“ (جن وٽ نوان علائقا هڙپ ڪرڻ جا پنهنجا عقيدا ۽ طريقا هئا) جناح کي پنهنجي حيثيت سمجهائي ڪراچيءَ واپس موڪليو.

ليگي فيورر (Feuhrer) جي سڄي سياسي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو هن جا پوئلڳ، هُن کان گوءِ کٽي ويا ۽ پنهنجي اشارن تي هلائڻ لڳس. هو ڪراچيءَ پنهنجي نويڪلي جاءِ ڏانهن موٽيو. جتان ڪشمير جي واقعن جو بهتان مردود هندن تي مڙهڻ لڳو.

II

هڪ ڀيري مان بادشاهه خان کان پڇيو: ”چاچا توهان جو اهنسا وارو اعتقاد، پلا پٺاڻن لاءِ ڪيئن مفيد ثابت ٿي سگهي ٿو. هن جنوني ۽ ويڙهاڪ معاشري ۾ ان مان توهان ڪهڙو لاڀ حاصل ڪري سگهندؤ؟“

اداس مرڪ چهري تي پکڙجي ويس ۽ تحمل سان جواب ڏنائين: ”مان ڄاڻان ٿو ته اڄ جو نئون نسل، تشدد ڏانهن رغبت رکي ٿو. منهنجي پٺاڻ قوم به انهن وانگر آهي ۽ تشدد جي اهميت کان به واقف آهي، سو مون کي کين تشدد جو درس سيکارڻو ڪونه پيو. اهو ته سندن رڳن ۾ ڊوڙندڙ آهي، پر مان انهن کي اڃا وڌيڪ بهتر سڃاڻان. اهي جتي دنيا جا گڙنگ داداگير به ٿي سگهن ٿا. ته اتي وري پٺاڻن جهڙو وڏو گيدي به دنيا ۾ ڪونه ليندو. ڪنهن ننڍيءَ ڳالهه يا زائفان تي پاڻ ۾ وڙهي ڍانگو ٿيڻ ۽ رت جون نديون وهائڻ جي به صلاحيت رکن ٿا. پر سندس آڏو جيڪڏهن ڪنهن طاقتور سردار جو پٽڪڙو چاپلوس ڪمدار اچي بيهي ٿو ته وڏا وڏا خان به ڪنبڻ لڳندا آهن. ليٽڙيون پائي مٽي چٽڻ لاءِ به تيار ٿي ويندا آهن. ته اها اٿئي، پٺاڻ قوم جي فطرت. جنهن سان مان حياتي گذاري آهي ۽ ڪم ڪيو اٿم. مان ڪوشش ڪري رهيو آهيان ته انهن پٺاڻن کي نج ۽ مهذب انسان بڻائي سگهان. سندن ڪردار کي پختو بڻايان ته جيئن برائيءَ جو مقابلو ڪن ۽ پنهنجي اندروني سگهه ۽ عقيدي جو پلئُ نه ڇڏين.“

مون ڄاتو ٿي تہ خدائي خدمتگار تحريڪ جو سرواڻ، سرحد جي نراليءَ ۽ تضادن سان ڀريل ڌرتيءَ تي پنهنجي مقصد ۾ ڪيستائين ڪامياب ٿيو هو. مان هن جي ڪاميابيءَ ڪي ڏسي رهيو هئس. تاريخ بلڪل بادشاهہ خان سان ويساهہ گهاتي ڪئي هئي. تازي مليل آزاديءَ ڪيس پاڪستان جو غدار اعظم سڏيو جيتوڻيڪ آزاديءَ جو نج مقصد تہ بنهہ وڃائجي چڪو هو بيشمار آزمائشن ۽ پيڙائن جا نوان سلسلا اڀا اڳتي نمودار ٿيڻا هئا. اسلام جي پالنا بئي پاسي ڪئي ٿي ويئي. اسلام سان واڳيل نوان حريف، جن وٽ اڳوڻن فرنگي آقائن واري فضيلت بہ ڪانہ هئي ۽ شهري غنڊن جا انبوهہ ۽ ملت جي نمائندگي ڪندڙ پوليس ايجنٽ پڻ ٻئي پاسي تاتيا پئي ويا. اهڙي وايومنڊل ۾، جتي ڪردار جي صداقت کي ترقيءَ جي راهہ ۾ اجائي رڪاوٽ تصور ڪيو ٿي ويو جتي زندگي هڪ هُل هنگامي کان وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ هئي، بادشاهہ خان ۽ سندس چيلا پنهنجي همٿ ۽ ايمان کي برقرار رکيو ويٺا هئا. سندن اهو ايمان ڪهڙي قسم جو ايمان هو؟ هي ويراڳيءَ مان ڦٽي نڪتو هو يا، غيرت ۽ عزت جي بچاءَ واريءَ حڪمت عمليءَ مان ڦٽي نڪتو هو جنهن تي للڪار ڪئي ويئي هئي ۽ جنهن (غيرت) رد عمل ۾ للڪار جو جواب ٿي ڏنو.

ڇا سندن ان ايمان ۽ اعتقاد ۾ گانڌيءَ جي تعليم اهنسا ۽ سچ/ صداقت جو اولڙو بہ هو يا ان تي حضرت عليءَ جي شهادت واري ورثي جو اثر هو. اها تہ پڪ آهي تہ اهو ايمان مارڪسوادي سماجي تبديليءَ جي اندروني قوتن ۽ تاريخ وارن اصولن مان ورتل اتساهہ تي ٻڌل ڪونہ هو؟ پر توهان ڇا ٿا سمجهو متان ائين هجي بہ؟

منهنجي راءِ ۾ سندن ايمان ۾ اهي هڙئي عنصر شامل هئا، پر انهن جي مزاحمت ۾ پنهنجو الڳ جوهر بہ هو. اڄ ڪلهہ پاڪستان جي گهڻن ئي مسلمانن ۾ ان جوهر کي پسي سگهجي ٿو. هي مزاحمتي روش، بي قاعدي ۽ ڇڙواڳ فرقيواريت، (جيڪا نئين رياست جي نظرين جو اهم حصو هئي) جي پيرن هيٺان دٻيل آهي، ۽ هندستاني اسلام جي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو اها مزاحمت هڪ خاموش جاڳرتا کي ظاهر ڪري ٿي، ان جو پايو وجهندڙ رياست طرفان غدار قرار ڏنل مسلمان قومپرست آهن.

بادشاهہ خان جهڙن شڪست خورده اڳواڻن جي پٺيان ڪهڙا ڪارڪن اجا تائين هلي رهيا هئا؟ مان توهان کي ٻڌايان ٿو تہ اهي ڪير هئا. اهي بنيادي طرح, سچا, سادا ۽ نيڪ ماڻهو هئا, پنهنجي ايمان ۽ روايت ۾ صفا نج ۽ سڌا هئا, جن کي جديد دور جي دولابن اچان ڪاريو ڪونہ هو. بيابان مان اسرندڙ اسلام جي جوهر کي انهن ۾ پسي سگهجي پيو. اهي ڪارڪن پلي تہ سادڙا هجن, پر ٻانهپ واري معاشري جي ڏنل لياقتن ۽ جناحن کان بنهہ مختلف هئا. اهي وحشياڻيون عقوبتون سهندا رهيا, ڪافرن جو ايجنٽ هجڻ جي ڪارنهن وارو داغ چنبڙيل رهين, پر تڏهن بہ هو وفادار ۽ ثابت قدم رهيا.

شايد, هي ساڳيا ئي ماڻهو آهن, جن سان 1931ع ڌاري پريڊ ۾ بهرو ورتو هئم. مون کي گرمجوشيءَ سان تسليم ڪيو هئن, مون کي منٿون ڪيون هئن, تہ "اسان, توهان کي پاڻ کان پري انڊيا وڃڻ جي اجازت ڪونہ ڏينداسين, توهان کي تہ بس هتي ئي رهڻو پوندو. هن ظلم جو انت جلد ٿيندو. اسان هڪ ڏينهن سيني هندن ۽ ديس واسين کي پنهنجي گهر واپس موٽائي ايندا سين."

تي سگهي ٿو تہ ليگي رياست ڏانهن سندن ڪاوڙ جو مکيہ ڪارڻ اهوئي هجي تہ هنن غير مسلمان رهاڪن کي ڳولي ڳولي ملڪ بدر ڪرڻ جي خطا ڪئي. ظالم اڳواڻن کان هڪ کرو سچو مسلمان اجا وڌيڪ نفرت ڪري ٿو جڏهن سندن ڪردارن ۾ سورهيائي جو ذرو بہ نظر نٿو اچيس.

جيتوڻيڪ مسلم ليگ کي ٻين بہ ارڏن حريفن کي منهن ڏيڻو ٿي پيو پر ابتدائي ڏهاڙن ۾ خدائي خدمتگار ئي پاڪستان ۾ هڪ منظ ر تحريڪ هئي, جيڪا يلغارن جو بنا ڪنهن سازش جي, کلي عام, بهادريءَ سان مقابلو ڪري رهيا هئا.

***

خان عبدالقيوم خان, هڪ مقامي هلڪڙو سياستدان آهي. مرڪزي حڪومت ۾ وينل غدار, جيڪو پاڻ تہ پناڻ ڌرتيءَ ۽ متيءَ لاءِ اوپرو هو, پر سرحد صوبي جو وزيراعليٰ بڻايو ويو, سو نونشن ۽ مُڪن

ذريعي پنهنجو وهنوار هلائڻ لڳو هو. ۽ خطي تي برطانوي آفيسرن ۽ پنجابي آرمي جي مدد سان حڪمراني ڪري رهيو هو ان جي چوڌاري لوهي پوش چاڙهيو ويو هو. هن ماڻهن جي قانوني حقن کي ختم ڪيو هو ۽ پنهنجي هر مخالف ۽ اختلاف راءِ رکندڙن لاءِ ٻارڻ ٻاري ڏنو هئائين هو لُچائيءَ واري ڍنگ ۾ تہ برطانوي سرڪار کان بہ اڳرو ٿي نظر آيو.

خان ڀائر هن جي عقوبتن جو خاص هدف بڻيل هئا. پر جيئن تہ ديس دروهي جڏهن آمر بڻجي ٿو تہ هو سڀ حدون اورانگهي ويندو آهي. جلد ئي هن جي نفرتن جي نشاني تي سندس مسلم ليگ حريف (جيڪي هن جي راڄ تي اعتراض اٿاري رهيا هئا) بہ اچي ويا هئا.

مانڪي (Manki) شريف جو پير بہ سندس مسلم ليگي حريفن مان هڪ هو. هو طاقتور ۽ خوددار شخص هو. هن ريفرينڊم ۾ مسلم ليگ جي حمايت ڪري ڪانگريس جي ڳڙهہ (سرحد) کي هنن کان ڇني، مسلم ليگ جي سپرد ڪيو هو. هي حريص ۽ جوشيلو نوجوان هو. لڪين جنوني چيلن جي سرواڻي ڪندڙ جاگيراڻي گهر جو فرزند هو. هو يڪدم خان عبدالقيوم خان جهڙي هلڪڙي سياستدان جي قهر جو نشانو بڻجي ويو. قيوم خان مٿس تر جيترو بہ قياس نہ ٿي ڪيو. نراس بڻيل مانڪيءَ شريف جو پير، جنهن مسلم ليگ تي ڪجهہ گهڻو ئي ڀروسو ڪيو هو. سو هاڻي ڊوڙندو خان عبدالغفار ڏانهن پهتو ۽ وٽس شڪايتون ڪرڻ لڳو. جهن شخص مٿان ڪجهہ وقت اڳ ئي پير صاحب پاڻ بهتان مڙهيا هئا. پير صاحب هاڻي ان اڳيان اسلام جو ڀوائتو روپ بيان ڪرڻ لڳو هو ۽ چئي رهيو هو تہ ڪيئن بدعنوان وزيرن جي ننڍڙي مجموعي (جن قرلت ڪرڻ ۾ تہ قبائلي لشڪر کي بہ مات ڏئي ڇڏي هئي) اسلام ۽ مسلمانن کي بچائڻ جا ڍونگ ڪيا آهن!

اتر سرحد ۾ پراسرار اِپي جي فقير (فقير آف اپي) پتو لڳائي ورتو هو تہ انگريزن خلاف سڄي ڄمار جوتيل سندس جهاد تي، آرام پسند مغربي ثقافت جي اثر هيٺ رهندڙ جيتامڙا پاڻي ڦيري رهيا هئا. هن فقير جو نہ ئي اهنسا ۾ اعتقاد هو نہ ئي مسلمانن ۾. هي پنهنجي دشمن کي ڪنهن مهل بہ ڪاپاري ڏڪ هڻي سگهي پيو.

پناڻن جي ڌرتي هڪ عليل ڌرتي هئي. پارٽ مان درآمد ٿيل ليگي ويڃن وٽ ان علالت لاءِ ڪا بہ ٽِڪي ڦوٽو موجود نہ هو.

***

سچ کي پڌرو ڪرڻو ئي پوندو جنهن کي وڏي عرصي تائين اوجهل رکيو ويو آهي. انهن سيني شخصن، جن فرقيواريت جي منطق ۽ نفرت جي ورثي قبولڻ کان نابري واري، تن لاءِ تہ جڻ ڪاريهر جهڙي رات جو آغاز ٿي چڪو هو. گانڌيءَ ان مٽيءَ تي شهادت جو جام پيتو جتي هن جا پيروڪار حڪمران ٿيا هئا.

پناڻن جي گانڌي- خان عبدالغفار جي قسمت مختلف هئي. هن کي پنهنجو مشن اهڙيءَ ڌرتيءَ تي جاري رکڻو پيو جتي فرقيواريت ئي سرڪاري عقيدو بڻجي چڪي هئي، سچ، عقل فهم انصاف تہ ان ڌرتيءَ تي غير قانوني تصور قرار ڏنا ويا هئا.

1948ع جي شروعاتي ڏينهن ۾ اوچتو هڪ واقعو پيش آيو. قائداعظم محمد علي جناح (جيڪو پنهنجن ئي پيدا ڪيل قوتن جو قيدي بڻيل هو) هڪ شاندار فيصلو ڪيو ۽ عبدالغفار خان ڏانهن دوستيءَ جو هٿ وڌائيندي، کيس پنهنجي سرڪاري گهرِ اچڻ جي دعوت ڏنائين. اها مهمان نوازي، جيڪا هن انديا واري هندو گانڌيءَ کي ڏيکارڻ ۾ جهجهڪ ڏيکاري هئي، سا سرحدي گانڌيءَ جي نصيب ۾ آئي. مان بادشاهہ خان کي چيو تہ، ’سائين اها ڪليل فرقيواريت ناهي تہ پيو چيا آهي؟‘

بادشاهہ خان، جاننو ۽ ڳوناڻو پناڻ هو. جڏهن جناح جي سرڪاري رهائش ۾ داخل ٿيو هو تہ ان وقت اڇيءَ چادر ۾ ملبوس هو. دل ۾ ڪو حجاب، بغض، مفاد يا اٽڪل سانيدي ڪونہ آيو هو پر هو رڳو ويساهہ کڻي پاڪستان جي طاقتور انسان وٽ آيو هو.

بہ بلند پايي جون شخصيتون آخرڪار منهن مقابل ٿيون هيون. ٻنهي جون دنيائون بنهہ مختلف هيون. ٻنهي جي وچ ۾ گهٽائي تضاد بہ هئا. تڏهن بہ ٻنهي جي ڪردار ۾ هڪ غير معمولي پختگي، پنهنجي مقصد سان سچائي، زوال پذير سماج جي لُچن قدرن کان استثنا

بجنسي موجود هئي. جناح هميشہ کان اندروني طرح پراڻي اسڪول (Old school) سان ويجهڙائپ رکندو هو پر الائي ڪيئن سندس نصيب ۾ انا. هن کي ڇتي فرقيوارانہ سياست جي واچوڙي ۾ گهلي وئي هئي. هن پنهنجي مدبرانہ تخت تان، مسلمان جي مقدر سنوارڻ جو خواب ڏٺو هو. مغلن جي دؤر وارو شان ۾ رتبو کين موٽائي ڏيڻ ٿي چاهيائين. اها ڳالهہ بلڪل سچ آهي تہ جناح عوامي شخص ڪونہ هو پر تاريخ هن کي عوامي جي مذهبي جنوني اٿل پٿل جي مهڙ ۾ آڻي بيهاريو هو.

هاڻي، جيئن تہ پاڪستان ماڻي ورتو هئائون، تہ پاڪستان جي خلق جناح مان وڏيڪ اميدون پوريون ٿيڻ جي توقع رکي. پر سچ پڇو تہ جناح هڪ تنها شخص هو جنهن ملڪ جي سرواڻي ٿي ڪئي، اتان جي سڀ کان پلوڙ ۾ بي غرض، ديس ڀڳت سياسي اڳواڻن کان علحده رهيو ۾ پنهنجي مدبرانہ پسمنظر ۾ آفيشل سياست کان لاچار ٿي، هو بڇڙن، بدعنوان ۾ نااهل ٽولي ۾ گهريل رهيو. جن، سندس عظمت ۾ شان ۾ شوڪت جي پاڇي ۾ پنهنجو نصيب چمڪايو ۾ نئين رياست کي ڦريندا لٽيندا رهيا.

قائداعظم حيران ڪن حد تائين صاف گو ۾ کرو ماڻهو هو! پنهنجي دائري ۾ موجود بڇڙن سياستدانن لاءِ بہ سچي راءِ ڏيئي ڇڏيائين، اها بہ ان شخص متعلق، جنهن کي پنهنجو حريف سمجهندو هو ۾ غدار چئي هن کي خوار ڪندو هو.

> ”خان صاحب، مون کي ڄاڻ آهي تہ توهان باڪردار شخص آهيو ۾ پاڪستان ٺهڻ لاءِ مون کي توهان جهڙن ئي ايماندار ماڻهن جي حمايت جي طلب آهي، ۾ ڳالهہ هيءَ آهي تہ في الحال تہ ڦورو ۾ رهزن مون سان گڏ آهن، انهن سان گڏجي تہ مان ويچارن مسلمانن، جن ايترو ڪجهہ سٺو آهي، تن لاءِ گهٽو ڪجهہ ڪري ڪونہ سگهندس.“

اهو بادشاهہ خان جو ڪم نہ هو تہ هو وڃي ليگي فيوئرر کي ياد ڪرائي ها، تہ انهن لڇن، بدڪردار ڇسن ماڻهن کي مسلمان سماج تي ٺوپڻ وارو هو پاڻ ئي تہ هو نہ تہ بغض رکڻ جو نئون بهتان مٿس هنيو

وجي ها. جيستائين بادشاھ خان جون پاڪستان لاءِ پنهنجون خدمتون آڇڻ واري ڳالھ آهي تہ اها ڏرتي بادشاھ خان جي جنم ڀومي هئي، جتي هن جاکوڙ ڪئي هئي ۽ ڪشالا ڪڍيا هئائين ۽ ان بابت فڪرمند هو.

بهرحال، جناح پنهنجي ڳالھ ٻولھ کي وڌائيندي چيو: "منهنجي باري ۾ ماڻهن کي گهڻئي غلط فهميون آهن. پر سچ پچ تہ مان ڪڏهن بہ قتلام ۽ خون خرابو ڪونہ چاهيو هو مان تہ امن چاهيان ٿو تہ جيئن عام خلق لاءِ ڪجھ مثبت ڪم ڪري سگهان."

بادشاھ خان، جناح جي ڳالهين تي ڀروسو ڪيو هن جي مصيبت ٻڌي متس ڪهڪاءُ آيس. چاڪاڻ تہ اهي مصيبتون، لکين ٻين ماڻهن جي بہ زندگيءَ کي جوکم ۾ وجهي سگهيون ٿي.

پر، مسئلو تہ وڏي وڻ تي چڪو هو ۽ اڪيلي فرد ۽ سندن شخصي جذباتيت سان صورتحال تي ڪو اثر نہ پئجي سگهي هان، هاڻ مسئلن جي اڪين ۾ اکيون ملائي ڏسڻ جو وقت هو. اصل ڪارڻ جو ڇيد ڪري انهن جون پاڙون پٽڻ گهرجن. ۽ عوام کي اٽل فيصلا ڪندڙ قيادت مهيا ڪئي وڃي، جيڪا جمهوري انسان دوست سماج اڏڻ لاءِ نون قدرن ۽ روايتن جو اعلان ڪري.

بهرحال، جناح عرض ڪندي وراڻيو: "خان صاحب، مان چاهيان ٿو تہ توهان، پنهنجي ساٿين سان گڏجي، (جيڪي اڳ منهنجي راءِ سان اختلاف رکندا هئا) مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪيو. اچو تہ گڏجي سڏجي پاڪستان لاءِ ڪم ڪيون."

بادشاھ خان، پنهنجي ساک ۽ مانَ مرتبي لاءِ هرگز فڪر مند ڪونہ هو پر هن لاءِ اهو تسليم ڪرڻ اوکو هو تہ سرڪاري پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ سان صورتحال اصل صفا متجي ويندي. ان سان گڏ هو پنهنجي سياسي زندگيءَ جي مکيہ اعتقاد کان ڪيئن منهن موڙي ٿي سگهيو جنهن لاءِ هن ايترا ايذاءَ سٺا هئا؟ پراڻو ڪانگريسي هجڻ ناتي، هو ڪنهن فرقيوارانہ پارٽي، (جنهن کي هڪ ٻنھ مختلف مزاج هو ۽ پنهنجي مقصد ماڻن ڪانپوءِ بہ جنهن جا دروازا، غير مسلمانن لاءِ بند ٿيل هئا) ۾ شريڪ ٿيڻ تي حامي ڀري هان؟

هڪ اهڙي تنظيم، (جنهن ۾ ڏنڊوڙي ماڻهن جي ڀرمار هجي، جيڪي سياست جي بچڙي تصور ۽ اسلام جي استحصالي جا ماهر ويٺل هئا) ۾ بادشاهہ خان اچي پلا ڇا حاصل ڪري سگهي هان. هو جناح صاحب ڪي قوم سازي جي نيڪ پاليسين ۾ ڀرپور حمايت ڏيڻ لاءِ تہ تيار هو پر هڪ اهڙي تنظيم، جنهن فرقيوارانہ نعري بازي بند ڪونہ ڪئي هئي، جتي ڪراڙو جناح خود هڪ قيدي بڻيل هو هن سندس قيدي ساٿي ٿيڻ نہ ٿي گهريو.

جناح صاحب هن سان وڌيڪ ڳالهہ ٻولهہ ڪندي چيو تہ، ”مان پاڻ چاهيان ٿو تہ، مسلم ليگ کي قومي ليگ بڻايان، جنهن ۾ هر وفادار پاڪستاني شهري شامل ٿي سگهي. پر جنوني مُلن ۽ انتهاپسندن، منهنجيون اهڙيون ڳالهيون ٻڌي، مون تي يلغار ڪرڻ شروع ڪئي آهي، تہ ان لاءِ ئي تہ مان چوان ٿو تہ توهان ليگ ۾ شامل ٿيو ۽ انهن خطرناڪ عنصرن کي تڙي ڪيڏڻ ۾ منهنجي مدد ڪيو.“

پر بادشاهہ خان کي اها ڳالهہ ڪانہ آئڙي، تہ هن جي مسلم ليگ جي رُڪنيت قبولڻ سان ڪا وڏي تبديلي اچي ويندي، الٽو هاجو اهو رسيس هان، تہ پنهنجي اظهار راءِ جو حق بہ ڦُرائي ويهي رهي هان. پاڪستان جيڪڏهن، هڪ جمهوري ملڪ هو تہ اتي هڪ متبادل سياسي آواز- جيڪو متبادل نظرين جو پرچارڪ هجي، ماڻهن کي جمهوريت جا تعميري ڏس ٻڌائي- جي موجودگي لازم هئي. بادشاهہ خان، فقط ايترو ٿي چاهيو هو تہ جناح کي رياست جو سربراهہ ٿي سوچڻ گهرجي، رڳو پارٽي اڳواڻ جي حيثيت سان مسئلا نہ سلجهائي، سياسي حريف، جيڪي جناح جي ئي پوشيده جذبن جو اظهار ڪري رهيا هئا، تن کي ڀرپور ۽ مڪمل آزادي ڏئي تہ، جيئن هو پنهنجي ماڻهن ۾ معزز ۽ حب الوطن فردن جيان ڪم ڪري سگهن. تڏهن ئي وڃي جناح جو مسلم ليگ ۾ ڪم سولو ٿي پوندو ۽ سمجهہ، عقل ۽ امن چاهيندڙ قوتن کي متحرڪ ڪرڻ ۾ مدد ڪئي ويندس.

بادشاهہ خان ۽ جناح جون ڳالهيون حتمي انداز ۾ اختتام تي پهتيون. ٻنهي وچ ۾ خوشگوار موڊ، دريا دلي ۽ هڪ ٻئي کي سمجهڻ جي ڪوشش کي ڏنو ويو. ٻئي فرد جيڪي مستقبل کي سنوارڻ ۾ اهم

ڪردار نڀائي تي سگهيا، هڪ ٻئي جي ويجهو اچي چڪا هئا. ماضي جي تعصبن کي ڪمزور ڪري وڏائون ۽ اميد رکي ويئي ته، وڏيڪ صبر ۽ سمجهه سان پاڪستان جي پيچيده سياست ۾ هڪ نئين باب جو آغاز ٿيڻ وارو هو.

***

بادشاهه خان ۽ جناح جي وقتي رقبت سبب ليگي حلقن ۾ ٺاڪوڙو مچي ويو. خاص ڪري سرحد جا نئينءَ مان امير ٿيل مقامي سياستدان ۽ انهن جا برطانوي چاڙتا ته اهو ٻڌي چوڪس ٿي ويا.

ايندڙ مهيني ئي جناح کي سرحد پاسي سرڪاري دؤري لاءِ اُسهڻو هو. خان عبدالغفار خان، جناح جي ان ملاقات جو منتظر هو. ته هو جيئن سرحد جي سياسي منظرنامي کان سندس واقفيت ڪرائي سگهي ۽ ڏيکاري سگهيس ته ڪيئن فولادي آمريت هيٺ پٺاڻن جو اندرُ ناراضگيءَ جي باهِ ۾ ٿَهڪي رهيو هو.

خدائي خدمتگارن، گورنر جنرل جناح جي آجيان جو انتظام ڪرڻ لاءِ گڏجاڻي رکي. ظاهر هو ته هو پنهنجي عزت نفس قرباني ڪري، صوبائي سرڪار طرفان منعقد ڪيل سرڪاري تقريب ۾ شريڪ ٿيڻ وارا ڪونه هئا. چو ته کين جاڻ هئي ته سرڪاري عملدار جناح کي پٺاڻن جا اصل مسئلا سمجهڻ جو موقعو نه ڏيندا. پر هنن پڪو پهه ڪيو هو ته جناح جيڪا مهمان نوازي، سندن رهبر کي ڪراچيءَ ۾ ڏني هئي، تنهن جي ڀرپور موٽ ملندس. هڪ پٺاڻ ٻاڻ سان ڪيل سٺي سلوڪ کي ڪڏهن به نٿو وساري. هو ته آرام سان لوڻَ چپٽي به ڪونه چکندو جيستائين هن کي خبر هجي ته هو ان جي موٽ ڀري نه سگهندو.

خان ڀائرن جناح ڏانهن رات جي مانيءَ جو دعوت نامو اُماڻيو پر گورنر ذريعي موڪليل اهو دعوت نامو جناح تائين پهتو ئي ڪونه. يا هلو مڃي به وٺجي ته ڪيس اهو دعوت نامو مليو به هجي، پر سازشن وسيلي جناح جا ڪن ڀريا ويا. جيئن ئي هو جهاز مان اجان ٻاهر نڪتو ئي مس، ته جناح کي ٻڌايو ويو ته خان ڀائرن سيني سرڪاري تقريبن جو بائيڪاٽ ڪري، انتظاميا جي مانَ مرتبي کي هاڃو رسايو آهي. هن جي

اڳيان خان پائرن جي پوائتي تصوير پيش ڪئي ويئي. تہ ڪراچي کان واپسي بعد خان عبدالغفار خان ۽ سندن ملڪ دشمن ساٿين سرحد جي سياسي زندگيءَ ۾ وڳوڙ برپا ڪري ڇڏيو آهي. انهن جناح کي چتاءُ بہ ڏنو تہ. گورنر جنرل طرفان اهڙن باغين لاءِ همدردي يا دوستاڻو رويو ملڪ جي امن امان جي مشينري جو خاتمو آڻي سگهي ٿو.

گورنر جنرل کي اهڙن جڙتو انڪشافن. خاص ڪري سرڪاري تقريبن خلاف خدائي خدمتگارن جي سرڪشيءَ اصل ميڇرائي وڌو. پنهنجي سرحد واري دؤري ۾ هو خان پائرن سان هڪ پيرو بہ ڪونہ مليو. هن جا اڳوٽا تعصب ۽ خوف پيٽيءَ سگهہ سان وري جاڳي اُٿيا. ورهاڱي کانپوءِ رٽيل پهرئينءَ گڏجاڻي ۾. هو مسلم ليگ کي قومي ليگ بنائڻ ۾ ناڪام ويو. ان کانپوءِ تہ هن پاڻ بہ ان ڏس ۾ وڌيڪ جتنن کي اجايو سمجهيو. جڏهن هن ڏنو تہ انتهاپسندن هن ملڪ ۾ پنهنجو ڏاڪو ڄمائي ورتو آهي، ۽ مسلم ليگ ۾ اهي هاڻ اڪثريت ۾ آهن. هٺيلي انداز ۾ اعلان ڪيائين: "مسلم ليگ کي جيئن جو تيئن رهڻ ڏجي، اسان. حقيقتن کان وانجهيل جمهوري نعرن جي رؤنشي ۾ اچي، نہ ٿا سگهون."

تبديلي مخالف سياستدان سوپارا ٿيا. جو قائداعظم هنن جي تحويل ۾ هاڻي محفوظ هو ۽ڪين اهو حق مليل هو تہ پنهنجي ڪنهن بہ حريف کي غدار جو نالو ڏئي ٿي سگهيا. ڪوبہ نڳ، پاڻ کي مجاهد جو جُبو پارائي، مزا ماڻي سگهيو ٿي، شرط اهو هو تہ هو مسلم ليگ ۽ ان جي قائداعظم تي ساڪ پرن.

اهڙيءَ طرح نئين رياست کي پنهنجا افعال سڌارڻ جو موقعو تہ ضرور مليو پر ان کي هميشہ لاءِ وڃائي ڇڏيو ۽ ايئن اونداهي دور جي شروعات ٿي چڪي.

## III

ڇوڏاري اونداهين جو غلبو هو ۽ ان اونداهين جي اچڻ سان راتين جي ڄامڙن. شڪار ۽ ڦرلٽ لاءِ رستن جا گشت لڳائڻ شروع ڪيا. اهي ڄامڙا ڪي خداپرست يا خدا ۾ ايمان رکڻ وارا. پنجاب کي فرقيواراڻي ڪوس سان ڌهڪائيندڙ قاتل ڪونہ هئا. پر اهي تہ پيٽ جا پوڄاري،

تڪي هوشياري رکندڙ منڙي ٻولي ٻوليندڙ هلڪڙا. نئينءَ مان پئسو ماڻيندڙ پوت هئا. جن پاڪستان تي قبضو ڄمائي ورتو هو. انهن لاءِ تہ سمجهو پوک لڻڻ وارا ڏينهن اچي چڪا هئا. ڇو تہ ڪين بہ پروڙ هئي تہ اها نڳيءَ واري ڪرت ڪهڙي وقت بہ ٻان ڪري. ڦورن ڏاهہ ڏوهہ جو شڪار تي پوندي. الائي ڇو سڀ ڪنهن کي ان جي جٽاءَ ۾ ويساهہ ڪونہ هو.

بنگلن تائين محدود رهڻ وارن سياستدانن جي اوپري قيادت. ڏاريءَ مٽي تي پاڙ کي غير محفوظ ڀانيو تي. ۽ هڪ نعري تي وقتي طور ڀنيليل مسلمان خلق کان موت جهڙو خوف تي ڪاڍن. انهن رهنمائن ٽرڻلي ۾ اچي. ملڪ اندر ۽ ملڪ کان ٻاهر ويرين جي گهٽائيءَ واري انگ ڏانهن اشارو ڪندي. ونې راڙو راڙ مچائي. پر تن ويرين کي پڪڙڻ لاءِ پنهنجي چنبن کي تکو ڪرڻ کان هٻڪيا تي. سندن ڏوهي ضمير بہ ڪنبڻ لڳو جڏهن انهن سڄي مسلمان ملت کي نئين. خوابن جي سانيپيان ماڻيندڙ رياست-پاڪستان تي دوزخ نازل ٿيڻ واري پوئتي خواب کان ڪين ڇرڪائڻ تي گهريو.

جن ماڻهن لاءِ فرقيواريت دولت ۽ انيڪ فائدن ماڻڻ جا در کوليا. پر ڪين من جي سانت ڏئي ڪونہ سگهي. تن نئين اشتعال انگيز نعري "اهي جيڪي اسان جا ساٿي نہ ٿيندا. تن کي پنهنجو ويري ليکينداسين." کي اپنايو. هن تکي ۽ تباهڪُن منطق لاءِ سچي ۽ ايماندار مسلمان لاءِ ڪابہ جڳهہ ڪا نہ هئي. انهن هن مها نڳيءَ ۾ ڀاڱيوار ٿيڻ کان انڪار ڪيو. ان پوش پئيان پناهہ وٺڻ نہ تي گهري. جيڪو ماڻهن جي نظر ۾ پنهنجي پوترتا وڃائي رهيو هو.

بيگمات. بنگلن ۽ قانوني ڏاڙيلن جي سياست پاڪستان جي ڻهڻ جي ڪجهہ مهينن کانپوءِ ئي. هن ملڪ جي قيادت ۾ ڏڦيڙ کي جنم ڏنو. اهو هاڻي پاڪستان جي سياست جو فاش ٿيل ڳجهہ هو تہ جناح جي دل ۾ يُو پيءَ جي لياقت خان لاءِ ڪُلفت پيدا ٿي پئي هئي. جناح. فوج ۾ اڪثريت رکندڙ پنجابين ڏانهن مائل هو انهن جي حمايت ڪندو هو. جڏهن تہ سندس نائب لياقت خان وري. رياست ۾ عددي گهٽائي رکندڙ بنگالين سان دل لڳي ڪرڻ لڳو هو. ڇو تہ هن کي محسوس ٿيو

تہ هن اوپريءَ مٽيءَ تي هجرت ڪري آيل سندس هندستاني ولر جي مفادن جو بچاءُ ان حڪمت عمليءَ ۾ ئي آهي. ان سياسي چڪتاڻ واري منظر جي پٺيان وري زائفائون بہ خاموش نہ ويٺيون. مائي فاطمہ جناح ۽ بيگم رانا لياقت علي هڪٻئي کي تون چا تون چا واري ڪرت ۾ مشغول رکيو. نيٺ حالت اها بيٺي جو پاڻ ۾ ڳالهائڻ بہ ختم ڪري ڇڏين، ۽ پنهنجا پنهنجا حلقا جوڙين. ٻنهي ماين جا باهمي ويڇا مرڪز جي مٿين طبقي جي زائفائن تائين پکڙجي ويا. ٻنهي ڪنور، سحر انگيز مائين پنهنجي بارود خاني ۾ موجود هر اصلح کي ڀرپور نموني ڪتب آندو. ٻنهي هڪ ٻئي جا عيب ظاهر ڪرڻ ۾ ڪا قصر نہ ڇڏي. ان زائفاڻن تڪرارن ۾ ويچاري جناح کي بہ گهليو ويو. مٿس الزام هنين تہ هو سترهن سالن جي پنجابي ڪنيا ڪماري نيلوفر سان عاشقي ڪرڻ لڳو هو. موت ۾ فاطمہ جناح جي ٽولي، راڻا لياقت کي زار (Czar)جي وني چوندي، پاڪستان کي تباهہ ڪرڻ واري انڊيا جي سازش کي عملي جامو پارائيندڙ مائي ڪوٺيو.

ليگي قيادت، نئينءَ رياست جي هر صوبي ۾ هڪ ٻئي جي اندروني شِگافن ۽ ڇتن تڪرارن جا وڪا پڌرا ڪرڻ لڳي هئي. خواريءَ جو ڪارو بٽيل رياست جي وزيرن، چندريگرن يا غضنفر علين کي وزارت مان ڪڍي، سفارتڪاريءَ تي لڳائڻو پين. ممدوٽ يا کهڙي کي تہ مورڳو ئي وزارتن مان ڪڍڻو پين. ۽ مٿن لڳايل ڳنڀير بهتانن جو خلق آڏو پڇاڻو ڪرڻو پين. اهڙيءَ ريت پير مانڪي شريف ۽ مولانا مودوديءَ کي بہ پنهنجي برادريءَ مان ترڙين، ڇو تہ ڪين مڳيءَ ڪنيو هو. رياست ۾ نج اسلامي روايتن جي نفاظ متعلق وڏيون وڏيون ڳالهيون ڪرڻ لڳا هئا، ۽ ڏسي نہ ٿي سگهيا تہ هنن، هندستاني اسلام جي مدبر نمائندن، اڳواٽ ئي پنهنجن بنگلن ۾، (جتان شراب ۽ بدمستيءَ جي بوءِ ٿي آئي) بهتر اسلام کي پنهنجي سوچ مطابق لاڳو ڪري ڇڏيو هو.

هر قسم جا خليق الزمان ۽ اِيسا، ڦر ۾ مناسب ڀاڱو نہ ملڻ سبب، ناراضگيءَ مان گشت ڪري رهيا هئا، ۽ الطاف حسين ۽ سردار ابراهيم جهڙن مفاد پرستن جي خوشنوديءَ لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرڻو پئي پين، ٻي حالت ۾ راند پنهنجي هٿن مان ڪسڪندي نظر ٿي آين.

سڀ کان اهم ڳالهه تہ هاڻي سهرورديءَ جو پوٽ صاف نظر تي آين. جنهن لاءِ پاين تي تہ بيو جنم وني مٿن لامارا ڏيئي رهيو هو ۽ انهن ڪاٺ جي پوري مان جڙيل سيزرن جي ٻانهين هيٺان بم رکڻ لاءِ واجهائي رهيو هو.

***

چون ٿا تہ ڪنهن دؤر ۾ هڪ پوڪ بادشاهہ تي گذريو. هڪ پيري هڪ چالاڪ درزيءَ ساڻس انوکي ۽ نرالي پوشاڪ ناهي ڏيڻ جو وچن ڪيو ۽ چيائينس تہ ان پوشاڪ کي فقط ڏاها پسي سگهندا ۽ واکاڻ جي اميد بہ انهن مان ئي ڪري سگهجي ٿي. پوڪ بادشاهہ بي صبريءَ وچان ان نراليءَ پوشاڪ جو انتظار ڪرڻ لڳو. هڪ ڏيهاڙي، ان حرفتي درزيءَ بادشاهہ کان سڄا ڪپڙا لاهرائي، کيس اگهاڙو ڪري، عوامي جلوس ۾ هلڻ لاءِ آڻي ٻيهاريو. وزير، درٻاري ۽ عوام سڀ ايترا ڏاها هئا، جو بادشاهہ جي اگهاڙپ ظاهر ڪندڙ پوشاڪ کي پرکي ٿي سگهيا ۽ ٺٺولي واري انداز ۾، واکاڻ بہ ڪري پئي سگهيا. پر پوڪ بادشاهہ، هُش ۾ خوش هو ۽ پنهنجي نرالي پوشاڪ تي خوش ٿيڻ لڳو يا ان (اگهاڙپ) بابت هام هڻڻ لڳو ۽ پوشاڪ جي ساراهہ ڪندي ڊاپي ئي نہ پيو ڇا سمجهجي، تہ درزيءَ مطابق بادشاهہ ئي سڀ کان وڏيڪ ڏاهو هو؟

حقيقت کي بيان ڪرڻ لاءِ ان وقت دنياداري کان وانجهيل ڪجهہ شرارتي ٻار سقراط جا ٻانڪا چيلا اڳيان ٿي بيٺا. هنن ڪلئي ڪلائي پوڪپائيءَ جي ڦوڪٽي کي ڇهنڊڙي هڻي ڦاڙي وڌو ۽ عجب مان واڪا ڪندي چيائون: "اسان جو بادشاهہ تہ نسورو اگهاڙو آهي، ڪا ڪل تہ ٽڙي ڪونہ ويئي اٿس؟"

ساڳيءَ طرح، مسلم ليگ بہ پنهنجي بيهوده حقيقي روپ ۾ خلق اڳيان اگهاڙي ٿي بيٺي هئي. ڦوڪٽو تہ پاڪستان جي نهڻ مهل ئي ڦاٽي چڪو هو ۽ هاڻ مرمت قابل بڻهہ نہ هو. جنهن ڏند ڪٽا، لکين ماڻهن کي پنڪي ڏياري بيخود ڪري وڌو هو. اها هاڻي تلخ حقيقتن

جو ديباءُ نہ سهڻ سبب ڏماڪي سان ڦاٽي، گم ٿي رهي هئي. احساس برتريءَ ۾ مبتلا فرد بہ حقيقتن کان لنوائي نہ سگهيا. تنهن ڪري جيڪي سقراط جا بانڪا چوڪر دنياداريءَ کان پري هئا، ۽ جن حقيقتن کي خوشامدڙي خلق ڏسي نہ سگهيا، تن کي اُهي ڏسڻ جي جرت ڪئي ۽ جن ڳالهين کي ٻيا اوجهل رکڻ ٿي گهرن، هنن وري انهن سچاين کي فاش ڪرڻ جي همت ڪئي. سچ ڪڏهن ڪڏهن، سڀ کان وڏو ويري بڻايو ويندو آهي. پاڪستان ۾ مسلم ليگ ۾ وڳوڙ جيترو گهرو ٿيندو ويو قرباني جي ٻڪرن جي ڳولها اوتري ئي شدت ماڻيندي ويئي. ڪافر جيئن تہ ڊوڙي پري پري وڃي ڀهتا هئا، يا ڀڄڻ ۾ مشغول هئا، تہ سرڪڻ ڦاهين کي ماضي ۾ ڪانگريس سان سلهاڙيل يا ليگي مخالف لاڙو رکندڙن ديسي مسلمانن جي ڳچين مطابق جوڙڻ شروع ڪيو. رونما ٿيندڙ واقعا، ديسي مسلمانن جي بان ڪرڻ کان انحراف، يا پنهنجي ماضيءَ تان دستبرداريءَ نہ ٿيندڙ رويئي کي جائز ثابت ڪري رهيا هئا.

انهن سرويچ رهنمائن کي ڪردار جي سگهہ پنهنجي قوم منجهان ملي هئي، سندن ملڪ مان فرار نہ ٿيڻ جي فيصلن، کين ليگي اڳواڻن اڳيان وڏيڪ خطرناڪ حريف بڻائي ڇڏيو هو. سندن فولادي ڪردار ۽ اخلاقي جٽاءَ، اسلامي طرز زندگي ۽ پنهنجي مسلمان عوام لاءِ غير لچڪدار وفاداريءَ کين حسد، خوف ۽ ناقابل معافي حقارت لائق بڻائي ڇڏيو هو ۽ غير مسلمن جو سندن لاءِ احترام ۽ قرب ڏسي تہ ويتر کين نيست و نابود ڪرڻ ۾ ئي بهتري معلوم ٿين.

بلوچستان جي گانڌي خان عبدالصمد خان کي ڪوئٽا ۾ گرفتار ڪيو ويو. قلات جي عبدالڪريم، جيڪو بلوچ قومپرستيءَ جو سورمو هو، کي ڏهہ سالن لاءِ زندان ۾ قيد ڪيو ويو. پنجاب ۾ احرارن جي بہ قسمت ڀلي ڪانہ هئي ۽ کين بہ جيل ۾ باندي بڻايو ويو. سرحد ۾ جڏهن ڏٺن تہ زر ۽ سونَ چانديءَ سان ماٺهو وڪرو ٿيڻ لاءِ تيار نہ هئا تہ اهڙن غدارن لاءِ بندوقن جي گولين ۽ وحشياڻي تشدد واري اسلامي سزا ڏيڻ بهتر سمجهين. ساڳو حشر انهن سڀن مسلمانن جو ٿيو جيڪي سماجواد ۽ اشتراڪين جي رستي ڏانهن "ٿڙي ويا" هئا، جيڪي ملت

ڪي ليگي زهر ڪان بچائڻ لاءِ سگهاري ڦِڪي ڏيئي، سندن زندگي بچائڻ تي هوڏ ٻڌي بيٺا هئا.

سمجهه شعور کي ديس دروهه سڏيو ويو. صوفي مت کي دهريت ۽ ڪافرن جو ڇڏيل ورثو ڪوٺيو ويو سيڪيولر سوچ کي ڏوهه قرار ڏنُن. روشن خياليءَ کي نئين آيل انقلاب لاءِ مصيبت سمجهيو ويو.

زندگيءَ جي هر پهلوءَ ۾ هي پوري رياست مومل جي ڪاڪ محل جهڙو داستان هئي. نه ئي اسلام کي آڇيو مليو نه وري مسلمان متحد ٿي آزاد ٿيا. اسلام کي ڇڙواڳيءَ سان هڪ واپارڪي شيءِ بڻائي، سندس قدر گهٽايو ويو. جڏهن ته مسلمانن کي بي رحماڻي انداز ۾ هڪٻئي کان پري ڪري ڏار ڏار ڪيو ويو آهي.

پاڪستان ۾ نراسائي جي عمل وڏي تيزي پڪڙي هئي، پر ان جي اظهار لاءِ ڪا راهه موجود نه هئي ۽ نه ئي نراس ڪندڙ حالتن جو اعلان ڪري، انڊيا کي خوشي مهيا ڪرڻ پيا چاهين.

قاعداعظم جيڪو سدائين قانوني قدرن ۽ اصولن لاءِ پيين سان ڦڏا ڪندو وتندو هو، هن کي ملڪ ۾ ايمرجنسي لاڳو ڪندي ڏٺو ويو ان سان ئي پاڪستان ۾ پوليس رياست جو آغاز ٿيو جنهن هن جاگيرداراڻي علائقي ۾ رهندڙ ماڻهن کي برطانوي راج هيٺ مليل سين شهري حقن ۽ شخصي آزادين کي ڦري ورتو.

***

بادشاهه خان، بربريت جي قوتن کان ڊڄڻ کان انڪار ڪيو ٿي. پٺاڻ هجڻ جي حيثيت ۾ هو پنهنجي قوم کي چڱيءَ ريت ڄاڻندو هو. هن ڄاتو ٿي ته. مرض هندو اڪثريتي صوبن مان درآمد ٿيل آهي، مسلمانن جي دل ۽ دماغ ۾ تباهڪاري ڦهلائي ڇڏيندو پر هن ڌرتيءَ وٽ پنهنجون الڳ روايتون ۽ مسئلا آهن، اتي اِهو روڳ ڪڏهن به پنهنجون پاڙون کپائي نه سگهندو.

هن ڌرتيءَ لاءِ تعميري، جمهوري مزاج جي گهرج آهي. مستقل عددي اڪثريت سبب ثقافتي طرح هن مٽيءَ تي مسلمانن پنهنجو پاڪستان اڳوات ئي ناهي ورتو هو ۽ غير مسلم به سندن اسلامي طرز زندگيءَ کان متاثر هئا.

هندن ۾ انڊيا لاءِ خوف هن مٿيءَ تي رهندڙ ماڻهن لاءِ تہ حقيقت نہ هو. ان لاءِ وڏيڪ ضروري اهو هو تہ، سندن سياسي اقتصادي زندگيءَ (جيڪا صدين کان، مايوسڪن حد تائين پٺتي پيل هئي) کي ترقي وٺرائي وڃي. هنن لاءِ پاڪستانُ ۾ آزادي ڪنهن نوس ۾ حقيقي تبديليءَ جو نالو هئا، جيڪي سندس تخليقي صلاحيتن جو مثبت استعمال ممڪن بڻائيندا ۽ جديد گهرجن کي نظر ۾ رکنديءَ، سندن قسمت ۾ ڦيرو آڻيندا.

هن علائقي ۾ مسلمانيت اول قائم ٿي چڪي هئي، اُتي هاڻي ننڍي ڪنڊ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان پانت پانت جي ثقافتن ۽ نسلن جا ماڻهو اچي آباد ٿيا هئا. اڄڪلهہ جا واقعا ۾ مختلف قوتن جو گڏيل عمل ۽ مقامي ماڻهن جي اسرندڙ شعور (جيڪي اڳ ئي بہ قومي نظريي جو تباهڪن اثرن خلاف بغاوت تي لهي آيا هئا) ليگ جي نڳيءَ کي نيٺ ناڪام ڪندا.

جيستائين اهو ڪجهہ ٿئي، ۽ ڪاري رات کي جيستائين ترسڻو هو ان حماقت کي پاڪستان ۽ انڊيا جي تباهيءَ جي اونهيءَ کڏ ۾ ڏوڪڻ کان ڪيئن روڪي سگهجي پيو.

ڇا اهو ضروري آهي تہ لکين ۽ ڪروڙين غربت جي ماريل بيوس، پر بنيادي طرح فضيلت ڀرين ماڻهن کي- هندو سک، مسلمان سڀ جي ڳالهہ ٿي ڪجي- نام نهاد آجپي جي پرهہ ڦٽي ويل ئي، پنهنجي تن من تي اَهنج سَهي قيمت چڪائڻي ٿي پوي، رڳو ان لاءِ، ڇو جو چند خودسر ماڻهن فرقيواريت جي نفرت جي باهہ ڀڙڪائي رکڻ جو ارادو ڪري ورتو هو. ڇا اهنسا وارو طريقيڪار ناڪام ٿي ويو هو؟ يا هن غير شخصي قسم جي فطري ڏڏڪي، جنهن ماڻهن جي حيواني جبلتن کي ڇوڙي ڇڏيو هو ۾ سوچ تہ آخر هيبتناڪ نظرين ۾ ابهرن قاعدن جي ٿي؟ سرحد جي هن پار جا هندو وڃي پلي ڏوڙ پائين. پر پاڪستان ۾ رهندڙ مسلمانن ۾ سندن مذهب (جنهن کي جاٽي واٽي قانوني طور تي ناقص بڻايو ويو آهي) جو ڇا ٿيندو؟ ڇا ضروري آهي تہ روس ۾ ڪٽر عيسائيت سان ٿيهہ سال اڳ جيڪو حشر ٿيو نبي سڳوريؐ جي مذهب سان بہ اهڙوئي حشر ڪيو وڃي. خان عبدالغفار سموري ڇمار

آزاديءَ لاءِ ڪوشش ڪئي ۽ اسلام جي خالص وضاحت. جنهن خود اعتماد. بانڪن. انصاف پسندن فردن تي بڌل سماج جو خاڪو ڏنو لاءِ جتن ڪيائين. پر هاڻي پاڪستاني ڇاپ لڳل آچپي هن آڏو مخالف انقلاب اچي بيهاريو آهي، جتي ڪوڙ ڌمڪين، ڦرلٽ، مارڪٽ، منافقيءَ ۽ هيٺن کي دٻائي رکڻ ۽ ڏندي اڳيان سر نوائڻ ۽ ڏندي وارن کي اسلام جي مقدس اصولن کي ڪوڙ ۽ چالاڪيءَ سان لڪائڻ، ڪوڙ گهڙڻ ۽ انهن جا ڪل جوڳا خاڪا ناهڻ. ۽ اسلام جي چند بگاڙيل اصولن جي انڌي تقليد ئي تصديق ٿيل خوبيون بڻجي ويون آهن. ڪهڙي نہ پُستي ۽ تنزلي ڇئجي! جن آزمائشن ۽ پوڳنائن مان مسلمانن کي پار ٽپايو ويو ان جو چا تہ روح کي فنا ڪندڙ انت آهي!

شايد، اسلام جي تاريخ ۾ اها انوکي ڳالهہ ڪانهي. حضرت محمدﷺ جي وفات کي چاليهہ ورهيا مس گذريا، تہ امير معاويہ ۽ سندس پٽ يزيد، خلافت تي قبضو ڄمائي ورتو ۽ حضرت امام حسين ۽ سندس ساٿين جو ڪربلا ۾ ڪوس ڪيائون (سو بہ اسلام جو نعرو هڻي) ان ڪانپوءِ ائين سمجهو تہ اسلام ڪڏهن بہ پنهنجي اصل روپ ۾ اڀري نہ سگهيو .مسلمان، قوم جي حيثيت ۾ اخلاقي ۽ مادي مفلسيءَ توڙي پستيءَ ۾ ڪري پيا. ڪوبہ غاصب حڪمران، مذهبي جنونيت کي پنهنجي آمراڻي حڪومت بچائڻ لاءِ استعمال ڪري سگهيو ٿي، پر يزيد يا ٻين خليفن تہ اڄ جي هنن جديد نڳن وانگر، جمهوريت ۽ آئين جهڙا ڊراما بہ تہ ڪونہ رچايا هئا، ۽ تنهن ڪري ئي شايد مسئلن کي ايتري تباهہ ڪندڙ اهميت حاصل ڪونہ هئي.

خدا، جن کي تباهہ ڪرڻ گهرندو آهي، تن کي مجذوب ڪري ڇڏيندو آهي. پر افسوس تہ اها مجذوبيت ڪيڏو نہ وبائي روپ ڌاري سگهي ٿي ۽ ڪيئن نہ لکين معصوم ماڻهو هن وبا ۾ مبتلا ٿي تباهہ ٿي وڃن ٿا!

***

اسلام هر ڪربلا ڪانپوءِ زنده ٿيندو آهي۔ اهو اقبال جو چوڻ آهي. ويجهڙ ۾ ويهين صدي جي ڪربلا ٿي گذري، جنهن مان

هندستاني مسلمانن کي بي گناهہ گذاريو ويو جنهن جي نتيجي ۾ لکين جانيون ويون ۽ لکين ماڻهن کي ڇيهون ڇيهون ٿيل زندگيون گذارڻيون پيون. فقط ان لاءِ تہ مختلف مذهبي آبادي لاءِ ڇڙواڳي سان نفرت جو پرچار ڪيو ويو. ڪوبہ امام حسين هن جديد ڪربلا ۾ شهيد ڪونہ ٿيو. هي جديد امام ڏاڍا تيز هئا, سو نئين رياست تي قبضي لاءِ هتي جا امام جهازن ۾ چڙهي, ڪربلا کان بچي نڪتا.

هنن ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاٿل هندو ۽ سکن لاءِ هڪ ٻي ڪربلا منعقد پڻ ڪرائي. هاڻي سندن پوريون قابليتون هڪ نئين مها ڪربلا برپا ڪرڻ کي ارپيل هيون, هڪ مها جهاد. جن کي پاڻي پت (Panipat) جي چوٿين جنگ بہ سڏيو ٿو وڃي, جون تياريون جاري هيون.

اهڙين حرڪتن سبب اسلام پنهنجي بقا قائم رکي سگهي الاءِ نہ. پر انهن غريب, محنت ڪش, مزدور مسلمانن ۾ نئين ٿهيءَ جي نوجوانن جو آخر ڇا ٿيندو جيڪي امن جي نئين دور جا منتظر هئا, جن پنهنجي پنتي پيل معاشري جي ٻيهر ترتيب چاهي ٿي ۽ سين لاءِ انصاف جي گهر ڪئي هئن.

ڇا اهي سيئي بہ توپن جو کاج بڻايا ويندا, جيئن قبائلي ماڻهن کي ڪشميري محاذ تي استعمال ڪيو پيو وڃي؟

سچ پڇو تہ خان عبدالغفار خان واڻڙو ٿي ويو هو. پاڪستان ۾ رهندڙ هر ساڃاهہ وند ماڻهو پڻ واڻڙو هو ۽ حڪمران ٽولي, جنهن پاڻ هن بيچڙائپ جي چڪر کي تحرڪ ۾ آندو هو اهي پاڻ بہ ششدر هئا. هاڻي کهڙو ماءُ جو لال هن ڦهر جهڙي چڪر کي ٻنجو ڏئي سگهندو, ڪير هو جيڪو ان چڪر کي پار ڪري, واڻڙيءَ جنوني خلق آڏو نئين اميد جو نظارو ظاهر ڪري سگهي, نوان آدرش ٻڌائي سگهي. خان عبدالغفار خان انهن قدرن ۽ آدرشن, جيڪي ڪيس, برطانوي ظلم خلاف اتساهہ ڏيندا رهيا, تن ۾ ويساهہ اڃا تائين ڪونہ وڃايو هو پر هاڻي هن غير حقيقي نظام هيٺ ڳنڀير خدشن کانسواءِ تہ گهٽ ۾ گهٽ ڪوبہ تصور ٿاهي نہ پيو سگهي.

هن کي پروڙ هئي تہ پاڪستان ۾ سرحد علائقي ۾ ٿيندڙ واقعن پٺيان پراڻن سامراجي حريفن جو پراسرار هٿ بلڪل هو ۽ اهوئي

ورهاڱي جو اصل مقصد بہ هو. جنهن مطابق هن علائقي ۾ غدار ۽ گيدين جي گروهہ کي چڙواڳ ڇڏيو ويو تہ جيئن بين علائقن کي هنن ذريعي ضابطي ۾ رکي سگهجي. پر فرنگي سازشين ۾ مقامي ٺڳن کي هر وار ذميوار قرار ڏيڻ ۾ ڪا هڙ حاصل ڪونہ ٿيندي. مسئلي جون پاڙون تہ هن علائقي جي عوام ۾ ڳولڻ گهرجن.

مسلمانن جي ذهنن کي ڄامڙو بڻايو ويو هو. هنن اهڙي قسم جي ٺڳيءَ ۾ شريڪ ٿي، ان کي ممڪن بڻايو اهو سڀ اسلام جي نالي ۾، مسلمانن جي راضپي ڪري ٿي ٿيو.

شخصي طرح تہ بادشاهہ خان هر وڏي قرباني ڏيڻ لاءِ حاضر هو ۽ سندس ساٿين تي عقوبتن ڪان بہ هو ڪونہ پئي ڊنو. هن مدد لاءِ سرحد جي هن پار ڪامريڊن لاءِ بہ ڪونہ واجهايو ڇو تہ هن کي خبر هئي تہ هي مسئلو مسلمان هئڻ سبب هن جو پنهنجو هو ۽ هن کي پاڻ کي ئي حل ڪرڻو هئو. هو قانوني ۽ آئيني مقابلي لاءِ بہ تيار هو پر هن ڄاتو ٿي تہ سرڪاري ڌر ان کي رؤنشي ۾ تبديل ڪري ڇڏيندي.

وزارت، طاقت، ڪجهہ رعايتون ۽ ڇڏيل جائداد جو ننڍو ٽڪر بہ گهڻن جي ضمير خريدڻ لاءِ ڪافي هئا. ڇو تہ خدا انهن فاني انسانن جي پيٽن ۾ گهڻي ئي خالي جڳهہ جي گنجائش رکي هئي.

حرص، بغض ۽ سازشن شهري زندگيءَ کي بگاڙي ڇڏيو هو. ڳوٺاڻن ماڻهن وٽ پنهنجي روايتي سادگي ۽ مقصد سان سچائي تہ اصل حالت ۾ موجود هئي، پر جديد رياست جي منظم وڳوڙ اڳيان هو بيوس هئا.

سماج وادي رستو تہ بغاوت جو انتهائي ترقي يافتہ رستو هو ۽ جاگيردارانہ ذهنيت رکندڙ ماڻهن کي سولائيءَ سان سمجهہ ۾ اچڻو نہ هو. نئون سرمائيداراڻو نظام، جيڪو مسلمان ۾ ولولي سان اپري رهيو هو تنهن نظام وٽ مغربي ملڪن ۾ رائج سرمائيدارانہ نظام جا نجات ڏارو پهلو ڪونہ هئا. جنهن وسيلي معاشرو مغرب جيان ترقي ماڻي سگهي ۽ نج اسلامي نظام لاڳو ڪرڻ جو مطلب ٿيندو تہ تبديليءَ جون مخالف روايتي ڌريون. جن اسلام جي واپار تي هڪ هٽي قائم ڪري ڇڏي هئي، انهن جي هٿ ۾ رياست ڏني وڃي.

هاڻي وقت اچي چڪو هو جو مڙني پراڻين روايتن ۽ حڪمت عملين تي ٻيهر غور فڪر ۽ نئين سر جائزو ورتو وڃي. ورهاڱي گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڪارنامو ته سرانجام ڏنو هر فرد کي حقيقت پسند نموني گهرائيءَ سان سوچڻ تي مجبور ڪيائين. آزادي ۽ آچيو آيو ضرور پر هڪ ديوَ جهڙي پرولي بڻجي آيو ۽ ان پرولي کي سلجهائڻ ۾ ئي سندس اصل جوهر سمايل آهي.

IV

سال 1948ع جو اجان آغاز هو. چاندوڪي جڙ ته پاڪستان ۾ هر ايماندار ۽ کري فرد لاءِ غروب ٿي چڪي هئي، مقدس/ پاڪدامن ڌرتي، جيڪا نئين جمهوري زندگيءَ جي لائق هئي، اتي ڏڪار پريل سڪڻن نعرن نه رڳو غير مسلمانن کي، پر مقامي مسلمان آباديءَ جي مقدس ۽ شانائتين روايتن کي به ملڪ بدر ڪيو جيڪي پاڪستان ۾ پوئتي رهجي ويا هئا. تن کي زنجيرن ۾ جڪڙيو ويو. اسلامي رنگ چڙهيل نئين زنجيرن هن جاگيرداراڻي علائقي جي آمرن کان به وڌيڪ زندگيون جهورينڌڙ ۽ دهشتناڪ ظلم ۽ جبر جو مظاهرو ڪيو ۽ ماڻهن تي قبضو ڄمايو.

ماڻهو چڱيءَ ريت ڏسي سگهيا ٿي ته آچيو هاڻ ڪيئن نه کين گمراهه ڪري رهيو آهي ۽ اسلام جي به بيقدري ڪري رهيو آهي. پر چند فردن وٽ ئي دل جي ڳالهه چوڻ جي جرت هئي. هاڻي پراڻن بحث مباحثن (جيڪي ورهاڱي جي واردات کي به روڪي ڪون نه سگهيا هئا) جو ورجاءَ ضروري نه سمجهيو ويو. هاڻي هيءَ نئين رياست هڪ مهلڪ ئي سهي، پر حقيقت بڻجي چڪي هئي. ليگي فرقيواريت جي هن وڳوڙ کي هاڻي اسلامي رياست جي پنيرائي به حاصل هئي.

ماڻهن کي خوف، بلڪ موتمار خوف ورائي ورتو هو. پاڻ کي ايترو غيرمحفوظ ته هنن برطانوي راڄ ۾ به محسوس نه ڪيو هو ۽ هاڻي ته بهادر کان بهادر مجاهدن پنهنجو پلو ان ۾، چاتو ته اڪيلائي ۾ ماتم ڪن ۽ پڙهن يا ويتر غيبي ڪافر خلاف تباهڪن منطق ۾ پناهه وٺي، پنهنجي هڙني مصيبتن جو ڏوهي ڪيس قرار ڏين.

موقعي پرست ماڻهن، جيڪي مسلم ليگي ڏر ۾ ان اميد سان شامل ٿيا هئا، تہ هيءَ پارٽي ئي مسلمان شعور کي اڪسائڻ ۾ سگهاري قوت ٿي سگهندي، سي نراسائي جو شڪار ٿي ويا. ۽ بلڪل ڪانئر ٻڌجي پيا ۽ سچ چوڻ کان ٿهڻ لڳا. سيني ممدُوٽن ۽ ماڪين، شوڪتن ۽ اِفتين ان راهہ تي هلڻ لاءِ سيڪت سَٽي هئي، پر افسوس جو ڪو بہ سورهيہ پيدا نہ ٿيو جيڪو ڊال ڦٽي ڪري، خطري کي مردانگيءَ سان منهن ڏئي ها ۽ جعلسازي سان مجرايل ملت جي آواز خلاف مزاحمت ڪري ها. اهي موقعي پرست ماڻهو محدود وقت لاءِ مسلم حب الوطنيءَ جي اثر هيٺ رهيا هئا، ان مان جند ڇڏائي الڳ جماعتون، جهڙوڪ: عوامي مسلم ليگ يا مسلم ليگ جناح ناهڻ لاءِ ڪين ڪجهہ وقت درڪار هو. في الحال هو قربانيءَ جي ٻڪرن سان همدرديون جتائي ٿي سگهيا، گڏوگڏ سرڪاري پارٽيءَ لاءِ وفاداريءَ جي هام هڻندا رهيا. خان عبدالغفار خان اختلاف براءِ اختلاف ۾ اعتقاد نہ رکندو هو نہ ئي پاڻ لاءِ ڪنهن جنت جو گهرجائو هو. پاڪستان جيڪو هاڻي اٽنر سچ ٻڌجي چڪو هو، ان لاءِ بہ ڪيس ڪا حقارت ڪانہ هئي. ڇاڪاڻ تہ هن جو نظريو تہ هي هو- جيڪڏهن عام ماڻهن جي ضرورتن جو ڪنهن نظام هيٺ پوراءُ ٿئي ۽ ان نظام ۾ مختلف قومن کي آزاد ڇڏيو وڃي، تہ پوءِ نالي ۾ ڇا رکيو آهي، يا رياست جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ رياستون اُسرنديون ۽ ڍهنديون رهن ٿيون، پر عوام لافاني هجي ٿو. متئين اڏاوت ڪوبہ نالو يا شڪل اختيار ڪري، ڪيس سگهہ هيٺان بنياد کان ملڻ گهرجي. بادشاهہ خانُ، مسلمان معاشري جي ترقي پسند پهلوئن، جن سالن تائين ماڻهن ۾ جمهوريت ۽ آزادي پسندي پيدا ڪرڻ تي گُهري، جو پرچار پنهنجو فرض سمجهندو هو.

ڪانگريس ۽ خلافت تحريڪ جا پراڻا ڪامريڊ، مولانا عبيدالله سنڌي، تحريڪ جا مخلص پوئلڳ، سماجوادي ۽ اشتراڪي پارٽين جا جوشيلا جوان، سنڌين، بلوچن ۽ پٺاڻن جا سرگرم قومپرست، سڀ جا سڀ مسلمانن جا بهترين پرجهلا هئا، جن برطانوي حاڪمن ۽ سندن مقامي ساٿارين سان جنگيون لڙيون. انهن ئي پنهنجي پوئتي پيل، جاگيرداري سماج ۾ جمهوري عمل جي سکيا کي عام ڪيو ٿي. پر

نئين رياست ڪين نيست بابود ڪرڻ جون ڌمڪيون ڏئي رهي هئي، تنهن ڪري پنهنجي سڄي ڄمار جي پورهئي ۽ قوم جي تقدس کي اهڙن ماڻهن کان بچائڻ لاءِ پنهنجا نظرياتي ۽ ذاتي ويڇا دور ڪري، گڏيل مصيبت سان منهن ڏيڻ لاءِ هڪٻئي سان صلح ڪيائون. خان عبدالغفار خان ۽ سندس منظم خدائي خدمتگارن جو گروهه انهيءَ مزاحمتي قوتن جو مرڪز بڻجي ويا.

ان لحاظ کان جي ايم سيد سان بادشاهه خان سڀ کان وڌيڪ پنهنجائپ ۽ ويجهڙائي محسوس ڪئي. هن (جي ايم سيد) برطانوي پٺڀرائي حاصل ڪيل ليگي قوتن جي سنڌ ۾ زبردست مخالفت ٿي ڪئي. سندس سياسي قد پنهنجي صوبي جي ماڻهن ۾ تمام گهڻو وڌي چڪو هو جن اوپري پاڪستاني نظام هيٺ پنهنجي سهٽيءَ سنڌ جو چپو چپو ڳڙڪندي ڏسي رڙيون ڪيون. ٻئي اڳواڻ(غفار ۽ سيد) بي باڪ ۽ سورهيه سرواڻ هئا. شاهاڻي خاندان جا فرد, اسلام جي نفيس ۽ پلوڙ روايتن جا حامي هئا ۽ ٻئي محڪوم قومن جي سرواڻي ڪري رهيا هئا, پر سندن شخصيتن ۾ ڪٽر صوبائيت بلڪل ڪونه هئي. هو ٻئي اڳواڻ پنهنجي قوم جي پيڙا ۽ جدوجهد جي ميراث کڻي هلي رهيا هئا. ٻنهي کي پنهنجي قوم جي هندو مسلمان, سڀاجهڙن ڳوٺاڻن ماڻهن سان جٽادار محبت هئي, ۽ ٻئي ويساهه رکي ويٺا هئا ته ڪڏهن نه ڪڏهن ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان, هن پاڳل نظام مان ڇوٽڪارو ملي ويندو ۽ هو پنهنجي قومي سالميت ۽ وطنيت کي بحال ڪري وٺندا. ٻنهي جو ضمير, پنهنجي ڪلهي تي هندو ديس واسين جي پيڙاهه جو صليب گهلي رهيو هو پنهنجي ڌرتيءَ جي سپوتن (جن جي مخصوص, تاريخي وجود کي بچڙي انداز ۾ ڏچي ۾ وڌو ويو هو) جي آزمائشن, اٽڪت امنگن, آئيندي جي جدوجهد کي محسوس ڪيو ٿي. هن ليگي آمريت اڳيان آڻ مڃڻ کان انڪار ڪيو. هنن پڪو پهه ڪيو ته ماٺ نه ڪندا ۽ پنهنجي عزيز روايتن جي بچاءَ لاءِ پنهنجي حقن کان دستبردار ڪونه ٿيندا. هنن پڪو پهه ڪري ڇڏيو هو ته سيني ترقي پسند مسلمانن توڙي غير مسلمانن جي يڪجهتي کي قائم رکندا ۽ رياست ۾ هڪ متبادل پليٽ فارم جوڙيندا. خودمختيار ترقي

پسند، انصاف پسند ۽ تهذيب يافته پاڪستان جي قيام لاءِ پنهنجو پروگرام ڏيندا ۽ سچ پچ ته انهن رهبرن ۾ اها قابليت هئي، ته هو پنهنجا مقصد ماڻي سگهيا ٿي. انهن نئين رياست ۾ غير فرقيوارانه انسان دوست قدر ۽ نظريا زنده ڪرڻ جو مقدس وچن ڪيو هو. هاڻ ڪين ئي ملڪ جي نظرياتي بنيادن جا منڪر هئڻ جو لقب ڏنائون. جڏهن ته اهي اڱواڻ پنهنجي شخصيت ۾ ورهاڱي بعد برپا ٿيل انڌيءَ نفرت ۽ جهيڙن واري وايومنڊل ڪي محبت ۽ اقليت تي ٻڌل سماج طرف وٺي وڃڻ جي پل مثل هئا.

ٻنهي ڪي جنوني حد تائين ويساهه هو ته، انڊيا يا پاڪستان ۾ تيستائين امن ۽ ترقي اچي نه سگهندي، جيستائين ٻئي ملڪ انهن لکين دربدر ڪيل، پٽڪيل هندو توڙي مسلمان پناهگيرن کي پنهنجي جنم ڀومين ڏانهن، ڌرتيءَ جي معزز سپوتن وانگر ڀيهر وسائڻ لاءِ بهتر حالتون پيدا نه ڪندا. آجپو تيستائين فريادي پوت ٻڌجي نندي ڪنڊ مٿان لامارا ڏيندو رهندو جيستائين لکين ماڻهن جي خواهش کي پورو ٿيڻ کان روڪيو ويندو. اهو آدرش ئي سيني ثقافتي ۽ سياسي جاکوڙن جو فيصلائتو نقطو آهي، جيڪي اڳتي هلي پاڪستان ۽ انڊيا جي عوام کي بهتر زندگيءَ لاءِ جوتٽيون پوندیون.

اهوئي ڪارڻ آهي، جو بادشاهه خان اهڙن سياستدانن ۽ ڪٽر مسلمانن سان معاهدو نٽو ڪرڻ گهري، جيڪي ڪيس هيءَ هدايت ڪن ٿا:

> ”انهن ٻهروپين خلاف اسان ساڳيو هربو استعمال ڪري وڙهنداسين، جيڪو هنن وڏيءَ ڪاميابيءَ سان ڪانگريس خلاف ڪتب آندو هو. اسان پنهنجي مٿن تي قرآن پاڪ کڻي مسلمان عوام ۾ ويندااسين ته جيئن مسلمانن نالن هيٺ پناهه وٺندڙ ڪافرن جا وکا پڌرا ڪيون.“

اسلام به هميشه جوکي ۾ رهندو اچي. هاڻ ته وري ٻيون انقلاب مخالف قوتون به سندس ڪڍ لڳيون آهن. هٽلر کي ڪٽا سازيءَ ۾ ته ٻارنهن، تيرهن سال لڳا ۽ پوءِ ئي جرمن باشندن کي پنهنجي لوهي چنبي ۾ جڪڙيو هئائين. ليگي قيادت کي ته ٿهي نڪي ڪٽا ملي

چڪي هئي، جنهن ڪيس بي بها سياسي سگهه وارين ڪرسين تي آڻي اچلايو هو. هاڻي وقت آيو هو تہ ان ڪتا کي پرزا پرزا ڪري، ۽ انهن اوطاقي سياستدانن، جيڪي رياست کي پنهنجي ملڪيت سمجهي ان سان ڪرتب بازي ڪري رهيا هئا، تن جي جڳهہ تي فسطائي حڪومت لاءِ رستو صاف ڪجي. اها ئي پاڪستان جي اصل مصيبت آهي. تنهن ڪري خان عبدالغفار جتن ڪري رهيو هو تہ جناح صاحب کي سندس حياتيءَ ۾ مڃائي ونجي تہ، پراڻي تباهڪار منطق کي پوئتي ڇڏي، جمهوري قوتن کي مضبوط ڪيو وڃي، پر هو ان ڏس ۾ سوڀارو نہ ٿيو. تڏهن بہ هن اهڙي ڪرتب کان گريز ڪيو، جنهن سان دٻاءَ واري سياست ۾ تہ ڪامياب ڪري ها، پر مستقبل لاءِ مها مصيبت (مارشل لا) جو ٻج ڇٽي، سندس واڌ ويجهہ کي ممڪن بڻائي ها.

***

اپريل 1948ع ڪراچي ۾ پاڪستان پيپلز ميڙاڪو سڏايو ويو. ان آزاديءَ جي جدوجهد ۾ سرگرم، جهونن اڳواڻن، سماجوادين، اشتراڪين، مزدور يونين، هارين ۽ شاگردن تنظيمن جي نمائندن، ويندي ڪجهہ مسلم ليگي رهنمائن، جن جمهوري محاذ ۾ شامل ٿيڻ چاهيو، کي آيا هئا. خان عبدالغفار خان بہ پنهنجي ساٿين سان گڏجي ڪراچي آيو. خدائي خدمتگار ذهني طرح چوڪس هئا تہ ان ميڙاڪي ۾ هو گرفتار بہ ٿي ٿي سگهيا. مرڪزي حڪومت کي ڪراچي راڄڌانيءَ (جيڪو سنڌين کان ڦريو هئن) تي پنهنجي سگهہ جو اڃا پورو ويساهہ ڪونہ وينو هو. جيتوڻيڪ ليگي اخبارن ميڙاڪي ۾ شريڪ ڪارڪنن کي غدار سڏيو ۽ پنهنجي ادارين ۾ سندن خلاف سخت قانوني ڪارروائي ڪرڻ لاءِ تلقين ڪنديون رهيون. ان ميڙاڪي ۾ سيني ترقي پسند عنصرن کي متحد ڪري هڪ وسيع محاذ ٺاهڻ جو فيصلو ٿيو. هڪ تفصيلي منصوبو تيار ڪيو ويو. جنهن مطابق پاڪستان کي هڪ خودمختيار غير فرقيوارانہ جمهوري ملڪ ٺاهڻ جو منصوبو رٿيو ويو جتي مسلمانن کي مڪمل سماجي انصاف مهيا ڪيو ويندو. سيني وفاق ۾ شامل صوبن کي هڪجيتري

حيثيت جي ضمانت ڏني ويندي. بادشاهه خان اعلان ڪيو ته هو طاقت واري سياست ۾ ملوث نه ٿيندو ۽ مسلم ليگ سرڪار سان هر سهڪار ڪرڻ لاءِ تيار آهي. شرط اهو رکيائين ته قانون سازيءَ وارين ڪارروايين ۽ عملن ۾ تعميري تنقيد جو ڪيس حق ڏنو ويندو.

قرار داد ۾ حتمي طرح فيصلو ڪيائون ته. هو سياسي سرگرمين کان پاسو ڪندا ۽ پنهنجو پاڻ عوام لاءِ تعميري ڪمن کي ارپيندا.

سچ ته اهو سنجيده، مخلص، معزز ۽ فضيلت ڀري حب الوطنيءَ ۽ تعميري ذهانت جو بهترين منظر هو جيڪو مسلم ليگ جا سياسي حريف، رياست جي سامهون رکي رهيا هئا. ان سياسي وايو منڊل گوشه نشين ترقي پسندن کي به حوصلو ڏنو جيڪي مسلمان سماج جا نج جوهر ته هئا، پر نئين رياست ۾ پاڻ کي بيوس محسوس ٿي ڪين. سڀ ان ڳالهه تي يڪراءِ ٿيا ته بادشاهه خان پنهنجي مرڪزي آفيس ڪراچيءَ ۾ قائم ڪري، جتان سڄي پاڪستان اندر پنهنجي سياسي منصوبي جي پرچار لاءِ آواز بلند ڪري

پوءِ بادشاهه خان، ميڙاڪي مان فارغ ٿي، جڏهن پنهنجي سرحد صوبي پهتو، ته هن تحريڪ کي ڪچلڻ جا منصوبا به جڙڻ شروع ٿي ويا.

هن تي بهتان لڳايو ويو ته. هن اِپي جي فقير سان ملي ملڪ خلاف سازش رٿي آهي. ترت ڪيس سرحد جي قانون مطابق، اڏ ڪلاڪ اندر ئي برطانوي جج ٽن سالن جي بامشقت قيد سان نوازيو. هن کي مونٽگوميري جيل اماڻيو ويو ته جيئن پناڻن کان پري، پنجابي ڪامورا هن غدار جي چڱيءَ خاطر تواضع ڪن.

خان عبدالقيوم خان، بادشاهه خان جي ساٿين ۽ مٽن مائٽن خلاف دهشت جو درياهه ڇوڙي ڇڏيو. گهڻن کي جيلن ۾ اڇلايو ويو خدائي خدمتگارن جي امن پسند گڏجاڻين کي بندوق جي گولين جي وسڪاري سان ڇڙوڇڙ ڪيو ويو ۽ سندن ٻارن ۽ زائفائن کي به ذلتون سهڻيون پيون

جي ايم سيد کي به پنهنجي ڳوٺ کان ٻاهر نڪرڻ کان جهليو ويو سندس پارٽي جي نون ڪارڪنن جي به ساڳي حالت هئي.

حڪمرانن جو ڏوهي ۽ بچڙو ضمير جڻ تہ انڌي گهوڙي تي سوار هو ۽ وڏ ڪان وڏ ڏوهہ ڪرڻ لڳو. قائداعظم تہ ويچارو عليل ٿي چڪو هو پر حڪمران نسل جو ضمير بہ لڳي ٿو ناچاق ٿيڃي چڪو هو.

اميد جي سيني درين تي پردا ڏيئي چڙيا هئن ۽ ان رياست مٿان اونداهين جو راڪاس گشت ڪرڻ لڳو هو.

جنهن سچ پڌائڻ جو مون اوهان سان وچن ڪيو هو. اهو سچ اوهان کي پڌائي چڏيو اٿم. پاڪستان ۾ اهو اگهاڙو سچ، جڙتو بهتانن ۽ قانوني لفاظين جي اگڙين سان ڍڪي رکيو اٿن. ان سچ پٺيان اها ڪهاڻي بہ پوشيده آهي تہ ڪيئن اُجرو ضمير رکندڙ ماڻهوءَ کي نئين رياست قيدخاني ۾ باندي ڪري رکيو آهي.

سرحدي گانڌيءَ کي قيد ۾ رهندي، ڳرندي جُهرندي ٻن سالن کان بہ وڌيڪ عرصو گذري چڪوآهي، پر پلن ماڻهن جي پلي ۾ اجري ضمير کي آزاد ڪرائڻ جي جنگ اڃا هلندڙ آهي ۽ اسان کي بہ هن پار پڙڪائي رهي آهي. ڏيرا، مبهم، پتڪڙا گانڌي پنهنجي وس کان ٻاهر، هن جنگ ۾ ٻهرو ونڻ لاءِ پاڪستان جي ڌرتيءَ تي جنم وٺي رهيا آهن، جن کي سخت گڏيل اتحاد سان جنگ جاري رکڻي پونديہ تہ جيئن فرقيواريت ۽ نفرت جي بلند ديوارين کي مٽيءَ ۾ ملايو وڃي تہ جيئن هر هندو مسلمان ۽ سک ڌرتيءَ تي ڪراچي کان ڪيمرون ۽ ڪراچي کان سري لنڪا تائين آزاديءَ ۽ فخر سان گهمي ڦري سگهي. بادشاهہ خان پنهنجي جدوجهد ۾ تنها ڪين آهي.

# چوواٽو

پاڪستان جي مرڪزي اسيمبلي ڪجهه ڏينهن اڳ، هڪ بل جي منظوري ڏني آهي ، جنهن مطابق ٽيليفون ذريعي اخلاقي لحاظ کان ڪريل، گمراهه ڪندڙ ۽ خطرو پيدا ڪندڙ پيغام موڪلڻ قانوني ڏوهه ليکيو ويندو. تنهن تي احمد جعفر عرض ڪيو ته "اپريل جي پهرئين تاريخ، يعني پوڪن جي عالمي ڏينهن تي، ته اهڙي قانون کان عوام کي ڇوٽ ڏني وڃي" غياث الدين پٺاڻ گجگوڙ ڪندي چيو: "پاڪستان جو ڪوبه شهري پوڪ بڻجڻ لاءِ تيار نه آهي، نه ئي هن کي ٻين کي پوڪ بڻائڻ ۾ ڪا دلچسپي آهي، پوءِ ڪٿي پهرئين اپريل وارو ڏيهاڙو ئي ڇو نه هجي." آمين!

پاڪستان ۾ ٽيليفون ذريعي ملندڙ نامعلوم ڌمڪين کي روڪڻ لاءِ جيڪو قانوني هٿڪنڊو ايجاد ڪيو اٿن، ان عمل گهٽ ۾ گهٽ ئي پاڪستاني شهرين کي ڪل ۾ پوڙي وڌو آهي. هنن اڳواٽ ئي ڄاتو ٿي ته، قانون جي اوٽ وٺي، اهڙي قسم جي ڪليل ڌمڪي ڏيئي، شهرين جي شخصي آزادي ڦرڻ واري حرڪت ته مسلم ليگ جي خمير ۾ شامل آهي. ملت کي اسلام جي نالي تي ٺڳڻ جي ڪري ئي ته پاڪستان جو جنم ٿيو هو.

اشتراڪين جي سيلاب جو ٻپ ئي پاڪستان جي قيادت کي بيوقوف بڻائڻ ۽ پاڪستان جي خودمختياري حاصل ڪرڻ جو مکيه اصول رهيو آهي.

اهي حڪمت عمليون پنهنجو پاڻ ۾ انقلبازين ۽ سياسي چالبازين کي جاري رکڻ لاءِ مواد مهيا ڪن ٿيون. جنهن کي پاڪستان جي اندروني سياست ۾ ڀرو وٺندڙ حريف، ان يتيم رياست مٿان تسلط قائم ڪرڻ واسطي ڪتب آڻي سگهن ٿا.

ان وقت جڏهن لياقت علي خان پنهنجي تيزيءَ سان بگڙجندڙ نصيب ڪي سڌارڻ لاءِ رستو هموار ڪري رهيو هو سو بہ اهڙيءَ رياست ۾، جنهن بابت جيئن ماسڪو ريڊيو وارا چئي رهيا آهن تہ هن جو حشر بہ "سنگمن ري" جهڙو ئي ٿيندو. ڪوريا جي "سورمي" پل تہ چاليهن ورهين کان پنهنجو ديس نہ ڏٺو هجي، پر سندس رڳن ۾ تہ ڪوريائي رت ڊوڙي رهيو هو پر لياقت علي خان تہ هندستان کان آيل ڏاريو آهي، جنهن کي ٻئي ڏاريئي جي سفارش تي هن عهدي تي ٿاڦيو ويو هو هن جو وقت بہ پورو ٿيڻ وارو هو ۽ پاڪستاني سياست جي هر هوشيار شاگرد کي ان جي پروڙ هئي.

لياقت علي خان وڏي شان سان اعلان ڪيو تہ هن پيري هو موڪلن گذارڻ لاءِ سير واسطي لنڊن ڪونہ ويندو. سندس جوڙيوال پريس کيس سلام ڪندي "ياڳوان، تاريخ ساز شخص" سڏيو. ڊان اخبار هڪ ڪارٽون بہ ڇاپيو هو جنهن ۾ ڏيکاريل هو تہ لياقت علي دولتِ مشترڪ جي دعوتنامي کي پير هيٺان چِٿي رهيو هو ۽ ڊنل ايٽلي کي چئي رهيو هو:

"يار ارني، هن دفعي تہ اسان جو واپار خساري ۾ ويندو
جنهن لياقت کي اسين سڃاڻندا هئاسين، هي تہ اهو رهيو
ئي ڪونهي."

پاڪستاني سفارتخانن طرفان قراردادون منظور ڪيون ويون ۽ اعلان جاري ڪيا ويا. وزيراعظم جي فيصلي جي ساهتا ڪئي تي وئي.

الطاف حسين- پاڪستان جو پيغامبر، جنهن جا مشاعرا سدائين شهرن ۾ لاني چارج تي ختم ٿيندا آهن. تنهن وڏي نوابي انداز ۾ فيصلو ڏنو:

"هي تہ عملن جي باب جو اڇا آغاز آهي" آمين!

ان قصي کي ٿورو عرصو ئي مس گذريو هو تہ لياقت علي خان پنهنجي اصل روپ ۾ واپس وارد ٿيو پنهنجي ٻن پٽن ۽ وَنيءَ سان گڏ لنڊن جي سير سيپاٽي تي نڪري پيو. هاڻي هن خاندان جي لنڊن آمد بعد، برطانوي پريس پراڻي سچي قصي کي ڳالهہ مان ڳالهوڙو ٺاهيل خسيس قصو چئي لنوائي رهي آهي. اهو ڪو پهريون پيرو ڪين هو تہ لياقت علي خان، پنهنجي محسنن طرفان خاص اهميت نہ ملڻ ڪري

ڪانئن رڻو هو پر هاڻ ڪٿي اميد ڪجي تہ شل سندس هي رُسڻ آخري پيرو هجي.

مانچيسٽر گارجين اخبار جيتوڻيڪ ڪيس چتاءُ ڏيندي چيو آهي تہ "دولت مشترڪ سان بي رخيءَ وارو رويو هن لاءِ پاڪستان ۾ تہ مفيد نعرو ثابت ٿيندو. پر پنهنجي ڪل بچائڻ خاطر هن کي فقط پاڪستاني عوام جي مزاج ۾ راءِ جو قيدي نہ هئڻ گهرجي، جو تہ لياقت علي خان پاڻ ئي انهن جي مزاج کي پڙڪائڻ جو هيراڪ آهي."

بليڪ ميل جهڙي خراب لفظ جي استعمال کان گريز ڪندي، پاڪستان ۾ بيوقوف بڻجڻ ۽ بيوقوف بڻائڻ جي پيچيده سازش هن تازي واقعي مان ظاهر ٿي رهي آهي.

ان واقعي کي مسئلي جو اختتام نہ سمجهيو وڃي. پر هي تہ وڏي طوفان جي آمد جو ابتدائي مرحلو آهي. جيڪو وڳوڙ سان گهريل پاڪستان کي گهيري وٺندو.

هندستان جي نالي ۾ عوام کي ورغلائڻ يا ڪشمير لاءِ حرص ظاهر ڪرڻ تہ، مومل جي ڪاڪ محل ۾ ٿيندڙ سياسي لفاظيءَ جو لازم حصو رهيا آهن. اها لفاظي حڪومت ڪندڙ ٽولو توڙي حزب اختلاف، ٻئي ڌريون استعمال ڪن ٿيون ۽ ڪڏهن تہ سچ پاڻمرادو منهن مان نڪري بہ وڃين ٿو.

ان جو حاصل نتيجو اهو ٿو نڪري تہ پاڻ کي فرقہ پرست سڏائيندڙ نجات جي سرخ ڏگ ونڻ جا هوڪا ڏيندي ملي ٿو. آمريڪي طرز زندگيءَ جو سچو پريمي، برطانيا سان سلهاڙيل، هر ڳالهہ خلاف گارگند ڪندو رهي ٿو.

الطاف حسين پنهنجي ايڊيٽوريل ۾ چتاءُ ڏنو آهي تہ صليب طرفان مسلمان ملت تي صدين کان ٿيل هڙني عقوبتن ۽ ذلتن جي انتقام لاءِ اسلام جو چنڊ. استالن جي ذاتي ۽ هٿوڙي سان اتحاد ڪرڻ کان بہ ڪونہ ڪيٻائيندو. ماڻهن جو دماغ چريائپ جي طوفان ۾ ڪيئن نہ ينواتيون کائڻ لڳي ٿو. سچ چوندا آهن تہ هر چريائپ ۾ معنيٰ ۽ مخصوص اسلوب موجود هوندو آهي.

اڳئين پيري، لياقت علي خان، جڏهن اسٽالن سان ملاقات جي ڌمڪي ڏني هئي، تہ پوءِ وڃي مس واشنگٽن پاران دعوتنامو مليس. پاڪستان ۾ جيلن ۾ قيد "ڪامريڊ" پنهنجي منهن ٺهڪ ڏيڻ لڳا، ڇو تہ لياقت علي جي اعلان سبب ڪين سي (C) ڪلاس مان اي (A) ڪلاس ۾ مليو ان ملاقات جي اعلان سبب. جيڪا ڪڏهن ٿي ئي ڪونہ. سئينمائن ۾ جيتوڻيڪ، سرڪار طرفان مليل فلمون هلنديون رهيون، جن ۾" Fifth column ۾ اشتراڪين کان خبردار رهو! جا اشتهار هلندا رهندا هئا.

ميان افتخار دين کي تہ مسلم ليگ مان مورڳو ئي تڙيو ويو. ڇاڪاڻ تہ هن اسلام کي ڪجهہ سنجيدگيءَ سان ئي برابريءَ ۽ سماجي انصاف وارو دين سمجهي ورتو هو. ان ڪرتب (افتخار کي ليگ ۾ تڙڻ) ڪري ئي لياقت علي خان تي "پاڪستان جو ري (Rhee)"جو نالو رکيو هئائون.

## وپنگ بواءِ (Whipping Boy)

وڳوڙ ۽ گهوٽالي، اوبرن ۽ نئينءَ مان اسريل اڳواڻن (جن کي هن رياست طرفان انتهائي سياسي سگهه مليل هئي) کي هيسائي وڌو آهي ۽ رونما ٿيندڙن حادثن ۽ واقعن جو منطق (جيڪو پاڪستان جي لکين نڳيل ماڻهن جي شعور ۾ هڪ ردعمل کي جنم ڏيئي رهيو آهي) پاڪستان جي حڪمران ٽولي مٿان، جڏهن ته اهو واجب ڪري ڇڏيو هو ته پنهنجي وجود جي بقا کي ڪرتبن مٿان ڪرتب، ۽ سازشن مٿان سازشون ڏيکاري ممڪن بڻائين. ڪشمير ته هنن لاءِ هاڻي "امرت ڌارا" مثل هئي، پر لڳو ائين ٿي ته اها به هاڻي پنهنجو اثر وڃائي رهي آهي. ورهاڱي جي غير متوقع مصيبتن، مسلمان شعور کي ڏوڙي وڌو هو سندن شعور هاڻ سدائين پرتشدد، ولوله انگيز طور تحرڪ ۾ رهي ٿو ۽ پاڻ کي مستحڪم رکڻ لاءِ ڪنهن نه ڪنهن ويريءَ جي تلاش ۾ ٿو رهي. اهي حالت ۾ شايد، اهو شعور، نئينءَ رياست جي پوري عمارت (جنهن جو بنياد مذهب تي رکيل آهي، ۽ جنهن ملڪ جي نوابن ۽ نوابزادن کي منجهس ڪا به دلچسپي مور ڪونهي) کي ڊاهي پٽ ڪرڻ ۾ به دير نه ڪري



اوڊيپس ڪامپليڪس جا پاڇولا

هاڻي سيني مسئلن جي جڙ پاڪستان ڪي جنم ڏيندڙ برطانيہ ڪي چئي رهيا آهن.

ان جائز ابي جي ڳالھ ڪندي، الطاف لکي ٿو: "اسان پاڻ ڪي ڪيرائي، ان اميد ۾ سندن ڪيمپ جا پوئلڳ بڻياسين تہ هو جائز مقصدن حاصل ڪرڻ ۾ اسان جي ساهتا ڪندا. پر هنن تہ اسان ڪي ڏتن ڪانسواءِ هيل تائين ڪجھ بہ ناهي ڏنو. هاڻي هو اميد تا ڪن تہ انهن جي سياسي راند ۾ اسان پاڻ ڦاسايون ۽ پنهنجي قوم جي مستقبل ڪي جوکم ۾ وجهي ڇڏيون. سندن رويو ماتيليءَ ماءُ وارو آهي ۽ موٽ ۾ هو اسان ڪي دلاسي سوا ڪجھ بہ نہ تا ڏين. هو تہ گڏيل قومن جي سيڪيورٽي ڪائونسل ۾ ڪيل پنهنجي وچن تي بہ پورا لهي نہ سگهيا آهن. اسان هاڻي سجاڳ ٿي چڪا آهيون ۽ ان واٽ تي پهرئين وک بہ وڌائي اٿئون. پر اجا اسان ڪي گهڻو اڳتي وڃڻو آهي."

الطاف سچ چيو تہ سڌي سنئين ڏمڪين جي بي ڊولائتي ڊرامي ڪي اجا گهڻو اڳتي وڃڻو آهي، پر لياقت حڪومت ان ڊرامي مان نڪتل قوتن ڪي هرگز برداشت ڪونہ ڪندي. سهروردي ۽ افتخار دين، پاڪسنان جي"ري Rhee" جا سخت ويري آهن. هنن دانهون ڪرڻ شروع ڪيون آهن تہ هو گهڻو عرصو اڳ ئي ان ڳالھ جي تاڪيد ڪري رهيا هئا تہ پاڪستان ڪي دولت مشترڪہ کان آزاد رکيو وڃي. دانشورن مٿان ان واقعي جي اثر جو اندازو پاڪستاني پريس جي ايڊيٽرن ڏانهن لکيل خطن مان لڳائي سگهجي ٿو. گورنر موديءَ خلاف هلايل هلچل ۾ بہ برطانيا خلاف اهڙي حقارت نہ ڏٺي وئي هئي.

سي آءِ ڊي (C.I.D) جي هڙني وسيلن ڪي ملڪ اندر اشتراڪي ڪاروائين ڪي ٻنجو ڏيڻ لاءِ ڪتب آندو پيو وڃي، ۽ ٻئي پاسي وري پريس سرڪار کان ئي سکيا حاصل ڪري، سرڪاري ڪرتبن جي پٺڀرائي ڪندي، غلطيءَ وچان عوامي راءِ ڪي روس جو حمايتي بڻائي رهي آهي.

پاڪستان ۽ انڊيا ۾ رهڻ سبب مان پڪ سان چئي سگهان ٿو تہ پاڪستان ۾ روس حامي جذبو انڊيا جي ڀيٽ ۾ گهڻو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اتي چيو ويندو آهي تہ اسلام جو مطلب بہ اشتراڪيت ئي آهي. بس

ان حساب ۾ خدا جو جوڙ ڪيل آهي، جيئن تہ پاڪستان ۾ الله ڪي نظام الدين ۽ لياقتن قبضي ۾ ڪري ورتو آهي، تنهن ڪري ٻنهي نظرين ڪي عملي طرح هڪ ئي سمجهجي تہ بهتر. ٻيو اهو تہ. گهٽ ۾ گهٽ دنيا جا تہ اهي ٻئي نظريہ (اشتراڪيت ۽ اسلام) هندن جا ڪٽر مخالف آهن.

هي آهي حال مسلمان سوچ سمجهہ جو جيڪا ورهاڱي جي سيني بيهودگين سبب واٺڙي ٻٽيل آهي. دهليءَ جي تاج محل ۽ جمنا مسجد جي ياد ۾ ورتل مسلمان شعور اشتراڪيت کي نجات جو رستو تصورڪرڻ لڳو آهي ۽ وڏي مسخري تہ اها چئبي تہ هي نعرو ڪين لياقت عليءَ جي زير حمايت صحافي الطاف حسين طرفان مليو آهي.

ٽي سگهي ٿو تہ ان سڄي واقعي پويان پاڪستان جي مرڪزي ڪابينا ۾ سِتجندڙ سازشن جو هٿ هجي، جتي چوڌري ظفر الله جو پنهنجي عهدي تي جٽاءُ مشڪل ٿو لڳي. برطانيا جو حامي هئڻ سبب، سيڪيورٽي ڪائونسل جي پوئين اجلاس ۾ ڪشمير تي نہ ڳالهائڻ جو ڏوهہ مٿس مڙهيو پيو وڃي. ٽي سگهي ٿو تہ چاچو سيم(Uncle Sam) بہ ملوث هجي، جيڪو وچ ايشيا ۽ پاڪستان ۾ انگستان جي اثر کي مختلف حڪمت عملين سان بي دخل ڪرڻ ٿو چاهي. يا شايد لياقت عليءَ جي ايندڙ پنجاب چونڊ ۾ ليگ جي بهتر ڪارڪردگيءَ لاءِ گهرج سبب هجي، جتي سپ جناح، اسلام، آزاد پاڪستان، غريب ليگ، يو پي مان ايندڙ غاصب کي للڪارڻ وارا هئا. متان ائين بہ هجي تہ روس جو ڪراچيءَ ۾ ويٺل سفارتڪار پنهنجي آفيس ۾ هٿ تي هٿ رکي نہ ويٺو هجي ۽ اولهہ بلاڪ جي مردود فرنگين خلاف گڏيل اسلامي جنونيت جي انقلابي سگهہ کي ڪٽي رهيو هجي. قبائلي خطي جي نازڪ صورتحال لاءِ ضروري ٿي پيو هو تہ ملت کي ڪافر کان ڊيڄاري، نئون جوش ڏيارجي، يا شايد ٻاراٽي بيماري، جيڪا پاڪستان جي حڪمرانن جي پاليسيءَ ۾ ڀرپور انداز ۾ نظر اچي ٿي، ان جو اٽڪٽ اظهار هجي.

پر هڪ ڳالهہ تہ طئي آهي، تہ پاڪستان ۾ انهن ڪرتبن قطعي شڪل اختيار ڪري ورتي آهي، سرڪاري سرپرستي تہ اڳ ئي هئس،

هاڻ عوام ۾ بہ انگريز آمريڪا ڪئمپ لاءِ سگهاري، مخالفانہ راءِ ٺهي چڪي هئي. لياقت، الطاف واتان ماضي جيان، ٻي وائي ڳالهرائي ٿي سگهيو پر ملت واتان پنهنجي مرضيءَ مطابق مختلف نعرن لاءِ حمايت هن جي وس جي ڳالهہ نہ هئي. خاص ڪري تڏهن جنهن مهل سندس سياسي حريفن بہ هن جي ڪرتبن لاءِ آمين جي صدا بلند ڪري ڇڏي هئي، ۽ اسلامي زندهہ دليءَ سان سندس پوئواري ٿي ڪئي. هر انسان وٽ بيوقوف بڻجڻ جي بہ هڪ حد ٿئي ٿي ۽ اهو اصول پاڪستان تي بہ لاڳو ٿئي ٿو.

اسان، آسانيءَ سان پاڪستان جي صحافين جي ليکن ۽ سياسي اعلانن مان سمجهي سگهون ٿا تہ لياقت جي لنڊن نہ وڃڻ جو روضو ٽنڻ ڪانپوءِ بہ ان ڳالهہ جا بنهہ گهٽ امڪان آهن تہ پاڪستان دولت مشترڪ ۾ ٽڪندو. هاڻي ڪان ئي رياست جي وزيرن کي انگلستان جي بادشاهہ جي سالگرهہ پارٽي لاءِ تيار ڪيل فهرست ۾ ڪين برطانوي بادشاهہ جي پاڪستان جا وزير ڪري ڄاڻايو ويو هو.

پر پڪ سان نہ ٿو چئي سگهجي تہ اهڙو ڪرتب، جنهن ۾ پاڪستاني سياستدانن برطانيا ۾ (Whipping Boy)کي ڳولي لڌو آهي، ملت کي مطمئن ڪرڻ ۾ سوپ ماڻيندو. غور ڪيو اڄ جو ڪافر هندو ناهي، پر عيسائي آهي، يهودين وانگر اهل ڪتاب آهي، پر هن جي اسلام خلاف ڪُڌن ڪرتوتن جو دفتر ناقابل تلافي ۽ ججهو پراڻو آهي. تازي سرحد جي صوبائي اسيمبليءَ جي هڪ بحث ۾ اسپيڪر صليبي لڙاين ڪانپوءِ عيسائين جي اسلام خلاف ڪرتوتن جو پورو چٽو بيان ڪيو مٿس واڪاڻ جا گل اچلايا ويا ۽ تاڙين جي گونج پڻ ٻڌڻ ۾ آئي. هن چتاءُ ڏنو آهي تہ اسلام جي تلوار سان عيسائين جي اهڙي دولاب جو بدلو ضرور وٺڻ گهرجي.

عام مسلمان خلق جي شعور ۾ اڳوات ئي ڪشمير، فلسطين، مصر، سوڊان، الجيريا، موروڪو اتر گني جي زوردار رڙين جا پڙاڏا ٻڌجي رهيا آهن. هڪ پاڪستاني ليکڪ مطابق تہ انهن مسلمان ملڪن جي پوڳنا، صليب طرفان چنڊ تي مڙهيل جنگ سبب آهي. هئي پاڪستانيءَ وري خوشيءَ جو اظهار ڪيو آهي تہ. شڪر الحمد

الله جو آمريڪي صدر ٽرومين اسلام ڪي دنيا جي اخلاقي قوتن ۾ شامل نہ ڪيو آهي ۽ اهڙي طريقي سان اڻڄاڻائيءَ ۾ هن اسلام کي خراج تحسين پيش ڪيو آهي. پر وري هڪ ٻئي پاڪستاني ٽرومين کي اسلام جي بي حرمتي ڪندڙ قرار ڏنو آهي ۽ لکي ٿو تہ چنگيز خان ۽ تيمور لنگ، بلڪل دنيا جي اتهاس جا ڳڙنگ قاتل هئا. پر ڪوريائي شهرين جو ڪوس ڪري، هيروشيما تي بم اڇلائي، هاڻ اهو اعزاز بہ آمريڪين کٽي ورتو آهي! تہ ڳالهہ اصل هيئن آهي تہ لياقت حڪومت جيڪو بي ڊولو ڊرامو پنهنجي ئي ساٿارين خلاف شروع ڪري ٿي، تہ سندس حريف موٽ ۾ اهڙو تہ وار ٿا ڪنس، جو لکين مسلمانن جي تخيل زبردست نموني تحرڪ ۾ اچي وڃي ٿو.

پر ڪٽر مذهبين، جن کي جديد دؤر جي پيچيدگين ۽ ورهاڱي جي پورن اصل وائڙو ڪري وڌو آهي ۽ دنيا جي هندن ۽ عيسائين خلاف مقدس جهاد ۽ اشتراڪي يلغار کي هڪ ڳالهہ سمجهي رهيا آهن. هو سمجهن ٿا تہ هندن ۽ عيسائين (هُنن سان دولاب ڪيو آهي، ان لاءِ ڪدورت ۾ انڌو ٿي، هو وساري رهيو آهي تہ جديد دنيا ۾ هڪ اشتراڪي سورهن آنا سچو ڪافر آهي. لڳي ٿو تہ هو ڪٽر مذهبي) خدا جي رسيءَ کي ڇڏڻ لاءِ بہ تيار ٿي پوندو، جيڪڏهن ائين ڪرڻ سان ٻين ٻتن کي ٽڪرا ڪري سگهندو ۽ اسلام طرفان پڪ ڏيارڻ، برابريءَ ۽ ڀائپيءَ تي ٻڌل معاشري جي ساٻيان ڏسي سگهندو.

اهڙا سياست جا هوشيار شاگرد اوهان کي گهٽ ئي ملندا، جيڪي پاڪستان ۽ سڄي وچ ايشيا ۾ عمل پذير قوتن کان واقف نہ هوندا. جيتوڻيڪ عملن ۽ حڪمت عملين جون مختلف صورتون ٿي سگهن ٿيون. مان عموماً سوچيندو آهيان، تہ هن ننڍي کنڊ ۾ نيون رياستون ناهيندڙ ۽ ورهاڱي جي ضامنن، ڪڏهن تصور بہ ڪيو هوندو تہ، ائين ڪري هو پاڻ لاءِ بہ کهڙين مصيبتن کي پيدا ڪرڻ ۾ مدد ڪري رهيا هئا. هنن پاڻ ئي اسلامي دنيا کي چوواٽي تي آڻي بيهاريو آهي.

# ضميمو

هي ليک جڏهن پهريون ڀيرو ڇپيا تہ هن ملڪ (هندستان) ۾ نہ رڳو وڏي دلچسپيءَ، پر بي اعتقاديءَ ۽ شڪ شبهن کي پڻ جنم ڏنو.

انڊيا ڪاٽو پاڪستان جو غير مذهبي شعور رکندڙ سجاڻ ماڻهوءَ وٽ اهو تصور هوندو هو تہ انڊيا کان الڳ ٿيل پرڳڻا، نظرياتي ۽ سياسي لحاظ کان جتادار ۽ پختي طبعي بيهڪ رکن ٿا، ڇو تہ مذهبي ڪٽرپڻي جي امرت سان هنن کي مستحڪم ڪيو ويو هو. ماڻهو سوچيندا هئا تہ منهنجي ٽيڪاٽپڻي مبالغي تي مبني هئي، جنهن اسلامي يڪجهتي، پاڪستان کي ممڪن بڻايو ان ۾ ايتري مختصر عرصي ۾ ڪيئن ايڏا ڏار پئجي سگهن ٿا. پڙهندڙ سمجهندا هئا تہ ورهاڱي ان مسئلي کي هاڻي ختم ڪري ڇڏيو آهي، جيترو جلد ان ڳالهہ کي مڃي اڳتي وک وڌايون اوترو بهتر ٿيندو. ضرورت پئي تہ پنهنجي يُو. پي (U.P) جي پراڻي يار لياقت علي خان کي رعايتون ڏيئي، ڳالهہ رفع دفع ڪيون ۽ هن خطي ۾ ڀائيچاري ۽ امن جي دور جو آغاز ڪريون.

مون کي اعتراف ڪرڻو پوندو تہ انهن ڀڃاڻن ۾ شڪ شهبي تي سڀ کان وڏيڪ عجب تہ مون کي پاڻ کي لڳو. مون کي تہ بلڪل بہ پتو نہ هو تہ هن ديس ۾ پاڙيسري ملڪ بابت ماڻهن کي صحيح ڄاڻ بلڪل ڪونہ هوندي، ڇو تہ اتي مسئلو نہ صرف موجود آهي، پر هزارين ڀيرا وڏيڪ ڏماڪيدار ۽ پيچيده شڪل اختيار ڪري چڪو آهي ۽ جنهن جو اثر انڊيا جي اندروني ۽ ٻاهرين حالتن تي سڌو سنئون ٿيندو. جنهن کي اسان پاڪستان سڏيون ٿا، اهو رڳو رنل پاءُ تصور نہ ڪيو وڃي، پر پنهنجو ئي پيدا ڪيل هڪ هوڏي ۽ شراتي ٻار آهي، جنهن جي روڳن جي علاج لاءِ هندستان کي بہ ذميواري نڀائڻي پوندي. اهوئي بنيادي سچ

آهي، جنهن ڪان اسان لنوائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون. پنهنجي اندروني نراسائي يا قانوني اصولن (جيڪي ڪين قومي پناهه ڏين ٿا) سبب تازو ئي پاڪستان جي وزيراعظم. آرميءَ طرفان سازش کي فاش ڪيو آهي. اهو اعلان پاڙيسري رياست ۾ وڳوڙن ڏانهن نشاندهي ڪري ٿو.

مذهبي ڪٽرپڻي واري رياست (جتي سدائين اسلام خطري ۾ آهي، وارو رينگٽ وڄندو رهي ٿو) ۾ سيڪيولر سوچ اپري رهي آهي. زندگيءَ جي تعميري قوتن کي ڪو پلا ڪيستائين روڪي رکندو. ورهاڱي جي ڪتا ووٽن جي پيتيءَ تي بدّل برطانوي جمهوريت سبب برپا ٿي، پر استحصال، جبر ۽ يوڳنائن جي هن جديد دور ۾ انتهائي ڪٽر مذهبي عمل ذريعي، جڏهن ورهاڱي لکين معصوم ماڻهن کي قربانيءَ جو بڪر بڻائي ديس بدريءَ تي مجبور ڪيو. ته ان وقت ورهاڱو نهايت ئي پوائتو بڻجي پيو. پاڪستان ۾ ورهاڱي جي الميي سبب آندل تباهيءَ جا اهڃاڻ اڃا تازا آهن ۽ چوطرف ڦهليا پيا آهن. اتي تاريخ کي جمود جو شڪار ڪيو ويو آهي ۽ حڪومتي ٽولي هندو توڙي مسلمانن جي صديون پراڻي تاريخ، جنهن سندن گڏيل جوهر کي ظاهر ڪيو ٿي، کي بہ ميساري ڇڏيو آهي.

جڏهن گهڻي وقت تائين ساڃاهہ ۽ فطرت سان بغاوت جوٽي ٿي وڃي ته، تاريخ پنهنجو انتقام ڏاڍي زوردار انداز ۾ وٺي ٿي. ان وقت آرميءَ جا جنرل ۽ فوجي بہ سرخ نظريو اپنائڻ لڳن ٿا. حقيقتن کي جڏهن منهن ڏيڻ جو وارو اچي ٿو تہ مسلمان شعور ان ڏس ۾ ڪا هبڪ محسوس نہ ٿو ڪري، ٻاراڻي غور فڪر جي مقابلي ۾، هو عمل تي ياڙڻ لڳي ٿو. دنگي فساد ۾ جهٽ ڇلانگ هڻي وٺي ٿو ۽ ان حالت ۾ ڪيس سولائي سان نڳي سگهجي ٿو. جيڪڏهن ڪنهن صورتحال ۾ پاڻ کي قاتل ڏسي ٿو تہ رد عمل ۾ هو يلغار بہ ڪري سگهي ٿو ۽ ان بند گهٽيءَ مان نڪرڻ جا نت نوان غير روايتي طريقا ايجاد ڪري وٺي ٿو. جيتوڻيڪ هو جمود جو شڪار ۽ ساڪن نظر اچي ٿو پر اصل ۾ متحرڪ هجي ٿو ۽ حد کان وڌيڪ حقيقت پسند هجڻ جي باوجود، وچئين دؤر جي جذبن ۾ منجهيل رهي ٿو. هو ڪنور ۽ گمراهہ ڪندڙ

حڪمت عملين ڪي اوسر وٺرائي سگهي ٿو پر هن وٽ قديم اوائلي ماڻهن جيان جوش ۽ پورائي بہ ملنديءِ مسلمان سماج بابت هيءَ ٺيڪاٺپڙي نہ رڳو حڪومتي، پر حزبِ اختلاف جي عنصرن تي بہ ٺهڪي اچي ٿي.

پاڪستان تہ فقط تجربي گاهہ آهي، جتي وائڙي ٿيل سمجهہ جي وڳوڙ ۽ پوائتي جنون جي باوجود، سياستدانن جي هر حرڪت کي اندروني معنيٰ ۽ تيز فهم جامعيت پڻ هجي ٿي، جيڪا ٻاهرئين دنيا کان اوجهل رهي ٿي. آمراڻي حڪومت ۽ سولائي سان اپاري سگهجندڙ پورڙي ۽ سٻاجهڙي عوام جي- ٻٽي جبر هيٺ رهندي، هڪ مسلمان سياستدان لاءِ ٻين جي پيٽ ۾ وڏيڪ عيار ۽ لچڪدار هئڻ لازمي هجي ٿو.

جنهن ڏينهن مون کي جهاز ۾ وجهي، پنهنجي جنم پومي سنڌ (جيڪا صوفياڻي ورثي سبب ڇاتي سڃاتي وڃي ٿي) مان تڙيو ويو تہ هڪ مهاجر اڳواڻ مون کي ٻڌايو "ورهاڱي وارو سڄو واپار ئي وڏي چُڪ هو ۽ مردود انگريزن اها چال کيڏي، ان کي سڌارڻ جو هڪڙوئي طريقو وڃي بچي ٿو تہ 1947ع وارن واقعن کي ٻيهر ٿيڻ گهرجي. جيڪڏهن اسان هندستان کان جنگ کٽي وياسين تہ اسان واپس فاتحن وانگرپنهنجي گهرن ڏانهن ورنداسين. پر، جيڪڏهن اسان هارايو تہ الڳ ٿيل علائقن جو ٻيهر ميلاپ ٿيندو تڏهن بہ پنهنجي گهرن ڏانهن واپس وري سگهنداسين. پر، جيڪڏهن ميدان جنگ ۾ ماريا وياسين، تہ شهادت جو جام نوش ڪنداسين ۽ جنت جي دروازن مان گذرڻ جو حق ماڻينداسين. پر، هڪ دفعو ٻيهر سڀ ڪجهہ ورجائڻ گهرجي تہ جيئن نظام مان سڄو زهر نيڪال ڪري سگهجي."

لڳي ٿو تہ هو پناهگير، انڊيا ۾ تمام گهڻين خوشين ۽ يادگيرين کي پوئتي ڇڏي آيو هو. ۽ مون کي هڪ پيو پناڻ بہ ياد ٿو اچي. هن چيو هو تہ، "اسان هن شيطاني حڪومت سان اڪيلي سر ڪونہ وڙهي سگهنداسين، پر اسان کي انڊيا خلاف هڪ جنگ تہ ضرور وڙهڻ گهرجي تہ جيئن پاڪستان ان ۾ شامل ٿي وڃي ۽ پوءِ پنهنجي آزاديءَ جي قيمت وصول ڪيون." شايد ان سبب ڪري ئي قبائلي خان ۽

ملڪ ”مقدس جهاد“ جا اعلان ڪندا رهندا آهن، جن ڪي وري پناهگيرن جي پاڪستاني پريس شد مد سان بيان ڪري ٿي.

انڊيا سان جنگ، ڊپيل جنونيت ۽ تڪرارن کي حل ڪرائڻ لاءِ حڪمران ٽولي جي پيٽ ۾ حزب اختلاف جي ٽولن لاءِ وڏو موقعو فراهم ڪري سگهي ٿي، پر جيڪڏهن اڄ جي عالمي صورتحال هيٺ اهو سڀ ڪجهه ممڪن نہ بہ هجي، تہ ٻيا بہ متبادل طريقا آهن. هڪ اهو حل آهي تہ بند گهٽيءَ ۾ ڦهتل هاٽوڪيءَ صورتحال کي اتان ڪيڏي سگهجي ٿو.

انڊيا گهڻو ڪري ترجيح ان ڳالهہ کي ڏيئي ٿي تہ پاڪستان جي اندروني حالت ۾ ٽنگ نہ اڙائي، پر اتر سرحد طرف هڪ ٻي بہ رياست (چين) آهي، جنهن کي سونهري مستقبل آهي ۽ اُها هن خطي جي سڀن ملڪن جي معاملن ۾ چڱي دلچسپي رکي ٿي. ان جو نظريو اهڙو آهي جو توهان پنهنجي اڱوٺي جنم پوميءَ ڏانهن، هڪ ڪامريڊ جي روپ ۾ بہ آزاديءَ جو نياپو ڪٽي وڃي سگهو ٿا!

مسلمان شعور، اشتراڪيت ڏانهن زبردست ڇڪ محسوس ڪري ٿو ڇو تہ اهو نظريو اسلام سان گهري هڪجهڙائي رکي ٿو. اشتراڪيت بہ سماجي انصاف ۽ انساني ڀائيچاري ۾ اعتقاد رکي ٿي، سڀني رنگ نسل جي تفاوتن جا ويڇا ڊاهڻ لاءِ سبق ڏئي ٿي، ان جو جوهر بہ ويڙهہ ۽ تحرڪ تي مبني آهي، ڪنور پر ڏاڍو سولو ۽ سڌو سنئون آهي.

رڳو خدا ۾ اعتماد نہ اٿس، نہ تہ پيغمبرن ۽ خليفن، مقدس ڪتاب ۽ عالمي پيغام وارا سڀ مول متا، اشتراڪيت ۾ موجود آهن. غدار ۽ اختلاف راءِ رکندڙن کي ختم ڪري ڇڏي ٿي، سخت قانون جي پرچار ڪري ٿي ۽ انساني رشتن جي قدرتي حالت ۽ سادگيءَ کي بحال ڪري ٿي.

جڏهن پاڪستان جو مسلمان شعور ورهاڱي جي بيهودگين جي منهن مقابل ٿئي ٿو، ڪجهہ اهڙي قسم جي بحث (اشتراڪيت يا جمهوريت) ۾ رڌل رهي ٿو. قانوني يا جمهوري طريقيڪارن بابت اتان جي ماڻهن کي ڪا جلدي ڪونهي. حڪمران ٽولي ائين ئي عام راءِ

جوڙي ورتي آهي. پاڪستان ڪي پنهنجي آئين جي پهرئين شق اڃا ناهڻي آهي. جيستائين جمهوريت جو تعلق آهي تہ ڇا لياقت علي خان صاحب ان جمهوريت جي ڳالهہ چوڻ وارن کي ديس دروهي قرار نہ ڏنو آهي؟ جمهوريت لاءِ زباني همدردي بہ تڏهن ظاهرڪئي ويندي آهي، جڏهن ٻاهرين دنيا کي پنيلاڻو هوندو اٿس. معقول ۽ حقيقت پسند هجڻ ڪري ڪيس پلي پيت ڄاڻ آهي تہ، جيڪڏهن سياسي سگهہ، هٿن مان ويس تہ پنهنجي زندگيءَ لاءِ ڄاڪوڙ ڪرڻي پوندس. تڏهن تہ "منهنجي وچڻ ڪانپوءِ ئي جمهوريت ۽ آئين جو سيلاب اچي تہ پلي اچي" واري حڪمت عمليءَ تي عمل پيرا آهي.

لياقت علي جي اعليٰ آرمي عهديدارن خلاف سخت ڪارروائي کي چاچي سيم (Uncle Sam) جي خوشنوديءَ لاءِ ورتل قدم سمجهڻ غلط نہ ٿيندو. پر ڪابي ڏر سان همدرديون رکندڙ آسودن خواهشمندن جي لڳ ڪانڊار، سندن حڪمت عمليءَ جو هميشہ کان حصو رهي آهي، پر هن ڀيري تہ معاملو ڪافي ڳنڀير معلوم ٿي رهيو آهي.

ڪوبہ دور انديش وزير اعظم، جيڪو پاڻ کي بارودي سرنگهہ جهڙيءَ صورتحال جي چار ۾ ڦاٿل پائئي، اهو هرگز نہ چاهيندو تہ سندس زندگيءَ خلاف ٿيل سازش جي خدشي بابت عوامي تخيل کي کلي ڇوٽ ڏئي ڇڏي.

هڪ خطرناڪ راند کيڏجي رهي آهي. ان سازش جي ڏس ۾ ڪروڙين شاهدين معرفت، گهڻن کي ئي پڪڙيو ويو آهي، ۽ فيض احمد فيض کي بہ چالاڪيءَ سان ڦاسايو ويو آهي تہ جيئن سازشين لاءِ ڪفر جي فتويٰ جاري ڪرائي سگهجي. بنيادي طرح انهن واقعن، ذاتي ۽ صوبائي تڪرارن (جيڪي شروعاتي ڏينهن کان پاڪستان ۾ ايري رهيا آهن. کي عوام آڏو ظاهر ڪري ڇڏيو آهي. پاڪستان ۾ تاريخ ڏاڍو انوکو وقت پوڄي رهي آهي.

# ون يونٽ بابت لکيل
# حشو جو ڪالم

26- جنوري 1955

# پاڪستان- ٻن پرڳڻن واري رياست

پاڪستان جي قيام کان وٺي ستن ورهين جي عرصي تائين وڳوڙ لاڳيتو ڪيس گهيري رکيو آهي. هي وڳوڙ جيڪو رياست ۾ رهندڙ مختلف ثقافتي قومن ۽ سماجي ۽ اقتصادي تفاوتن سبب ڦٽي نڪتو آهي، تنهن کان رياست کي بچائڻ لاءِ ابهرائي وارا قدم کنيا پيا وڃن.

هي اُپاءَ به اهڙيءَ رياست طرفان کنيا پيا وڃن، جنهن ڪيس ئي جيئندان ڏيندڙ "آئين ساز اسيمبلي" کي اڏائي ڇڏيو. سندس کنيل نئون قدم، پاڻ سان، نيون پيچيدگيون پڻ کڻي آيو آهي. هن هل هنگامي صورتحال ۾ پاڪستان کي ٻيهر تشڪيل ڏئي، ان مان ٻن پرڳڻن تي ٻڌل رياست جي رٿ جوڙي ويئي آهي. ان رياست ۾، ٻنهي ڀاڱن وچ ۾، يڪسانيت تي ٻڌل نظام رائج ڪيو ويندو.

هن نئين رٿا جو اصل مقصد مختلف پرڳڻن، راجائن ماتحت ننڍڙين رياستين ۽ قبائلي علائقي کي انتظامي ۽ سياسي ايڪي منجهه سمائڻ آهي. سچ ته قانون ساز اسيمبلي(Constiteunt Assembly) جي پنجابي ٽولن جي منظور نظر ون يونٽ واريءَ رٿا کي منسوخ ڪرڻ واريءَ حرڪت ئي سندس انت جو مکيه سبب هئي ۽ عجب جي ڳالهه هيءَ ته، عين ان وقت ئي ڪيس اڏايو ويو، جنهن مهل پاڪستان جو آئيني دستاويز آخري مرحلن مان گذرندي مڪمل ٿيڻ تي هو. هن آئين جي مڙني شقن جو پاڪستان جي سياسي ڌرين آدرياءُ ڪيو. البت، ون يونٽ جي شق کي سندن اهڙي حمايت ملي ڪونه سگهي. پنجابي ڌر کي خار هئي ته اوير پاڪستان جا نمائندا ۽ اولهه پاڪستان جا غير پنجابي عنصر ٻڌي ڪري ڪين نه سوڙهو ڪن. پنجاب صوبي جي آرمي، پوليس انتظاميا ۽ زندگيءَ جي ٻين ميدانن ۾

سرسائي (نہ فقط اولھہ پنجاب ۾ پر ان کان ٻاهر بہ) پاڪستان جي اٽڪر سياسي حقيقت آهي. تنهن ڪري، هن سرس ڏر ئي اڳتي واريءَ سياسي پيشرفت جي رخ جو طعين ڪيو.

## ون يونٽ واري رٿ جا بنيادي محرڪ

ون يونٽ جي آڙ ۾ اولھہ پاڪستان کي گڏائي هڪ پرڳڻو ناهڻ، صوبائي ذهنيت کي ختم ڪرڻ واسطي صوبائي شناخت کي ئي ڍاهي پٽ ڪرڻ ۽ علائقائي حدن واري چال، ون يونٽ مان متوقع مثبت نتيجن تي بہ پاڻي ڦيري ڇڏيندي.

هن رٿا کي اولھہ پاڪستان ۾ لاڳو ڪرڻ لاءِ ڏاڍا انوکا طريقا استعمال ڪيا ويا آهن. سنڌ پرڳڻو جيڪو اوير پاڪستان جيان بجنسي روڳن ۾ ورتل آهي، اتي سخت ۽ تکو رد عمل سامهون آيو آهي، جنهن کي ڏاڍيءَ ڪنورتا ۽ ظالماڻي نموني چيپاڻيو پيو وڃي. عجب جي ڳالھہ هيءَ تہ، ون يونٽ جي حمايتن جي پنهنجي بولي بہ صوبائيت سان ٽمٽار نظر اچي ٿي. ائين ٿو ڀائنجي تہ هو سموري اولھہ پاڪستان کي هڪ پرڳڻو سمجهندي، ڪيس هڪ ملاکڙي جو ميدان تصور ڪري رهيا آهن. جتي مختلف صوبا پنهنجي حقن جي گهر ڪندا ۽ ٻيا وري کين ماٺ ڪرائڻ لاءِ ٻيون گهرون ڪندا.

جيتوڻيڪ نئين راڄ نيتي تحت، اولھہ پنجاب جو 50 سيڪڙو نمائندگيءَ تان دستبردار ٿي، 40 سيڪڙو نمائندگي قبول ڪرڻ واري رعايت، غير پنجابي آدمشماري جون دليون کٽڻ جو بهانو ئي هجي، پر مخصوص ڪوٽا مقرر ڪرڻ واري ڳالھہ پاڻ صوبائي تعصب رکي ٿي، پيو تہ مرڪزي حڪومت ۽ واپار لاءِ اختيار نامن مان اڳوڻيون صوبائي ڪوٽائون ۽ تحفظِ نشستون کي برقرار رکڻ جو فيصلو بہ ساڳئي صوبائي تعصب جي ڪڙي آهي. اولھہ پاڪستان جي راڄڌانيءَ جي مقرري، گڏيل پرڳڻن لاءِ گورنر جنرل ۽ وزير اعليٰ جي تقرريءَ ۾ صوبي پرستيءَ جو تضاد، ون يونٽ جي حامين ۾ نئون ساھہ ڦوڪي ٿو.

مرڪزي حڪومت ۾ اولھہ پاڪستان ۽ اوير پاڪستان کي گڏجي سڏجي هلائڻ ۾ شڪست ان پوَ کي جنم ڏنو آهي تہ، پل تہ

صوبن جي الڳ وجود کي ترڪ ڪن، پر صوبائي سوچ واري پوت کي تڙي ڪونه سگهندا.

## نفسياتي رُتِ کي متائڻ جا جتن

پاڪستان جي اندروني صورتحال پل ته ڪيڏي به منجهيل ۽ نراسائيءَ ڀريل هجي، پر رجائيت پسندن جو خيال آهي ته ون يونٽ واري رٿا، مستقبل ۾ نيٺ ذهني رُت کي متائيندي ۽ صوبائي سوچ کان وانجهيل، اعليٰ سياسي قدرن جي پرچار ڪندڙ سياسي پارٽين جي جوڙجڪ کي ممڪن بڻائيندي. اها رجائيت پسندي تڏهن ئي عمل ۾ اچي سگهندي، جڏهن هن ملڪ ۾ جمهوري قوتن کي مستحڪم ڪيو ويندو نه ڪي ڪين جڪڙي رٿيل سازشن ذريعي ٻنجو ڏنو ويندو.

صوبائيت پرستي جي روڳ جون پاڙون، تاريخي، سماجي ۽ اقتصادي واقعن ۾ کُتل آهن. ورهاڱي کانپوءِ برپا ٿيل اولهه پاڪستان جي آدمشماريءَ ۾ متا ستا ۽ مختلف لساني گروهن جي اٽبرابر سماجي ترقيءَ، ان روڳ کي ويتر وڌائي وڌ ڪري وڌو آهي. ڪند ذهن عنصر (سيني کي بيجڙو يا رجعت پسند نٿو ڪوني سگهجي) مرڪز جي آمراڻي ۽ متعصب حڪمت عملين سبب، بغاوت تي لاهي پاهي بيٺا آهن، جيئن ٻهريائين اوير بنگال ۾ ڏنو ويو آهي.

تنهن ڪري پرڳڻن کي ختم ڪرڻ واري رٿا جي سوڀ جو دارومدار اڳيان ايندڙ سياسي قيادت تي هوندو. اولهه پاڪستان ۾ جيڪڏهن هاٺوڪي مسلم ليگي قيادت ئي اقتدار ۾ رهندي ته پوءِ قومي استحڪام واري متوقع وک حزب اختلاف وارن سياسي ڌرين طرفان ئي ڪجندي، جن مان جهجهين پارٽين اڳوات ئي هن رٿا جي مزاحمت ڪري چڏي آهي ۽ عوام راءِ کي گڏ ڪٽي هلڻ کانسواءِ ئي ان رٿ جي نفاظ کي ننديوا ٿن.

## ضم ٿيل انتظاميا جي اقتصاديات

بنيادي طرح علائقن کي ضم ڪرڻ واري رٿا، حقيقت ۾ نهايت ئي ابهرائي وارو قدم آهي، جنهن جو اصل مقصد سڄيءَ رياست مٿان اولهه

پاڪستان جي عسڪري ۽ سياسي گرفت کي سوگهو ڪرڻ آهي. هيءَ رٿ گهڻي عرصو اڳ ٺهي، مڪيہ عملدارن جي ڳجهن ڪچهرين ۾ سٽجي چڪي هئي. هن رٿ جو ٻيو مقصد اولهہ پاڪستان جي پسمانده، پر انتهائي مکيہ علائقن کي گڏيل انتظاميا ۾ شامل ڪرڻ جو آهي، تہ جيئن انهن علائقن جي معدني ۽ زرعي وسيلن جو موثر ۽ ترت استعمال ڪري سگهجي.

آسودن، پر گهٽ آباديءَ تي مشتمل پرڳڻن، سنڌ ۽ بلوچستان (جن کي تيل جون رعايتون اڳئي ڏنيون ويون آهن) ۾ اهڙا ترقياتي منصوبا، انهن علائقن ۾ آدمشماري وڌائڻ لاءِ ماڻهن جي منتقليءَ کي لازمي بڻائي ڇڏيندا.

اولهہ پنجاب مان ڌرڃي ويل فردن جي انگ جي پيٽ ۾ 20 لک وڌيڪ پناهگير، هندستان مان ڪهي، اولهہ پنجاب پهتا آهن. انڊيا مان کوکرا پار ذريعي، هر مهيني لڳ ڀڳ ڇهہ هزار پناهگيرن جي پنجاب ۾ آمد ٿئي ٿي، جن کي آباد ڪرڻ جي گهرج جي پورائي لاءِ ڪهڙن علائقن جو رخ ڪيو ويندو تنهن جو آسانيءَ سان ڪاٿو لڳائي سگهجي ٿو.

اولهہ پاڪستان جي متحد ٿيڻ سان انتظاميا تي ٿيندڙ خرچ ۾ ضرور لاٿ اچڻ گهرجي. جيتوڻيڪ ساليانہ بچت ٿيندڙ رقم بابت سرڪاري انگ اکرن بابت مبالغي کان ڪم ورتو ويو آهي. خان عبدالغفار خان متبادل تجويز ڏني آهي، جنهن (بچت جتوڻيڪ ٿورڙي گهٽ ٿيندي) مطابق اولهہ پاڪستان ۾ ٻہ ٻہ ايڪا (پنجاب ايڪو ڌار ۽ ٻيا صوبا ملائي هڪ الڳ ايڪو) ٺاهيا وڃن. سنڌس ان تجويز کي بہ رد ڪري ڇڏيو اٿن. ننڍين رياستن جي راجائن کي تاحيات خانگي خرچ پکو ڏنو ويندو.

مجموعي طور تي بجيٽ ۾ واڌارو وسيلن جي گڏيل سرمائي ۾ شامل ٿيڻ سبب بہ ٿيندو جنهن جي ڪري آسودا صوبا مجبور ٿيندا ۽ خساري ۽ ڏڪار ۾ ورتل صوبن کي بار کڻڻ ۾ سهڪاري ٿيندا. جيستائين اُهي ترقياتي منصوبن وسيلي پاڻ ڀرا تي پون ۽ صورتحال مٿجي پوي. ون يونٽ لاڳو ٿيڻ کانپوءِ بہ بلوچستان ۽ سرحد صوبن کي ساليانی سرڪاري امداد ملندي رهندي

اها ڳالهہ پڻ بلڪل عيان آهي تہ ريسمن ايوارڊ هيٺ. مختلف پرڳڻن ڪي ملندڙ مرڪزي روينيو جي ورڇ ڪي سهنجو بڻايو ويندو. چاڪاڻ تہ ون يونٽ ڪانپوءِ، انڪم ٽيڪس رسيدون، جي دعويدار پرڳڻن بجاءِ فقط ٻن ڀاڱن ۾ ونڊيون وينديون. جيتوڻيڪ اوير بنگال. ڪراچيءَ (جيڪو انڪم ٽيڪس روينيو ۾ مکيہ پتي پيري ٿو) جي اولهہ ايڪي ۾ شموليت واري نئين فيصلي تي ڪابہ سرهائي محسوس ڪونہ ڪندو.

## آزاد وڻج واپار ۽ بهتر انتظام

صوبائي حدن جي خاتمي سبب اولهہ پاڪستان ۾ هڪ وسيع ۽ پاڻمرادو ڦهلجندڙ مارڪيٽ وجود وٺندي. جنهن ڪري هڪ ئي وسيع مارڪيٽ ۾ وڻج واپار وڌندو ويجهندو. قيمتن جو تفاوت. افراط زر ۽ شين جي هٽرادو اٿهوند جو بہ خاتمو ٿيندو.

ساڳي ريت. توانائيءَ، آبپاشيءَ ۽ ترقياتي منصوبن لاءِ ادارن جو نهڻ پڻ هن خطي ۾ معاشي رٿائن ڪي سهنجو بڻائيندو. هيل تائين صوبن وچ ۾ پنهنجي پنهنجي مفادن سبب ٿيندڙ ٽڪراءَ سنڌ ۽ پنجاب جو سنڌو ندي جي پاڻي جي ورڇ بابت تڪرار اهڙي قسم جي معاشي رٿائن ڪي ڪاپاري ڏک هٽندا تي آيا آهن. تنهن ڪري وسيلن جو ميلاپ. قومي بچت جي سگهہ ويتر وڌائيندو ۽ مجموعي طرح سڄي ملڪ جي معيشت ڪي منظم ۽ مشابهت رکندڙ بڻائيندو.

سرحد جهڙن پرڳڻن ۾ جت وسيلن جي اڻاٺ سبب ترقياتي منصوبن جو آغاز نہ ٿي سگهيو آهي، سي پرڳڻا پڻ هن وسيلن جي گڏجڻ مان فائدو ماڻيندا.

هي ون يونٽ واري رٿا صنعتڪاري ۽ ڪاروباري حلقن ڪي بہ نفي واري مقام تي پهچائيندي. انهن حلقن ۾ اڪثريت وري بہ پنجابي ۽ هندستان مان آيل پناهگيرن جي آهي. انهن حلقن ۽ سندن حامين خلاف پسمانده علائقن مان اڳواٽ ئي چِتورد عمل سامهون اچي چڪو آهي.

هن جديد ڪلاس، جنهن پاڪستان مان تڙي نڪتل غير مسلمانن جي جڳهہ والاري آهي، ڪي هاڻي پسمانده علائقن ۾ تهذيب ۽ ثقافت جي

ڏنڊورچين طور پيش ڪيو پيو وڃي. هو پنهنجي پر ۾ تاريخي ڪردار نڀائيندي، هتان جي گڏيل آباديءَ ۾ قومي احساس ۽ جذبي جو روح ڦوڪڻ چاهين ٿا. ستن سالن کان اهڙين حرڪتن. سندن خلاف سگهاري رد عمل کي جنم ڏنو آهي. غور ڪرڻ جي ڳالهه هيءَ آهي تہ مرڪز هيٺ رهندڙ انتظاميا. جيڪا ڪامورن ۽ پوليس عملدارن جي تقرريءَ ۽ ترقيءَ ۾ سڌو سنئون اثر رسوخ رکي ٿي، هي سخت رد عمل پاڻ کي ڪهڙيءَ ريت ظاهر ڪندو. ان عمل جي شڪل ئي انهن کان وانجهيل هن خطي جي ايندڙ سياسي رخ جو تعين ڪندي.

## جاگيردار عنصرن سان سودو

هن حقيقت۔ مقامي جاگيردار جي ٽيڪ ئي سندن علائقن جي خلق طرفان ٿيندڙ ڪنهن بہ مزاحمت پنيان هجي ٿي۔ سودي بازي ۾ بين حرفتي عملن کي شامل ڪري ڇڏيو آهي، جنهن سبب جاگيردارن جي مفادن سان هٿ چراند ڪرڻ بغير ئي صنعتڪار ۽ ڪاروباري حلقا. هن سودي ۾ شريڪ ٿي سگهيا. پر ون يونٽ جو ڍنڍورو پٽڻ وقت دعويٰ ڪئي وئي تہ اهو جاگيرداري مفادن جو خاتمو ۽ هن خطي ۾ ڪاروبار ۽ صنعت کي ترقي وٺرائڻ خاطر هڪ وسيع مارڪيٽ جي اڏاوت ڏانهن هڪ اڳتي کنيل وک ثابت ٿيندو. پر جيئن سنڌ ۾ ڏٺو ويو تہ جاگيرداريءَ جي رکوالي مسٽر کهڙي (جنهن بين زميندارن کي بہ پنهنجي طرف ڪري ڇڏيوآهي) سان اتحاد ڪيو ويو ۽ هي اتحاد سودي بازيءَ جي نئين چال جي نشاندهي ڪري ٿو. ٻئي طرف هاري ڪميٽيءَ جي اڳواڻن ۽ جي ايم سيد جهڙي ترقي پسند حزب اختلاف جي رهنمائن. پنهنجي جان جوکم ۾ وجهي. پاڻ تي رياستي ظلم ۽ جبر سهي. ون يونٽ جي سخت مخالفت ڪئي آهي. سنڌ ۾ ون يونٽ خلاف شاگردن توڙي سرڪاري عملدارن جو احتجاج. ڪهاڻي جي ٻئي رخ کي ظاهر ڪري ٿو. بلوچ. پناڻ يا ڪراچيءَ ۾ رهندڙ پناهگيرن جو رد عمل ۽ احساس پل تہ پرتشدد روپ نہ ڏارن. پر سندن رد عمل بہ آئيندي جي سياست جي بيهڪ تي اثر انداز ٿيندو.

ون يونٽ ٺاهيندڙن لاءِ اهو هڪ وڏو امتحان هوندو ته ان مان ڪجهه مثبت نتيجن کي عملي شڪل ڏئي سگهن. پهرين آزمائش ته مٿن اها هوندي ته اولهه پاڪستان ۾، ممڪن جمهوري طريقن سان، هو زرعي ۽ زميني سڌارا ڪين آڻيندا. موجوده وقت ۾ زميني ملڪيت رکڻ جو نظام ته هڪ صوبي کان ٻئي صوبي تائين الڳ الڳ نوعيت جو آهي، پر هن اڻبرابريءَ واري قانون کي باشعور عوام گهڻو وقت برداشت نه ڪندو. 1949ع ۾ مسلم ليگ جي اعليٰ قيادت جيڪي ضمني سڌارا تجويز ڪيا هئا، تن کي هيل تائين عمل ۾ آندو ڪونه ويو آهي.

جاگيرون رکڻ واري نظام ۾ تفاوت بنهه جهجها آهن. بنگال ۾ زميندار نظام مستقل طورتي منظور ڪيو ويو آهي. اولهه پنجاب ۽ سرحد صوبي ۾ زميندار ۽ ڳوٺاڻيون وسنديون عارضي طرح قائم آهن. سنڌ ۾ ريوتواري (رعائتي) نظام، جڏهن ته قبائلي علائقن ۾ ڪرائي داريءَ وارو ڪوبه نظام موجود نه آهي ۽ اتي ڪڙمي، قبيلي جي سردار جي رحم ڪرم تي هجي ٿو. پسمانده علائقن ۾ زمين رکندڙن، جاگيردارن ۾ وڏو تفاوت نظر اچي ٿو ۽ هي تفاوت ئي انهن علائقن جي پسماندگيءَ جو ڪارڻ آهي.

هن جاگيرداري نظام کي متائڻ ۽ جمهوري بنائڻ لاءِ، ويجهي مستقبل ۾ سرڪار جي حڪمت عملي ڪهڙو موقعو فراهم ڪندي، يا جاگيرداري عنصرن سان ڪهڙو سودو ڪندي، انهي سوالن جو حل ئي ون يونٽ واريءَ رٿا جي فتح يا شڪست جي ڪسوٽي ثابت ٿيندو، جنهن هلچل کي اوير بنگال ۾ پيدا ڪيو ويو آهي، تنهن کان اولهه پاڪستان به پنهنجو پلئه بچائي ڪونه سگهندو. اها ئي تلخ حقيقت آهي، جنهن کي اڄ ڪلهه پاڪستان منهن ڏئي رهيو آهي.

## Contents

# پهرئين ڇاپي لاءِ مترجم جي ارپنا

آڪٽوبر 1948ع ۾ جڏهن ورهاڱي جي ڀونچال سنڌ کي ڌوڏي وڌو ان وقت ڀريا روڊ ۾ رڳو ٽي هندو وڃي بچيا هئا. اهي اتي ڪپهه جي ڪارخاني جا مالڪ هئا ۽ ان کي ڇڏڻ نہ ٿي چاهيائون. سندن نوڪر هڪ سادڙو ڳوٺاڻو هو. ڪارخاني جي دروازي تي ڪارخاني جو محافظ ٿيو ويٺو هو.

هڪ شام غير سنڌي ڌاڙيل، هٿن ۾ بندوقون کنيو اچي ان ڪارخاني جي در تي بيٺا. هنن چوڪيدار کي حڪم ڪيو تہ اتان هٽي وڃي، پر هن سندن چيو ڪونہ مڃيو.

"اسان ڪافرن کي قتل ڪرڻ چاهيون ٿا. تون بہ اسان سان شامل ٿي سگهين ٿو."

"ڪڏهن بہ نہ. اهي منهنجا مالڪ آهن. منهنجا پنهنجا آهن!"

"تون تہ مسلمان آهين، يا نہ؟ ڇا تو ڪلمون طيب نہ پڙهيو آهي؟ هي هاڻي پاڪستان آهي ۽ ڪافرن کي قتل ڪرڻ ڪو مسئلو ئي ناهي."

"مان تہ مسلمان آهيان، پر توهان تہ مون کي بدمعاش ٿا ڀائنجو!" هن مختصر جواب ڏنن.

تڏي تي، در وٽ ئي ان مسلمان چوڪيدار کي قتل ڪري ڇڏين ۽ ڪارخاني ۾ گهڙي، هندو مالڪن کي پت سان لڳائي، ڪنورتا سان مٿن گولين جا وسڪارا ڪين. ڌاڙيل تجوڙيءَ مان پنجٽيهہ هزار رپيا ڪڍي اتان الوپ ٿي ويا. تن ڏهاڙن ۾ اهڙو ڏوهہ بنا ڪنهن ڊپ جي ڪري سگهبو هو.

هن جٽ پنهنجو فرض نڀائيندي چؤنڪي تي دم ڏنو. پنهنجي سادڙي اعتقاد سبب شهيد ٿيو.

ڪجهه سالن بعد سندس نالي جي پڇا ڳاڇا ڪئي وئي ته ان ڳوٺ مان هن لاءِ لکيل هڪ خط هنن لفظن ۾ پڄاڻي تي پهتو هو:

”هو هڪ سورهيه جيان مئو. مٽس نه ماتم ٿيو نه شهرت مليس، نه احترام مليس. شاهه لطيف جي سنڌڙي جا ڪيئي ٻي ڏوهي ماڻهو ائين موت جي گهاٽ چڙهيا!“

هي ڪتاب مان **يوسف يونس ڪيري** جي ياد ۾ ڪيس اربيان ٿو، جيڪو اڄ ڪانپورِ اڇاتل، گمنان ۽ غير معزز نه رهندو ڇو ته اهڙن فردن پنهنجي اعتقاد خاطر تڏهن موت قبوليو جڏهن انسانيت کي ديس بدر ڪيو ٿي ويو. اهڙن ماڻهن سبب ئي انڊيا ۽ پاڪستان ۾ انسانذات جي مستقبل لاءِ سٺي اميد ڪري سگهجي ٿي.

# ”سنڌي شارٽ اسٽوريز“ تي تبصرا

هن انگريزي ترجمي ۾ ٻارنهن سنڌي مختصر ڪهاڻيون شامل آهن. هي ڪتاب پڙهندڙن کي سنڌي ادب سان متعارف ڪرائي ٿو. جيتوڻيڪ انهن مان گهڻيون ڪهاڻيون منهنجون اڳواٽ ئي پڙهيل هيون، پر هن مجموعو مون کي اصل اتاولو ڪري وڌو آهي. ڪنهن به تبصرا لکندڙ صحافي لاءِ هڪ زبردست ڪتاب، جنهن بابت هو ڪليءَ دل ته. واڪاڻ به ڪري سگهي ۽ دوستن کي پٽاڪ هڻي چئي سگهي ته، ”هي هڪ بهترين ڪتاب اٿوَ وڃو وڃي پڙهو.“ جڏهن هڪ تبصرو لکندڙ ڪنهن ڪتاب ۾ ايتري دلچسپي وٺڻ لڳي ٿو جو ٻين کي به پنهنجي ولولي ۾ شريڪ ڪرڻ گهري ٿو. هن لاءِ اها وڏي ڳالهه آهي ته امر لال هڱوراڻيءَ جي لکيل ڪهاڻي ”ادو عبدالرحمان“ ڪنهن به مجموعي ۾ بهترين مختصر ڪهاڻي ليکي ويندي. هيٺين لفظن سان هن ڪهاڻيءَ جو آغاز ٿئي ٿو:

”ڪي ماڻهو ڪيس چريو چوندا هئا، ڪن کي وري هن ۾ معصوم درويش نظر آيو.“

هيءَ ڪهاڻي سنڌي ادب جي صوفي رنگ کي ظاهر ڪري ٿي. ادو عبدالرحمان سنڌي ادب جو سڀ کان دلپسند ڪردار آهي، جنهن کي پڙهي دل ۾ خوشي محسوس ٿئي ٿي.

”پيراڻي“، بروهي نينگريءَ جي ڪهاڻي آهي، مفلسي هٿان لاچار ٿي، سندس ابو امڙ، ڪيس لالوءَ جي پيءُ کي وڪرو ڪن ٿا. اهو منظر جنهن ۾ نينگريءَ کي سٽ ڏيئي پنهنجي امڙ کان ڌار ڪيو وڃي ٿو پڙهندڙ کي جهنجهوڙي وجهي ٿو.

هن مجموعي جي ٻين جن ڪهاڻين مون تي گهرو اثر ڇڏيو آهي، سي آهن آنند گولاڻيءَ جي ”ناميدي“ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جي ”عام حادثو“ ۽ اُتم جي ”راجا“.

سنڌي ساهت سميلن ۾ پيش ڪرڻ سبب، ترجمي نگار تڙ تڪڙ ۾ هي مجموعو ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، پر حشو ڪيولراماڻي ڏاڍي ڏيان سان هي ترجمو ڪيو آهي، جنهن مان سنڌ ادب لاءِ سندس عميق عشق جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. حشو پاڻ اهڙي دعويٰ ڪونہ ٿو ڪري، منهنجي خيال ۾، هڪ ٻن ڪهاڻين کي هن مجموعي ۾ شامل نہ ڪيو وڃي ها تہ، تنهن هوندي بہ هي مجموعو سنڌي ادب جي شاهوڪاريءَ جي نشاندهي ڪري ٿو ۽ وڌيڪ سنڌي ڪهاڻين پڙهڻ ڏانهن راغب ڪري ٿو. مون کي ڪنهن ٻڌايو آهي تہ ڪجھ مختصر سنڌي ڪهاڻين کي اسپيني ٻولي واري مجموعي ۾ بہ شامل ڪيو ويندو.

ههڙي جدت ڀري پورهئي تي حشو ڪيولراماڻي جس لهي.

**اي. ايل. خاطب**

(نوٽ: هي تبصرو ايرپاڪستان جي ڍاڪا شهر مان نڪرندڙ اخبار "مارننگ نيوز" ۾ ڪتاب تي تبصري واري صفحي تي ڇپيو.
(**تاريخ** 1959 ـ 2 ـ 22)

(**2**)

مختصر ڪهاڻيءَ جي ڪابہ مخصوص تعريف بيان نہ ٿي ڪري سگهجي. عملي طرح مختصر ڪهاڻي، آڪاڻي ۽ ناوليٽ جي وچ ۾ اچي ٿي.

ڪهاڻي انساني تجربن تي مبني هجي ٿي ۽ انهن بابت پنهنجو تاثر ڏئي ٿي. ڪهاڻيءَ مان مراد هرگز نہ ونجي تہ ڪهاڻي رڳو اخلاقيات سيکاريندڙ واقعو ٿئي ٿي. عام رواجي حادثن ۽ واقعن کي ڪهاڻيءَ ذريعي نئين معنيٰ ڏني وڃي ٿي. اهڙيءَ طرح، ڪهاڻيءَ جا نقش اسان جي ذهنن تي يادگار بڻجي اُڪرجي وڃن ٿا ۽ ائين ڪهاڻي اسان جي تجربن جو حصو بڻجي پوي ٿي. حشوءَ جي هن مجموعي ۾ ڏنل ٻارهن ڪهاڻيون، جيتوڻيڪ ڪيفيت، ترڪيب، ڪردارن ۽ موضوع جي لحاظ کان هڪٻئي کان بنھ مختلف آهن. تنهن هوندي بہ ڪين يادگار ڪهاڻين جي صف ۾ بيهاري سگهجي ٿو.

پهرئين ڪهاڻي ”ادو عبدالرحمان“ چرڻ تہ جديد ماڻهوءَ جي ڪهاڻي آهي. ڪيس ڏن ۽ سرڪاري اختيارن جي ٻل جي اوٽ ۾ ٿيل سماجي نااانصافين خلاف سوال اٿارڻ کان روڪيو ويجي ٿو. تنهن تي هو مجبورن خود ڪلاميءَ ۾ پناهہ وٺي ٿو. ان جي برعڪس ”رمضان مهيني ۾“ ڪهاڻي مسلمان پينو عورت بابت آهي. مذهبي ويڇن کان بالاتر ٿي سوچڻ، انسان پرستيءَ ۽ انسان جي نيڪ عملن ۾ ايمان جو جيئرو جاڳندو ثبوت آهي. آخري ڪهاڻي ”ٻُري هن پنيور ۾“ گڏهہ هڪليندڙ عيسيٰ، پنهنجي آلين اڪين سان سيلاب ۾ پنهنجي ويجهن مائٽن ۽ ٻارن ٻچن کي تباهہ ٿيندي ڏسي ٿو. پڙهندڙ ان عيسيٰ ۾ سنڌ ڌرتيءَ جو اوتار ڏسي ٿو جيڪا ورهاڱي وقت ۽ ان کانپوءِ ظالم جاگيردارن جي سرپرستيءَ هيٺ، چڙواڳ سياسي تبديلين ڪري ديسواسين کي دربدر ٿيندي ۽ لڙهندي ڏسي نير وهائي ٿي. جلاوطنيءَ جو موضوع ڪيرت جي ڪهاڻي ”عجيب واقعو“ ۾ ٻيهر ملي ٿو.

”خان واهڻ“ ڪهاڻيءَ ۾ ديس بدر ٿيل ماڻهن جون اٽپوريون جهنجهوڙيندڙ احوال ملي ٿو.

”ڪڏهن بهار ايندي“ ”پيراڻي“ ۽ ”نااميدي“ سنڌي معاشري ۾ زائفائن جي حيثيت بابت آهن، پر سمورن معاشرن جي عورتن تي بہ لاڳو ٿين ٿيون. چارئي ڪهاڻيون، چٿن سُرن وارو راڳ ٻڌجي پون ٿيون. پهرئين ڪهاڻي معاشري ۾ عورتن جي حقير مقام کي اجاگرڪري ٿي، ٻي ڪهاڻيءَ ۾ ڏن دولت عيوض نينگرين جي ڏيتيءَ ليتيءَ جي مسئلن کي اُٿاريو ويو آهي. ٽئين ڪهاڻيءَ ۾ جوين وارن ڏينهن ۾ عشق ڪرڻ جي خطا عيوض عورت کي جيڪا قيمت چڪائڻي پوي ٿي، ان جو احوال ڏنل آهي. چوٿينءَ ڪهاڻيءَ ۾ جوان جماڻ بيواهہ مائيءَ جي جذباتي مسئلن کي اهڙي تہ مختصر ۽ موثر انداز ۾ لکيو ويو آهي، جو موضوع جي تلخيءَ کي چٽيءَ طرح محسوس ڪري سگهجي ٿو.

”فرنيچر“ ڪهاڻي تہ هڪ بيت وانگر آهي، جنهن ۾ هڪ ڪراڙي جي پنهنجي گهر جي فرنيچر سان گهري لڳاءَ کي چٽيو ويو آهي، ۽ آخر ۾ ”راجا“ ڪهاڻيءَ جو ذڪر ڪجي. اها ڪهاڻي شهري ماحول بابت لکي وئي آهي. ڪهاڻي هڪ پٽيوالي بابت آهي، جنهن

ڪي پنهنجي عليل ٻارن ٻچن ۽ وڻيءَ جي پرگهور لهڻ لاءِ ٻہ موڪل نہ ٿي ملي، هو مجبوراً موڪل ڪري ٿو ۽ انتظاميا نوڪريءَ تان ئي هٿ ڪڍائيس ٿي.

***تاريخ: فيبروري 1 - 1959ع***

*اخبار: مارل نئين دهلي*

(**3**)

هي هڙئي ڪهاڻيون، سنڌ ۽ انديا جي اصليت کان پلي پٽ واقفيت ڏيندڙ نظر اچن ٿيون. هن ڪتاب بابت آيل اشتهار سان متفق آهيون، جنهن ۾ چيل هو تہ، "پاڪستان ۽ انديا جي نوجوان ليکڪن جون هي ٻارهن آکاڻيون، هڪ قديم ٻوليءَ ۽ ثقافت ۾ اُٽيل محبت ۽ سانير کي ٻيهر جيئاري وجهن ٿيون". ۽ اسان محسوس ڪيون ٿا تہ سنڌ اسان جي وجود جو حصو آهي ۽ اسان ۾ زندہ آهي.

مسٽر راماڻي، هن ڪتاب جو ترجمانگار اصلوڪين ڪهاڻين جي جوهر کي وڏيءَ ڪاميابيءَ سان انگريزي ٻوليءَ ۾ ظاهر ڪيو آهي. ڪٿي ڪٿي هن جي اندر جو صحافي نڪري اچي ٿو پر پوءِ هن جي اندر جو اديب مٿس حاوي ٿي وڃي ٿو ۽ سندس ٻولي پڙهڻ جوڳي ٻڻجي وڃي ٿي.

اميد آهي تہ راماڻي صاحب هلڪين چُڪن کي ٻئي ڇاپي ۾ درست ڪندو.

G.J رام راؤ

(ڪلڪتي جي اخبار "وجل" ۾ شايع ٿيو)

(**4**)

ورهاڱي نہ رڳو سنڌ جي شاهوڪار پرڳڻي کي انديا کان ڌار ڪيو پر سنڌيءَ جهڙيءَ شاهوڪار ٻوليءَ کي بہ هاڃو رسايو. حشوءَ جو ڪتاب پڙهي، ان نتيجي تي پهچجي ٿو تہ سندس ڪتاب انديا ۽ پاڪستان جي نوجوان ليکڪن جي مشهور ڪهاڻين جو بهترين

مجموعو آهي. هر ڪهاڻي نهايت ئي دلچسپ آهي ۽ سنڌي ادب جي شاهوڪاريءَ جي نشاندهي ڪري ٿي. هر ڪهاڻي ٻين ڪهاڻين کان مختلف آهي ۽ سيئي ڪهاڻيون ملي ڪري، ادبي ذوق رکندڙ ماڻهن کي ناهوڪي ضيافت جو موقعو مهيا ڪن ٿيون. ڪهاڻين کي ڏاڍيءَ آسان ٻوليءَ ۾ لکيو ويو آهي، جڏهن تہ ڪهاڻين ۾ حقيقي زندگيءَ جي معقول انداز ۾ منظر ڪشي ڪيل آهي. اهي ڪهاڻيون اخلاقي گُر سيکارڻ جي مقصد سان نہ لکيون ويون آهن، بلڪ اُهي پڙهندڙن کي سوچڻ تي مجبور ڪن ٿيون، ڪين اچرج ۾ وجهي ڇڏن ٿيون ۽ انهن ۾ ڪا يڪسانيت، يا مرڪزي پلاٽ کان غير ضروري ٿيڙ نظر نہ ٿو اچي. مرڪزي پلاٽ بہ عام رواجي زندگيءَ جي واقعن تي ٻڌل آهن، پر ليکڪن کي جس هجي، جن عام واقعن کي بہ بهترين انداز ۾ چٽيو آهي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي اهميت کي پڙهندڙن جي نظرن ۾ وڌائي ڇڏيو اٿن.

امر لال هنگوراڻي جي ڪهاڻي ”ادو عبدالرحمان“ ادبي فن پارو بڻجي چڪي آهي ۽ سمر سٺ موهم جي فن پاري وارين ڪسوٽين (سمجهڻ ۾ سولائپ، سادگي، خوشڪلامي) تي بہ پوري لهي ٿي. ڪتاب ظاهري طرح بہ ڏاڍو سهڻوآهي ۽ ايترو مهانگو بہ ڪونهي: ڇپائيندڙ چيوآهي تہ هي ڪتاب وڏي فخر سان ڇپايو اٿن ۽ بلڪل صحيح ٿا فرمائين.

*روزانہ ”وحدت“ اخبار ۾ ڇپيو*
*تاريخ 1959 ـ 3 ـ 28)*

# چوند سنڌي آکاڻيون ـ (ٻلڪس ڇاپو)



| | |
|---|---|
| نقاش | : ماهروان ممتاڻي |
| ڪور ڊزائن | : ڪي. ڪي چيناڻي |
| پبلشر/ڇپائيندڙ | : سرلا راماڻي |
| ڇپيندڙ | : حشمت پبليڪيشن |
| سال | : |
| پرنٽرز | : راڪيش پريس، عزيز گنج، دهلي ـ 6 |
| قيمت | : (7.50 رپيا) |

# انتساب

## امڙ ڏانهن

امڙ جو جنم سنڌوندي جي ڪناري تي واقع، هڪ سنڌي ڳوٺڙي ۾ ٿيو پر "مترا" جمنا ندي جي ڪناري تي سندس روح پرواز ڪري ويو.

جلاوطني ڀوڳيندڙ هيءَ مائي، سندرتا ۽ شان جو اولڙو هئي. سندس حياتي اعتقاد ۽ جانثاريءَ جو هڪ داستان هئي.

# ديباچو

سنڌي قوم وٽ، داستانن ۽ قصن، لوڪ ادب ۽ لوڪ ڊرامن جي جيڪا ڪاڻ آهي، سا ايشيا جي ٻئي ڪنهن قوم وٽ ورلي ملندي. صوفي شاعرن، خاص ڪري شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو فڪر، سنڌ ڌرتيءَ جي مشهور لوڪ داستانن: سسئي پنهون، عمر مارئي، سهڻي ميهار- مان اتساهيل آهي. لطيفؒ - ڀهراڙي جو سنڌي رهاڪو هو. هو جڏهن رڻ پٽ منهن ڪندو هو تہ، تارڪ الدنيا عارف جو روپ ڌاري ونندو هو. هو سنڌو درياهہ جو معتقد هو. لوڪ قصن ۽ داستانن کي شاعريءَ جو روپ ڏيئي، پنهنجي خيالن جو اظهار ڪيائين. سندس شاعريءَ ۾ اسان کي لڙائين ۽ سوين، ڌارين جي يلغارن، ۽ مذهبي جنگ و جدل جو ذڪر ڪونہ ٿو ملي، پر هو تہ عشق ۾ نباهہ، پنهنجي وطن سان پيار ۽ انساني ڀائيچاري جي ڳالهہ ٿو ڪري. هو سومهڻي جي دعا جي پڄاڻي هنن لفظن سان ڪندو هو:

سائينم سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار
دوست مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين

اتهاس ۽ جاگرافيءَ ملي ڪري، سنڌ کي هڪ پراسرار ماٿري بڻائي ڇڏيو آهي. پنجن ندين جو جر. سنڌ وٽ ئي باوقار ۽ معنيٰ خيز اسلوب ۾ چوڙ ڪري ٿو. پراچين دؤر ۾ هتي ڏاڍي سکي ستابي، عيش ۽ آرام سان زندگي بسر ڪندڙ قوم اُسري. انسانن طرفان برپا ٿيل تباهڪاريون يا ڏڪار کهڙي بلائن جا نالا هئا. ڪين تہ اها خبر بہ ڪونہ هوندي هئي. ان قوم موهن جي دڙي جي جهونيءَ سڀيتا مان جنم ورتو هو. هي سڀاجهڙا ماڻهو من موهيندڙ رفاقت، پائدار مهمانوازي ۽ حساس طبيعت، انتهاپسنديءَ کان بنهہ وانجهيل شخصيت جا مالڪ هئا. ڀانت ڀانت جي قومن ۽ مذهبن، سندن پرڳٽي تي يلغارون ڪيون،

پر اهي جتاءُ ڪين ڪري سگهيا ۽ سندن مٿي جي جادو ئي اثر سان واسجي، اتان جا ئي ٿي ويا. ۽ ”مان جو ئي آهيان، سو ئي آهيان“ جو فلسفو اپنائي ورتن.

سنڌ کي ڪي ماڻهو ننڍي هند بہ سڏن ٿا. هت جنهن بہ گڙنگ جنگجوءَ پير پاتو سنڌ کان اڳتي وڏي پاڙيسري ملڪن کي فتح ڪرڻ جهڙو ئي نہ رهيو. سنڌ جي پراسرار ڌرتيءَ تي پاڻ کي، هن وياڪل ۽ وچايل ٿي ڀائيو ۽ هتان جي رهاڪن جي سانتيڪي ماحول ۾ ضم ٿيڻ ۾ پنهنجو موڪ پئي ڄاتائين.

اتهاس جي مختلف مرحلن مان گذري، سنڌي ادب جي عمارت کڙي ٿي. موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان لڌل آثارن ۾ شاهي محلن يا شاهي يادگارن جا اُهڃاڻ هٿ ڪين آيا آهن. سڄي جي سڄي شهر ۾، وچئين ڪلاس جا سرن سان جڙيل هڪڙي ئي طرز جا گهرڙا نظر آيا. هر گهر ۾ ننڍڙو کوهہ، زير زمين نيڪال جو سرشتو، گند ڪچرو اڇلائڻ لاءِ بہ سائنسي اسلوب جو نظام موجود هو. دراويدي سڀيتا پنهنجو ورثو بروهوي ٻوليءَ جي شڪل ۾ ڇڏي ويئي آهي. بروهوي ٻولي هماليہ کان ويندي ونڌياس تائين پنهنجي نوع جو نرالو آثار آهي.

پراچين آريائي وسندين جو هن ماٽريءَ ۾ استعمال ٿيندڙ ٻوليءَ تي گهرو اثر رهيو. اڳتي هلي جيتوڻيڪ خالص آريائي سنسڪرت ٻوليءَ جو جنم ٿيو.

سنڌي ٻوليءَ جا ڪجهہ لساني ودوان، سنڌي ٻوليءَ کي سنسڪرت جي ڌيءَ يا ڏي ٿا ليکن. ان جو سبب سنڌي ٻوليءَ جي لفظن جي ذخيري ۾ سنسڪرت جي ڪجهہ لفظن ۽ صرف و نحو جون خصوصيتون ۽ اچار جو هجڻ ڄاڻائين ٿا. سنڌي ٻوليءَ جي لفظن جي ذخيري تي نظر وجهڻ سان مٿس عربيءَ ۽ فارسيءَ جو اثر بہ نمايان نظر اچي ٿو.

عربن وچ ايشيائي قبائلي لشڪرن جي حملن کان ٽي صديون اڳ سنڌ تي ڪاهہ ڪئي ( ۽ وچ ايشيائي حملا آورن جي پيٽ ۾ گهٽ ڪنورتا واريون يادون ڇڏي ويا) سنڌ جي ثقافت تي سندن گهرو اثر

رهيو آهي. اسلام جي وحدانيت ۽ هتان جي ويدانيت جي امتزاج سبب تصوف وجود ۾ آيو جيڪو سنڌ جو ناياب ورثو آهي. گرونانڪ به سنڌ گهمي آيو هت ئي سک مذهب جا متعقد بڻيا. چارلس نيپيئر جڏهن سنڌ فتح ڪئي ته گورنر جنرل ڏانهن پيغام موڪليائين: "ته مون وڏو ڪو پاپ ڪري وڌو آهي." هن ننڍاڪڙيءَ ماتريءَ ۾ ٻڪري ۽ شينهن کي ٻيلي ۾ گڏجي گاهه چرندي ڏٺو ويو.

1947ع ۾ سنڌ ۾ سنڌي سڀيتا کي هڪ ٻئي موهن جي دڙي جهڙي واردات سان منهن مقابل ٿيڻو پيو جنهن جي نتيجي ۾ تاريخ جو منجهائيندڙ معمو رونما ٿيو. سنڌي قوم کي ان فڪر ورايو ته لڏپلاڻ ۽ جلاوطنيءَ بعد تاريخي قوم جتاءَ ڪري سگهندي به الائي نه. هي هڪ درج ٿيل حقيقت آهي ته جتي سڄو خطو فرقيواريت سبب ڏڌي رهيو هو اتي سنڌي قوم کي اهڙي وچڙندڙ مرض کان ڇوٽڪارو مليو ۽ اها غير معمولي بردباريءَ جو مظاهرو ڪندي نظر آئي. اهڙا ڪيترائي واقعا ٻڌائي سگهجن ٿا. جو پنهنجي غير مسلمان پاڙيسرين کي اجهو ڏيندي ڏيندي هو پاڻ مئا.

برصغير جي ڪنڊ ڪڙڇ مان آيل پناهگيرن سبب سنڌ سچ پچ ته ننڍيءَ هند جو ڏيک ڏيڻ لڳي هئي. هندو سنڌين جي اٽنر لڏپلاڻ بعد هو پنهنجا سڃيت ۽ فهميدا اهڃاڻ پوئتي ڇڏي آيا. اهي سنڌي شرنارٿي، هندستان ۾ ڇڙوڇڙ ۽ هر طرف ڦهليا پيا آهن. هي نئون ديس، هنن لاءِ بلڪل اوپرو ڪونه هئو متس ويساهه رهيو اٿن. هوئنن به اهي باشنده جيڪي ماٺ ۾، پوڳنائون سهن ٿا، سي ئي ڌرتيءَ جا اصل وارث سڏجن ٿا. جيستائين سنڌين جو تعلق آهي، ته هو اوهان کي دنيا جي هر ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ملي سگهن ٿا.

هندو سنڌين ۽ ورهاڱي بابت هي خاڪو پڙهي متان مون مٿان نسل پرستيءَ ۽ جنونيت جو الزام مڙهيو مان ته فقط حقيقت بيان ڪئي . توهان پاڻ به اندازو لڳائي ورتو هوندو ته سنڌي قوم جي شعور جي ارتقا، موهن جي دڙي جي سڀيتا سان سلهاڙيل آهي، اتان ئي سندس جنم ٿيو تنهن ڪري نه رڳو انساني دلچسپي، پر سائنسي توجهه جي به لائق آهي.

جتي جذباتي نظريہ پرست ۽ سياستدان بيڪار ثابت ٿيا، اُتي، هنن شرنارٿين، ڪشالا ڪڍي، سياسي ۽ معاشي لاڀ جي پرواهہ نہ ڪندي، پنهنجي ٻوليءَ سان نينهن نڀايو.

سنڌي ادب ۾، جديد مختصر ڪهاڻي جو آغاز ويجهڙ ۾ ٿي ٿيو. ڪهاڻيون 1940ع واري ڏهاڪي ۾ سرجڻ لڳيون. پيرسن اديب، جيتوڻيڪ، وقتن وقتن مختصر ڪهاڻيءَ تي طب آزمائي ڪندا ٿي رهيا، پر انهن ۾ اخلاقي واعظ ڏنل هوندا هئا ۽ سندن ڪهاڻيون سماجي مسئلن ۽ حقيقتن جون بنهہ آئينہ دار ڪونہ هيون. هڪ اقليت هوندي بہ سنڌي شرنارٿين سنڌي ادب لاءِ اهم خدمتون سرانجام ڏنيون. ورهاڱي بعد بہ سنڌ جو شاهوڪار ورثو سانيدي ساڻ کڻي آيا. تنهن وقت اهو خيال ڪيو ٿي ويو تہ سنڌي ادب، لڏپلاڻ ۽ اٿل پٿل جو ڌڪ سهي ڪونہ سگهندو، پر ڪن رهبرن سوچيو تہ، ڌرتي نہ هوندي بہ هو سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب کي زندهہ رکندا. ههڙن، وسوسن ۽ ويساهن واريءَ حالت ۾، ګهڻيرو اديب پنهنجي ذات سان سچا رهيا ۽ ادب سرجيندا رهيا. رومانوي شاعر، ارجن شاد اجهو هي سنيهو هر سنڌي گهر ڏانهن اماڻيو آهي:

جنهن ۾ ماءُ ڏني مون کي لولي
اُها زنده رکندس ٻولي!

منهنجي دل جي صدا ڪوئي ڪيئن ٻڌي
وڃي مون کان زبان جي ڪوئي ڪسي
هن پنهنجي سگهاري سنڌيءَ سان
مان نانءُ ستم جو مٽائيندس!
مون کي ياد رهي سا ڏولي
جنهن ۾ ماءُ ڏني مون کي لولي!!

نوجوان اديبن جو پنهنجي ٻولي لاءِ پيار ۽ ويساهہ کين ادب سرجڻ لاءِ اتساهيندو رهيو. سندن تخليقي ادب ۾ سڀ جون سڀ، ڪوششون پل تہ اعليٰ ۽ غير معمولي نہ بہ هجن، پر انهن مان سندن، نيڪ نيتي، ولولو ۽ نماڻائپ جهلڪي ٿي.

پيرسن ۽ آسودن سنڌين، ان قسم جي پورهئي ۾ ٻهرو ونڻ کان نابري واري آهي، پر شرنارٿي ڪيمپن ۽ پسمانده وسنڌين جي ڳيرو اديبن، پڪو پهه ڪيو آهي تہ هو جدوجهد جاري رکندا، توڙي جو سنڌن ادبي تخليقون ڪجهہ ڦڪيون ۽ نزاڪت کان وانجهيل هجن ٿيون، پر ادب ۾ سنڌن ويساهہ کي ظاهر ڪن ٿيون.

هن ڪتاب لاءِ ڏاڍي احتياط سان آکاڻين جي چونڊ ڪئي اٿم، تہ جيئن ٻن ڏهاڪن جي رنگين دؤر مان گذرندي، هن قوم جي حاصل ڪيل نفسياتي تجربن کي پڙهندڙن اڳيان رکي سگهجي.

هنن آکاڻين ۾ سنڌ جي تصور، شرنارٿين جي حيثيت ۾ ابتدائي ڏهاڙن ۾ کين پيش ايندڙ مسئلا ۽ ڪشالا، سنڌن ڪسمپرسيءَ واري زندگي، شهري ماحول جي سماجي حقيقتن جا عڪس، ۽ وچئين طبقي سان واڳيل سنڌين جي قوم جا ثقافتي مسئلن جا موضوع ملن ٿا.

**مترجم پاڻ تہ، سنڌي اديب هئڻ جي دعويٰ ڪونہ ٿو ڪري سگهي، پر هيمو ڪالاڻي (هندستان جو ڳيرو شهيد) جي ڦاسي کان ڪجهہ عرصو اڳ ۽ اڄ کان (1963ع) • اٽڪل 20 ورهيہ اڳ، هن مترجم کي هڪ آکاڻي هٿ آئي، سا بہ هن مجموعي ۾ شامل ڪئي وئي آهي.** سنڌي ادب ۾ عورتن جي ياڱيواري کي ظاهر ڪرڻ لاءِ، ٽن اديبائن، جڏهن تہ انسان پرستيءَ جي ريت جي تسلسل کي ظاهر ڪندڙ چار ڪهاڻيون، پاڪستان جي سنڌي اديبن جن پڻ شامل ڪيو اٿم. سنڌن عمر تي غور ڪنداسين تہ خبر پوندي تہ، هي اديب عمر جي 20 کان 40 جي ڏهاڪي ۾ مس هوندا. ماهانہ سوَ کان چار سؤ رپيا مس ڪمائيندا هوندا. هو جڏهن ڪتاب ڪٽي پبلشر وٽ وڃن ٿا تہ، هو ٻڌائين ٿو تہ، سنڌن ڪتاب جون پنج سؤ کان هڪ هزار ڪاپيون ئي ڇپائي سگهي ٿو. ادبي پورهئي مان اديب، خبر اٿوَ تہ ڪيترو ناڻو ڪمائيندا آهن؟ پڙي!

**پيارا پڙهندڙؤ توهان جيڪڏهن پنهنجي خام خياليءَ کي ترڪ ڪرڻ لاءِ تيار آهيو تہ، توهان ڪنهن ڪروڙ پتي اديب، ريشم جي واپاري، يا بين الاقوامي اسمگلر جون مصالحدار ڪهاڻيون پڙهي رهيا آهيو تہ ستت ئي، ڪتاب جا پنا اٿلائي ان اندر جهاتي پايو ۽ ڪيس**

پڙهو. هن ڪتاب لاءِ تصويرن جا نقش ماهروان ممتاڻي ٺاهيا آهن. ماهروان هڪ باصلاحيت ۽ ڪاهوڙي ڪلاڪار آهي، جنهن جي ذات کي اڳتي جهجهي ميجتا حاصل ڪرڻي آهي.

مهڙ واري پني جي ڊزائين، ڪي. ڪي. چيناڻي ڪئي آهي. هو بہ مفلسيءَ جي جيئري جاڳندي تصوير آهي، پر سندس نيڻن ۾ تجريدي فن جا نقش ڦرندا رهن ٿا.

## حشو ڪيولراماڻي

# ضميمو

انساني شعور ۾ سڪڙجندڙ ڌرتيءَ جي گولي جون ٿهلجندڙ سرحدون، ٽيڪنالاجي جو انقلاب، سيپتا جي سموري ڍانچي کي ڌوڏي رهيو آهي. پنهنجي پاڙن کان ڪٽيل هئڻ جو احساسَ، اڄ جي جديد انسان کي سوگهو ڪري رکيو آهي. لاءِ محدود ترقيءَ جا مختلف متبادل چٿون يا عالمي سطح تي هڪ بيو موهن جي دڙي برپا ٿيڻ جو سنيهو!

هي آهن.ڌرتيءَ ماءُ جا نوان رُخ ۽ نوس حقيقتون. خلائي جهازن کي ايٽرو بااثر بڻايو ويو آهي، جو ڪنهن بہ شخص کي خلا جو سير ڪرائي، واپس ڌرتيءَ ڏانهن سالم موٽائي سگهجي ٿو. هن سنڌي ڪهاڻين مان اولڙا پائيندڙ عورتن ۽ مردن جو شعور، موهن جي دڙي جي سيپتا مان ڦٽي نڪتو آهي. هاڻوڪي وقت ۾ بہ اهو شعور، ڌنارڪي ورثي سان سلهاڙيل آهي. هنن سنڌي لوڪن جون دليون، زندگيءَ جي سندرتا، چاڪ ٽيل ناسورن ۽ جيئڻ جي تمنا سان ڌڙڪي رهيون آهن. "ادو عبدالرحمان" ڪهاڻيءَ ۾ ڇا توهان اڄ جي جديد انسان جي پنهنجي ئي باطن سان تصادم کي پرکي ورتو؟ ڇا توهان ڪاڪي خوشي رام کي هن دنيا ۽ پرلوڪ جي تضاد ۾ منجهيل، پنهنجي حياتيءَ جو ئي انت آڻيندي ڏٺو؟ ڇا ڪاڪي خوشي رام توهان تي پنهنجي ڪا ڇاپ ڇڏي؟ ڇا ڪمري ۾ پيل پراڻو سامان، ميزون، ٽيبلون ۽ الماري وغيره، ڪنهن وسريل ياد کي ذهن ۾ ٻيهر زنده ڪري وجهي ٿو؟ ڇا، ڪنهن بااخلاق ۽ اعتماد جوڳي شخص مٿان جبر ڪرڻ کان پنهنجو پاڻ بچايو اٿوَ؟ ڇا توهان پنهنجي ڳوٺڙي، (جت، توهان جي امڙ، ويم جا سور سهي، توهان کي هن دنيا ۾ وني آئي) کي ياد ڪري تڙپي پوندا آهيو؟ ڇا توهان، هاڻي پنهنجي امڙ جي مکڙي جي گهنجن

ڪي هڪ نئين انداز ۾ ڏسڻ جي اهل ٿي چڪا آهيو؟ ڇا هاڻي توهان همدرديون ڪنهن ينگيءَ ۽ هڪ غيرتمند، مسڪين ڪلارڪ سان سلهاڙيندؤ؟ ڇا توهان ننڍڙي بالڪ ۽ زال، جيڪا سُري وانگر توهان سان اٿاهہ محبت ڪري ٿي، ڏانهن غافل رهيا آهيو؟ ڇا خدا ۽ شيطان وچ ۾ لتڪيل حياتيءَ بابت سوچڻ شروع ڪيو اٿوَ؟ عظيم سنڌو نديءَ مان گذر ڪندڙ آب حيات ڪي تہ توهان مور نہ وساريو هوندو.

پيارا پڙهندڙؤ سنڌي مختصر آکاڻين جو ڪتاب پڙهي، توهان پڪ خوش ٿيا هوندا. پهريون ڇپيرو هي ڪتاب مون ڊسمبر 1958ع ۾ ڇپايو هو. 12 ڪهاڻين جي مجموعي ڏاڍي ميتا ماڻي هئي. نہ رڳو سنڌي ادب کان انگريزي ڄاڻيندڙ ماڻهو روشناس ٿيا، پر ورهاڱي جي سَٽ سهندڙ ماڻهن جي زندگيءَ ۽ جوهر کان بہ واقف ٿيا.

هن ٻئي ڇاپي ۾ نظرثاني ۽ واڌاري بعد ايڪيهہ (21) ڪهاڻين جي چونڊ ڪيم. هي ڪهاڻيون سنڌي اقليت جي ٻن ڏهاڪن جي سماجي ۽ نفسياتي اولڙي جون آئينہ دار آهن. ۽ ٻيون قومون بہ انهن ڪهاڻين جي انسان پرستي واري نياپي سان ضرور پنهنجائپ محسوس ڪنديون.

هن مجموعي ۾ تصوف، سنڌ لاءِ اڪير، نئين ماحول جي سماجي حقيقت نگاري، حب الوطنيءَ جو ذڪر ملندو. هنن آکاڻين جون سورميون ۽ سورما، مسڪين ۽ غريب گهراڻن سان واسطو رکن ٿا. انهن ڪردارن ۾ سچائيءَ، ايمانداريءَ ۽ اعتقاد ڪي پسي سگهجي ٿو.

اهي ڪهاڻيون سرجيندڙ اديب، ڳيرو ۽ جاکوڙي ليکاري آهن. هو شايد دنيا جا سورهيہ اديب آهن. ڪين پنهنجي ادبي پورهئي لاءِ معاوضو تہ نهيو پر نلهي ميتا ۽ همدردي بہ ڪانہ ٿي ملي. ڇڙوڇڙ سنڌي قوم جي ثقافت ۽ جوهر کي زندهہ رکڻ ۽ اڳتي وڌائڻ هنن اديبن جي معرفت ئي ممڪن ٿيو.

# حشوءَ جا گُل (پٽ) ڏانهن لکيل خط[1]

پيارا پٽ،

متيان جملا (گر مکيءَ ۾ لکيل جملن ڏانهن اشارو) آهن ماءُ ڏانهن لکيل ان چٺيءَ جا، جن جملن سان هر ڪا چٺي شروع ڪندو هوس. مون کي گرمکي لکڻ ته ڪان ايندي هئي، پر جڏهن ماءُ ۽ پاءُ کي چڏي ڪولمبي ويس ته ڏاڍي دل هيم ته کيس سڌو خط لکان. مگر کيس ته صرف گرمکي لپيءَ ۾ چٺي لکڻ ايندي هئي، جا ان زماني جي استرين جي حالو چالو لپي هئي. مان عربي لپيءَ ۾ ڪاڪي ڪشچند يا پاءُ گوپ کي خط لکندو هوس، جي کيس پڙهي ٻڌائيندا هئا ۽ هوءَ ويچاري ٻه ڪانئن چٺيءَ ۾ نيا پو ڏيئي لکائيندي هئي. ڏاڍي دل هئي ته گرمکي لپي سکان، پر اُتي اهڙو ماٺهو ڪونه مليم. جنهن جو ان لپيءَ سان ڪو واسطو هجي. هڪ ڏينهن وڏيءَ پيتيءَ لوهه واريءَ جا خانا پٺي ڳوليم ته هڪ خاني مان امان جي پيڻ ڏانهن لکيل چٺي ۽ ٻيون ٻڻ ڪي چنيون ڏانهنس لکيل هٿ لڳم. پڙهڻ ۾ ڪين آيون. مگر ٻالپڻ جي ياد هئم ته ڪيئن هو چٺي لکندي يا پڙهندي پڻ پڻ ڪندي پيئي چوندي ويندي هئي. ياد هوم ته پهريان اکر گهڻو ڪري هر ڪنهن چٺي ۾ اهي ئي ساڳيا هوندا هئا.

يعني، پهريون لفظ هوندو هو: ”ست نام سهاءِ“ پوءِ، پياري پيڻ، فلاڻي يا فلاڻي جي ماءُ، سدائين خوش هجين!

گرو ٻارن کي خوش رکئي. هيءَ تنهنجي چٺي پهتي. پڙهي خوش ٿيس. دير ٿيم جو وغيره وغيره.

---

[1] هي خط 1979ع ڌاري حشو پنهنجي پياري پٽ گل ڪيولراماڻي ڏي لکيا. سندس پٽ گل 1978ع ۾ آرٽ پڙهڻ لاءِ جرمني پڙهڻ ويو. 1968ع ۾ حشو جي پنهنجي زال سرلا راماڻي سان علحدگي ٿي. حشو دهلي ڇڏي بمبئي پيڻ وٽ ٽڪيو.

اهي لفظ بلڪل ياد هئم چٽيءَ طرح، سو جيئن ڪوڊ پيجبا آهن، لڳ ڀڳ ساري گرمکي ناهي ويس ۽ ماترائون پڻ. حقيقت ۾ 20 ڪن اکر پيجي ويس، پهرين چٽي لکيم جا پڙهي اهڙي خوش ٿي، جنهن جي ڳالهه نہ پڇ! سڌو گرمکيءَ ۾ خط لکائيم. جنهن مان چار پنج بيا اکر سکي ويس. پوءِ تہ اسان جي لکپڙهہ شروع ٿي ويئي، جا سالن جا سال هلي. نهايت دکدائڪ Sentimental خط هوندا هئا سندس، جي پوءِ لنڊن جي فضا ۾ نہ آئڙندا هئم، مگر ماءُ جنهن جو سارو موهہ مون ۾ قاٿل هو، تنهنجي دل جو درد ۽ آسون سمجهي پئي سگهيس. جنهن ڪري اندر ۾ پڻ سدائين اها جذبن ۽ خيالن جي ويڙهہ رهندي آئي، جا هر ڪو ماڻهو ڪنهن نہ ڪنهن طرح محسوس تو ڪري.

انهن گرمکي ليپيءَ وارن خطن جي ڪري ماءُ ۽ پٽ جي وچ ۾ سڌو رستو رهيو. جيتوڻيڪ ڪيس بيائي سمجهائي ٿي سگهيا تہ ڪو بہ قدم مون چو ٿي ڪنيو- ائين سمجهہ تہ ڪيس هر ڪو پتو هو. پنهنجي نموني ۾ هڪ بڻائتي عورت جي حيثيت ۾. جيئن وقت گذرندو ويو، سندس نرمائي، شرمائي، ڊپ ڊاءُ، وسوسا وغيره بدلجي، ڪيس هڪ بهادر ۽ جهان ديده ۽ سمجهدار انسان بنائيندا ويا ۽ ڪيس وقت جي آزمائش يا ملڪ جي گردش ڪان چڱيءَ طرح واقف ڪندا ويا. مان تہ گهڻو وقت ڪائنس پري رهيس، مگر سندس اندرئين روپ جو احساس سدائين هوم ۽ خوش ٿيندو هئس، جڏهن چالاڪيءَ ۽ حشمت سان پنهنجي شخصيت جو اظهار ڪندي هئي. پر اها خود اعتمادي گهڻو پوءِ وڌيس، جڏهن زماني ڦيرو ڪاڌو ۽ سندس ڪيترا سپنا ساپيان ۾ اچڻ لڳا. خاص ڪري تنهنجي جنم ڪانپوءِ سندس آسون پوريون ٿيون! اميد ڪان وڌيڪ. ڏک صرف اهو هوس تہ پوٽو ايترو دير سان مليو هئس، جڏهن ڪيس گهڻو وقت هنج ۾ کڻي گهمائي نہ ٿي سگهي. ويچاري ڏاڍي ڪمزوري هئي ۽ ڏينهون ڏينهن وڌيڪ ڪمزور ٿيندي ويئي. مالڪ ۾ اعتقاد بہ اوتروئي وڌندو ويس. نيٺ وڏي ٿي پيڙاپي ڏانهن وک وڌائي رهي هئي. ٻارن بہ وڏو ٿي ڪيس پوٽا بخشيا هئا. هاڻي هو الله يا گرو يا مالڪ يا ڀڳوان. او خدا، توتي بہ ماڻهن الائجي ڪيترا نالا رکيا آهن.

..... ٻيڙي لڏندي لمندي رهي هئي تہ نانيءَ چيو "پٽڙا، عيسو نہ موسو وڏو پير پئسو." يعني سڀ کان وڏو پير پئسو آهي ۽ پئسو هٿ ۾ آهي تہ سڀ ڪجھ آهي. اڳي پئسو شينهن جي ڪن ۾ هو. هاڻي پيٽ ۾ اٿس. بس ڪلجڳ ڪاهي پيو آهي، ڪو وقت هو تہ ڪير مفت ۾ ملندو هو. چار پنج ڪوڏيون سير لاءِ ڏي تہ گهڻو ٿيو. هاڻي تہ آني سير بہ ڪونہ ٿو ملي!

مون ڪلندي چيو "ڪوڏيون چئين تہ ڪوڙ آٽي ڏيانءِ. بلڪل مفت ۾ ڳوڻ پري، وڏو پير پئسو خميسو وساري ڇڏ!"

ٻلين لاءِ پيار اٿم. نهايت پيار اٿم. جنهن سماج ۾ پئدا ٿيس، ان ۾ ٻليءَ لاءِ نفرت نہ. تہ پريم تہ ذرو بہ ڪونہ هو. ٻلي نوس نوس ڪندي، رنڌڻي ۾ لڪي لڪي گهڙي پوندي، ڪير پي ويندي، ڪاڏي جي شين ۾ نڪ وجهي ضايع ڪري ڇڏيندي، سڀ گهر ڏياڻيون ڪيس ڀڄائڻ ۾ مشغول، پر ٻلي هر ڳوٺ ۾ هر محلي ۾ ملندي ضرور.

ڪتن کي زهر ڏياري مارائيندا، پر ٻليءَ کي ڪير هٿ نہ لاهيندو. عجيب ڀرم، عجيب سنسار! ٻليءَ جو وار بہ ڪاڏي ۾ پيونہ مرگهي ضرور ٿيندي، ٻليءَ کي چوري ڪندا، پڪڙيندا تہ گهڻي ۾ گهڻو سپاتو مٿائنس اڇلائيندا. ٻليءَ کي ڪنهن ماريو بي خبري ۾ بہ تہ ان پاپ لاءِ وڏا پراشچت ڪرڻا پوندس. پئنجائت اڳيان رجوع ڪندس. پر ٻليءَ کي پاليندو ڪير بہ ڪونہ. صرف رنڌڻي جا دروازا، دريون چڱيءَ طرح بند ڪندا، جيئن لڪ چپ ۾ گهڙي نہ وڃي.

ناني هٿ جوڙي چيو "ابا جيءُ آئين، ٻلي آئين، نچ آئين، منهنجي اکين تي آئين، نيرن بہ ڪانہ ڪئي اٿئي، پاٽيءَ ڪانپوءِ رکج، ڪيچل نہ ڪج.

مون کلي چيومانس "ناني مون ڪهڙي تنهنجي ٻلي ماري، جو ايترو وهلور ٿي وڃين. درياھ شاھ سان منهنجو نينهن لڳي. ڇا نہ عجيب نظارو آهي! انهيءَ نظاري ۾ منهنجي جيجل، منهنجي ناني، انهيءَ سنڌو درياھ جو جادو سندن اکين ۾ نمايان آهي. سندن بدن، بيهڪ، چمڙي، ڳالهائڻ ٻولهائڻ، مشڪڻ کلڻ، روئڻ، واڪا ڪرڻ، آسيس ڏيڻ، ڊڄڻ، سرهو ٿيڻ، ڊيڄارڻ، همٿ وارين نارين وانگر جيئڻ، سنگرام کي منهن ڏيڻ، سندن موهہ، سندن شهاڻو ڪردار سندن وجود ۾ آهي.

هن نظاري ۾ جتي اتهاس آهي، شانتي جو سومان جو بي خبريءَ جو قدرت جي قانونن جي قدر ڪرڻ جو ڳوٺاڻيءَ جهالت جو پڻ شهري گندگيءَ کان بي خبريءَ جو جتي معصوميت پريو اوچڻ ڪهڙي بہ ڪنور دل کي صفا ڦٽي ڇڏي، جتي ڳالهائڻ جو ميٺاج ماٺهوءَ کان کنڊ پتاشا، مصري، نباتون، خود ماکي ويساري ڇڏي جتي سادي ئي ڪاڏي پچائڻ جو ڏانءُ ماڻهوءَ کان بهشت جا طعام ويساري ڇڏي، جتي نانيءَ جي ڪونڙيءَ جي چيڪي مٽي ڏسڻ سان توتي فروٽي، آئيس ڪريم وسري وڃي....

بيڙيءَ درياءَ جي لهر ۾، ٻئي ڪناري طرف هلڻ شروع ڪيو. ماءُ ڏسڻ لڳي ۽ ڪلڻ لڳي: "نيٺ آئين نہ؟ حدثي آهين حدثي، ڪنهن جي نتو ٻڌين. هاڻي اڄ تہ ڊاڪٽر وٽ وٺي هلانءِ! اجا تائين اها مُني ڪنؤ ڪنؤن اٿئي. ڪچيءَ ۾ نتو ڪرين. مان تہ ڇئي ڇئي ٿڪجي پئي آهيان." خفي ٿي بيڙيءَ کي ٻئي طرف سيريم. اجا اها وس وس ڪان ڇڏي. گرو جهرڪي کي باز بنايو تون باز کي جهرڪي بنائڻ واري...

"اي مالڪ، الائي ڪهڙو پاپ ڪيو هوم، جو اهڙي ماءُ مليم. منهنجا تہ بودنا ئي ڪدي ڇڏيا اٿس."

نانيءَ چيو "اڄ، اڄ حشن، ڊاڪٽر وڃي ٻئُ پوي، دولهہ ماءُ کي ٿي چوان، ڪاڪڙو ڪٽنديءِ، ڪيس آجمائي ڏس. وري نہ ليس ڪنگهہ ٿينديءِ يا عمر سگهو هوندين!"

مون چيو "امان، ناگي چيو تہ ٻليءَ جو ڪير پيان تہ بلڪل نوبنو ٿي پوندين."

"اڙي، پر مان بيمار ڪتي آهيان. هي آفريڪا آهي ڇا؟ توهان آفريڪا ڳوٺ جون.... ڊاڪٽرياڻيون تہ ناهيو. توهان جي هٿ ۾ آيس تہ سِرَ جو خير ناهي."

ناني چوڻ لڳي، "اڙي دولهہ ماءُ تون ئي سمجهائينس. الائي ڇا پيو چوي ڪنگهي بہ پيو پوءِ بہ پيو چوي تہ بيمار ناهيان."

مون وراڻيو: "ناني مان تہ ناگي وٽان سوٽو هٽي آيو آهيان. ٻليءَ جو ڪير پيئندس تہ بلڪل ٺيڪ ٿي ويندس. پر ٻلي ڪٿان آڻيان. توهان

وحشي ماڻهو ته ٻلي به نه ٿا ڏاريو رڳو ڇُش، ڇَش پيا ڪندا وتندؤ ويچاريءَ کي. اڙي ناني پتو اٿئي ته پيغمبر پاڪ کي ٻلي ڪهڙي نه پياري لڳندي هئي. هڪڙي ڏينهن ڪچهريءَ ۾ ويٺو هو. جڏهن اٿڻ جو وقت آيو ته ڇا ڏسي ته سندس ڪڙتي تي سندس ٻلي ستي پئي آهي. ٻليءَ کي منڙيءَ ننڊ مان اٿارڻ تي دل نه ٿيس. قئنچي گهرائي، پنهنجي ڪڙتي کي ڪپي پوءِ اُٿيو. ٻلي اها ئي ننڊ ۾ رهي.

پيڙي ماءُ ڏانهن وڏي ڏسان ته وري اهائي ننڍڙي ٻالڪ رانديڪن ناهڻ ۾ محو. معصومڙي ٻالڪ هزارن ورهين جي ڪلا کي دهرائيندي ڏسڻ ۾ پئي اچي.

ڏمڪيءَ سان چيومانس: "هي تم ڪيا ڪر رهي هيءِ ايدر ڪو هيءِ تم!"

مون کي ڏسڻ سان ائين اُٿي ڀڳي، جيئن ڪانءُ ڀڄي ڪاري مان. ڊڄندي ڪنبندي رُئندي، ڪيڪون ڪندي ڀڳي گهر ڏانهن: "امان، امان، مالي ٿو!"

پاڻ کان پڇيم: "ڇا، مان به ٻالڪپڻ ۾ اهڙو ڊڄڻو هوس. پرديسي ماڻهوءَ جي پرديسي ٻولي ٻڌڻ سان ڀڄندو هوس ڇا".

مسٽر گل، يا تنهنجي پياري اسڪولي ريڪارڊ موجب جيڪو به تنهنجو نالو هجي، تون به ائين ڊڄندو هئين ڇا ڪنهن اجنبي ماڻهوءَ کي ڏسڻ سان.

اهو سوال آهي جينيٽڪس جو پانيان ٿو.

قرب مان
ڊئڊي

## خط (2)

پيارا پٽڙا،

سو جيئن لکيم ته منهنجي زندگيءَ کي ڪاڪي ڪشنچند (گلي پيءُ) وڏو موڙ ڏنو ۽ شايد انهيءَ ڪري ئي تنهنجو نالو منهنجي منظوري سان گل ٿيو. ڪاڪو منهنجي ٻئي نمبر چاچي ديوان هيمنداس جو ٽيون پٽ هو. ننڍي هوندي ئي ريلواين جي رستن بنائڻ ۾

ڪراچي جي مشهور معروف يورپيين فردن جو واقفڪار هجڻ ڪري ڦڙت ۽ تيز فهم ٿيو. هڪ ڀاءُ ڪيول تہ جوانيءَ ۾ فوت ٿي ويو نوشهري جي مشهور سيٺ ڪيمچند ڀالاڻيءَ جي ڀيڻ مؤلي بيوه ڇڏي ويو جا ساري عمر ڳوٺ ۾ رهي ۽ ڀائيبند ڪاڏو ڪاٺڻ ڪري، ڪيس سندس ڏيرياڻيون ٿلهي ٿلهي ڇٽي ڀيئون ڇيڙائيندڙيون هيون. جيتوڻيڪ مان ان واٽڪي ڀيد ڀاوَ کي ٿُو ڪري، سندس گود ۾ ويهي سندس ٿلها روٽلا ۽ گيهہ ۾ ٻڏل ”ڪوڪٻون“ کائيندو هوس، جو اڄ تائين نفيس ڦلڪن لاءِ نفرت اٿم ۽ جهوپڙ پٽين جي ٿلهن ۽ تازو پڪل مانين کي ڏسي وات ۾ پاڻي اچي ويندو اٿم. ٻيا ٻہ ڀائر نيڻو مل، ٻچي ڏاڙهيءَ وارو ۽ ٻولچند (رتلام وارو) جو توکي ڏسي پيريءَ ۾ جوان ٿي ويو. البت دهقاني هوا ۽ پنهنجي سرڪاري دائري ۾ نهايت چست ۽ همت مند مرد هو ۽ ٻيو چيلي پيءُ سدائين هيسل، دلشڪستو ۽ بين تي ڀاڙيندو رهيو. جنهن جا گهٽيئي سبب ٿي سگهن ٿا. جهڙوڪ: ٽپال کاتي ۾ نوڪري جا ٿوريءَ ڳالهہ تي سخت مونجهاري ۽ انتظاريءَ جو باعث ٿي سگهي ٿي، ٻارن جو هڪ ٻئي پٺيان ديهانت، خاص ڪري چيلي ۽ موهنيءَ جو جن لاءِ مان سندن وڏو ڀاءُ هئس. ننڍي ڀاءُ گلي پيءُ جو چالاڪ ۽ تيز فهم ماڊرن مزاج، شڪر جو زال پناڻيءَ جهڙي مضبوط ۽ جرئت واري مليس، جنهن جي آسري پٺي پليو. ڀاپي چيلي ماءُ توکي رتلام ۾ ڏسي خوشيءَ ۾ نہ پيئي ماپي، جڏهن ڪيس سندس ئي منو ڦل مليو هو گهر ۾، جو پاڻ ويچاري اسان جي گهر ڪڏهن نہ آئي. ايتري پري جيتوڻيڪ ڪيس لکي لکي تڪجي پيس.

ڪاڪن جي ڀيڻ هيڪي، منهنجي چاچي جي ٻي زال، جمنا ديوي (جا منهنجي نڳي ماسي ۽ سڳي چاچي هئي) جي اڪيلي نياڻي هئي، جا ويچاري شاديءَ ڪانپوءِ جلد ئي گذاري ويئي. هڪ اڪيلي ڌيءُ ڇڏي، اها ٻليءَ جي اکين واري ديالي، منهنجي سڳيءَ ڀيڻ کان بہ وڌيڪ پياري ڀيڻ، جنهن سان ڪتي ٻليءَ واري لڙائي اڄا تائين جاري آهي. سمجهہ تہ مگ هوائي جهاز پڻ سندس بدولت ٿيا. اصل هڪ ڇچڙ ثابت ٿي، جيتوڻيڪ مون کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ ۾ پنهنجو مٿل پاڻ آهي. هيڪي ٻائيءَ جو ديهانت ڪراچي ۾ چاليهہ گهريءَ ۾ ٿيو

جيڪا برنس روڊ تي آهي، ۽ ٻالپڻ جي اوستا ۾ منهنجي حياتي ۾ پهريو موت جو تصور پئدا ڪندڙ واقعو هو. ويچاريءَ جو مڙس تہ شادي ڪانپوءِ ڇڏا ڪاشي مهنت ٿيڻ جي هردارام آسري، گرهست وساري وڃي ساڌو ٿيو ۽ ان جي درجي ڪان بہ مٿي هماليہ پربت جو گنگو تري بابا ٿيو. جنهن جي هاڪ ايشيا جي ڪنڊ ڪنڊ ۾، جوڳين جي حلقن ۾ اڄ ڏينهن تائين پکڙيل آهي، جو بادشاهي مزاج وارو ماڻهو هو. ديوان ڪينئي مل جي وڏي نياڻي هئڻ سبب ڏينهن جا ڏينهن روٺي پاڻيءَ ڪانسواءِ، ميلن جا ميل پهاڙين تي طيءَ ڪندڙ ڪئين ٻولين جو ماهر، تيز فهم ۽ ڳالهائڻ ۾ چتر ۽ ديرينو جنهن ڪي دنيا مشهور راڄنيتي اڳواڻن، ڪاروبارين وغيره جي پتي پرتي جي ڄاڻ هئي. چاچا هيمنداس ۽ سندس وڏو ڀاءُ، چاچو پيسومل مون ڪونہ ڏٺا. خود منهنجو پيءُ سندن اڳيان هڪ ٻار هو جنهن ڪي ٻاڻ رهنمائي ڪرڻ جو ٻوجو هموار ڪيو هئائون. اهي ٻئي پوسٽ ماستر ٿي گذريا ۽ انديا جا پهريان ڏيهي ماڻهو هئا. جي سنڌ پرڳڻي ۾، وڏن شهرن ۾ اهڙن وڏن عهدن تي پهتا. جنهن ڪانپوءِ برادريءَ مان توڙي ٻين برادرين مان ڪئين انهيءَ ڪاتي ۾ داخل ٿيا. جتي ايمانداري، سچائي ۽ ڏينهن رات پورهيئي لاءِ تيار رهڻ ڪسوٽي آهن. هر وقت، شڪايتن يا پنهنجي غفلتن يا چُڪن ڪري پريشان رهڻو ٿو پوي ۽ دل جي دڪ- دڪ سهڻي ٿي پوي. ويچارو چاچو هيمنداس تہ دل جي دهڪي ۾ ئي گذاري ويو. جو هڪ ڏينهن ٽپال آفيس جي اڪائونٽ ۾ هڪ رپئي جي کوٽ نڪتي، جا سوچي سلجهائي نہ ٿي سگهيو. وڏو چاچو پيسومل، جنهن جو ڏاڪو ساري پرڳڻي ۾ هو سو تہ ويچارو پنهنجي ماءُ يعني منهنجي ڏاڏيءَ جي مڙهہ کي ڪلهو ڏيندي، مساڻ طرف پير ۾ هڪ ڪنڊو لڳڻ سبب بستري داخل ٿيو ۽ وري نہ اٿيو. ڪيس بہ پٽ ٿيا. ديوان هرداس مل ۽ ديوان مينارام، جي ٻئي مختيارڪار ٿي رهيا ۽ منهنجي والد شريف لاءِ وڏي عزت هئن. جوئي سندن ننڍي هوندي رهنما ٿي رهيو جيئن سندن پيءُ، بابي جو ٻالپڻ ڪان رهنما هو. ديوان مينارام جو گهر پٽيل نگر ۾ آهي، جتي ڪڏهن ڪڏهن وٺي هلندو هوسانءِ. ويچارو اهو بہ سچار ۽ دل جو ڪمزور

هوندو هو. هر ڪنهن گهرو ڪاريہ ڪرم لاءِ اسان کي ڪونڻ ايندو هو. ويچارو سنان جاءِ ۾ وهنجندي گذاري ويو ۽ سندس زال مون کي ئي گهر جو وڏو ڪري سمجهندي هئي ۽ سندس گهر پهريون گهر هئو جنهن ۾ ٽيليويزن ڏٺم ۽ شايد توکي بہ ڏيکاريم. شايد ڇا مگر پڪ ئي، جو تون تہ جمڻ کان وٺي مون کي ڇڇڙ تي چنبڙيو پيو هئين ۽ ڪيڏانهن بہ اڪيلو وڃڻ نہ ڏيندو هئين. ماٺتن کي پڻ تون اهڙو ئي وڻندو هئين، جو تو ۾ خاندان جو آئينده ڏسندا هئا.

ولائت ۾ رهڻ ڪري، يا پنهنجي عجيب سياو ڪري، مٺ ماٺت گهڻو ياد نہ پوندا اٿم. جو سندن سماجڪ جيون ۾ بهرو وٺڻ جو ڇٽ پنهنجي ماءُ ۽ پاءُ تي ڇڏي ڏنو هئم. مگر جي پاڻ ۾ ملندا هئاسين تہ اهو قرب ۽ عزت هڪ سياويڪ نه وني قبول ڪندو هئس. مگرپنهنجي خاص جوابداري پڻ محسوس ڪندو هئس. هڪ اتهاسي نموني، هڪ خاص خاندان جي فرد هئڻ جي حيثيت ۾، جيڪڏهن منهنجو جيون انوکو هو ۽ منهنجو نمونو سندن نموني کان بلڪل نيارو هو تہ اهو بہ محسوس ڪندو هئس تہ منهنجي انوکائي هر هنڌ ظاهر ظهور هئي، مگر پنهنجي سڀني رشتيدارن جي وچ ۾ مان اهوئي ٻالڪ هئس، جو بابي کي ڇئن شادين کانپوءِ، مٺن ماٺتن جي وڏن آسن، اميدن پراٿنائن سان ۽ بابي جي ساٿين، ٻيلين ۽ ملازمن جي آرزو ۽ دعا سان هن دنيا ۾ اچي پرگهٽ ٿيو هوس ۽ سندن پيار بلڪ موهہ جو مرڪز بنيو هئس. ڪائڻ ڪيترو بہ پري هجان ۽ عجيب گهٽنائن مان گذرندو هجان ۽ ڇميگوين جو شڪار ٿيو هجان، مگر سندن قرب هميشہ تازو رهندو جو منهنجي نالي ۾ ئي نهال ٿي ويندا هئا ۽ منهنجي ماءُ کي پڻ ايترو ئي پائيندا هئا. اها هئي منهنجي جيون جي اندروني جهلڪ ۽ خانداني خاطري، جنهن ۾ مون تواريخي ورقن کي نظر انداز ڪندي، حالو چالو پوليٽيڪل ڊرامن کان دور، شخصي معاملن کي مٿي هڪ بلند سطح تي بيهاريو ٿي ۽ ٻاهرئين باطني صورت کي وساريندي، ڪن اصلي قدرن جي تلاش ۾ رکيو تہ جيئن اهي پرمپرا وارا جيو ٻالپڻ جا مٺ ماٺت، پيار ڏيندڙ ساٿي ۽ شايق، منهنجو نالو ٻڌي شرم کان ڪنڌ هيٺ نہ ڪن. جيتوڻيڪ سندن دنيا نرالي هئي، سندن قدر

پيا هئا ۽ نئين دور ۾ سندن جيون ۾ خود اهو چشڪو نہ بچيو هو جو پنهنجي ڳوٺ ۽ پرڳڻي ۾ ماڻيو هئائون.

سو مسٽر گل خان ڪيترو بہ منطق واري يگ واڌارو ڪيو هجي ۽ ماڻهن جي وچ ۾ مفاصلو وڌايو هجي، (نہ گهٽايو هجي موجوده دور ۾)... هڪ ساڳئي گهر ۾ رهندي، مگر منطق واري انسان وانگر اندروني ڪيفيت اهائي رهي اٿم. پنهنجي ڳوٺ ۾ ٽن ورهين جي... جيئن پنهنجي گهر جي وچئين، منهنجي نالي سان اُڪريل ڪچي... انهن انيڪ ڪاڪن ۽ ياپين، مامين ۽ هڪڙي ئي ناني ۽ شاهاڻي صورت واريءَ پڦيءَ.. سون جي ورقن سان، لڏون ۽ چانديءَ جي ورقن سان.... پيڙا ڪائي رهيو آهيان، ڪيل پيو ڪريان ۽ سيني ڪي ياڪر پيو پايان ۽ پنهنجي معصوم نموني سمجهان ٿو تہ زندگي صرف ڪلڻ، ٽينگ ٽپا ڏيڻ لاءِ آهي. سدائين ائين پئي هلندي جو..... خاندان جو مرڪز ڇمڻ ڪان وٺي ٽيو هوس ۽ اُها چلولائي، اها پنهنجائي، اها جهاز واري رمز ۽ رفتار هميشہ پئي هلندي نہ موت جو فڪر، نہ شخصي دک جو احساس، نہ اوچ جو آزمودو نہ نيچ جو امتحان، نہ مڪتيءَ لاءِ خواهش، نہ بندگي جا بوجا، نہ عيش جا سپنا، نہ ڪتابن جو ڇچڙ ڪيڊي لکڻي ذريعي پاڻ ظاهرڪرڻ جي خواهش، نہ مشهوري حاصل ڪرڻ...... ۽ نہ دولت ڪٺي ڪرڻ جو شوق، نہ اجائي موهہ ۾ ڦاسڻ ۽.... گپ ۾ ڦاسڻ جنهن سان پنهنجي آزادي پيڙا ڏسي، منهن ملول، ڪنڌ هيٺ ڪري هلڻو پوي، يا رات جو گهري ننڊ ڪرڻ ڪان محروم ٿيڻو پوي. جيون سکڻ لاءِ آهي ۽ هرڪو هڪ وڏي ڪتاب جي ڪتا، هڪ درشتانت آهي، جنهن درشتانت پنهنجي ناسونت ديهہ لاءِ هڪ امرتا جو پيغام آهي ۽ جيون جي سنگرام جو نچوڙ جو ايندڙ پيڙهين ڪي پڻ فيض رسائي سگهي ٿو ۽ سندن دلين ۾ پاڻ ڪي موت ڪان پوءِ پڻ رکي سگهي ٿو چاڪاڻ تہ جسماني موت ڪانپوءِ جي رهڻ جي امنگ هر ڪنهن انسان جي دل ۾ رهي ٿي، جو ڪيس دنيوي فڪرن ڪان مٿي پنهنجي ئي ٻارن ۾ پيارو رهڻ جو آدريش پيش رکي ٿو. جيتوڻيڪ موجوده دور ۾ اهو آدرش پڻ ڏنڍلو ٿيندو پيو وڃي، شايد فوت پڻ ٿي ويو هجي، جو ڪامپيوٽرن جو زمانو آهي ۽ هرڪو پنهنجي جند بچائڻ ۾ حيران آهي.

هاڻي ڪٿي هئاسين ۽ ڪٿي اچي نڪتاسين. شايد صبح جو پورو سنان ڪونہ ڪيو هو. تڏ ڪري ۽ هڪ هنڌ پنهنجي پرسان هڪ بزرگ، پٽاپٽي پٽڪو پهريل اڻ پڙهيل، ڪنهن ڳوٺڙي جو ننڍڙو ڪاتيدار، مگر ڏسڻ ۾ ڳالهائڻ ۾ شهاڻو ۽ رويدار. پنهنجي حال تي راضي، مالڪ جو شڪر گذار. منهنجي سوٽ بوٽ کي نظرانداز ڪندڙ ۽ اچن وارن جو قدر ڪندڙ صرف چيومانس تہ. نازڪ صحت هوندي، نئين ماحول ۾ گهٽو ئي پرايو اٿم ۽ مڪاني مهاندا ڏسي ۽ ٻولي ٻڌي، دل ۾ عجيب خوشي محسوس پيئي ٿئي. مڙس ڪپڙن ۾ نہ پيو ماپي. وڏي سُر سان چوڻ لڳو:

سياري سورٺ ڀلا،
اونهاري ڀلي گجرات
ور ساري واگهر ڀلو
ڪڇڙو ٻارهي ماس!

جنهن امنگ سان ۽ ڪنهن منڙي آواز ۾ لفظ "ڪڇ" اچاريائين، سو ڪڏهن نہ وساريندس، جڻڪ ديس نہ. مگر پنهنجي دادلي ٻار جو نالو پئي ڳنهيائين، جنهن سان سندس روڻ روڻ آنند سان ڀرپور پئي ٿئي.

رنگارنگي ناگرڪ زندگيءَ جي مقابلي ۾ گوري سيپتا جو بچاءُ ٿئي. اجوڪي دؤر مطابق اها مڃ، نيپولين جي لڙاين واري اتهاس جي هڪ ٻي سمجهہ مگر مدائتي.... هئي. يورپ پنهنجي قومن جون مهاڀاري جنگون، جن ساري جهان کي عذابن ۾ آندو هڪ نئين يڪ وجودگي حاصل ڪري، جيئن دنيا قيامت جي عذابن ۾ ونجي وڃي. جنرل ڊي گال انڊيا ۽ ماسڪو جو چڪر پڻ هٽي آيو ۽ نهروءَ وارو سواگت حاصل ڪري آيو سو بہ راهہ رباني ونئي ويو. خود مارشل ٽيٽو کي پڻ نئون جيئدان مليو. انهيءَ بنياد تي .... هٽلر کي اوائلي ڪرامتي سوڀون مليون. برطانيا جي قديمي لاش ۽ برلن ملٽري مشين جي ڌهڪاءَ وچ ۾ پنهنجو سهڪار... فرانس جي بچيل قومي هستيءَ کي قائم رکڻ لاءِ نازين جي فائدي ۾ چونڊ.... تيستائين ٻين وڏين طاقتن، خاص ڪري آمريڪا جي ٽيپي پوڻ سان پڇاڙي جو نتيجو ظاهر ٿيو. ائين سمجهہ تہ سهڪار ڪندڙ ۽ نازين جو مقابلو ڪندڙ پڇاڙيءَ ۾

هن راءِ جا اچي ٿيا، جا لڙاين جي اتهاس ۾ اندرئين فوجي سياست ۾ هڪ واردات آهي. اهڙي ئي جهڙي سويت يونين جي بانيڪار لينن جي ساليانِي مئي ڊي ۾ ملٽري احترام بدران ڪيترا سال، بي نام پهلوان Unknown warrior جي نالي تي، ان ئي ڏينهن باعزت بالاعملدار ڪميونسٽ پارٽي جا نيتا اچي پنهنجو پاشڻ ڏيندا هئا. روس جو انقلاب جيڪڏهن پهرئين مها ياري لڙائيءَ جي ياري بدانتظامي ۾ عام فوجين جي مدد سان ٿيو تہ ايندڙ پيڙهيءَ جو سچو جذباتي سانچو بي مهاياري لڙائي جي نهري، قياس ۾ نہ آئيندڙ قتلام ۾ مبتلا رهيو ۾ تئين مهاياري لڙائي ڪي لرزش آئيندڙ ممڪن واردات لاءِ هرگز تيار نہ هو. جي موتمار لڙائيءَ جي ياري آزمائش مان گذريا آهن ۾ جن اڪين سان سارو ملڪ جلندي ڏٺو آهي، سي جنگ جي نالي ڪان ڏڪندا آهن. ۾ جن پريان رؤنشو ڏٺو آهي ۾ عيش عشرت جا مزا ورتا آهن، سي ايندڙ لڙائيءَ جو مذاق سان قسم ڪٽندا آهن. جيئن اسان جي ملڪ ۾ جي فرقيوار لڙائيءَ ۾ جليا سڙيا يا اکين سان مُردن کان بہ بدتر نظارا ڏٺائون، سي سچيءَ دل سان اهڙي تصادم ڪي نفرت سان ڏسندا آهن، ۾ جن اکين سان اهو هيبتناڪ نظارو نہ ڏٺو ۾ نہ پاڻ ئي سٺو سي ٿوري ۾ ئي ڌرم يا دين جي نالي قسم ڪٽندي، فساد ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندا آهن. انسانيت انهن جي دلين ۾ گهر ڪري ويندي آهي، جي بي انسانيت جا شڪار ٿيا آهن ۾ جن جي دل پگهرجي دوست ۾ دشمن ڪي هڪ ڪرڻ ڏانهن مائل ٿيندي آهي.

ائين سمجهہ تہ جانسن پاڻ ڪي ٽيڪساس جو پهلوان سمجهندو هو ۾ جنهن جي واتان ويٽنام جي لڙائيءَ وقت پهرئين ئي ٿورن ڏينهن ۾، عجيب غريب ڳالهيون نڪتيون تہ اجوڪي زماني ۾ ائٽمي لڙائيءَ جو حقيقت ۾ انت ڇا ٿيندو. ٿورن ئي منٽن ۾ جڏهن انسانذات سائنس ۾ ٽيڪنالاجي تصور ۾ بہ نہ آئيندڙ ترقي ڪئي آهي، سو پڻ پنهنجي ملڪ جي محب وطن جي صورت ۾ هڪ نهايت دردنا پيڙا مان گذريو.

مٿس تهمت هنئي وئي تہ هن دماغي توازن وڃائي، دوست ۾ دشمن ڏانهن اپيلون ڪري، پنهنجي ملڪ جي بيمثال طاقت ڪي نستو ڪري ڇڏيو۾ سندس انتقال ڪرڻ وقت، سندس استري تہ ڪا نہ رُني، مگر

سندس پوٽو پڻ ڪونہ رنو جو چوندو هو تہ سندس ڏاڏو هميشہ لاءِ زنده رهندو. لنڊن جانسن مڃيو هو تہ سندس عمل انساني لحاظ کان بلڪل (unenviable) هو جو هڪ غلط فيصلي سان ڪيئن صلاحڪارن جي وچ ۾ ڦاسي، لکين بي گناهہ جانيون ناس ٿي ٿيون. تواريخ جي اڳين دردناڪ واقعن کان بيزار ٿي، هن جو روح صرف هڪ منزل ڏانهن مائل رهيو تہ ڪيئن بہ لڙائي بند ٿئي، پلي سندس پوليٽيڪل آئيندو ناس ۽ نابود ٿي وڃي. جانسن لاءِ جنگ بنديءَ جو اعلان سندس روحاني تسڪين جو باعث ڪونہ بڻيو پلي سندس قبر تي ڪنهن بہ نہ رنو. شايد هو اڄ بہ اهڙوئي جيئرو آهي، جهڙو روس جو بي نام پهلوان، جنهن بي مهاڀاري لڙائيءَ جي اڻ ٽڪ هيبت ۾ هاڃي ڪي پسي، صرف اهوئي تصور بلند ڪيو تہ، اهڙي ذلت وري هن پرٿويءَ تي نازل نہ ٿئي.

سو ديوان گلاب راءِ، ڳالهہ پئي ڪيم تہ منوهرداس ۽ ڪاڪي ڪشچند جي مڇ، جا منوهر داس ۽ ڪاڪي ڪشچند جي مڇ، جا مون ڪڏهن بہ نہ رڪائي، جو ڪپوسڙو ٿيڻ پسند ڪندو هئس ۽ انهيءَ پيڙهيءَ جو هوس جو ڪپوسڙو هوندي، نئين سماجڪ آزاديءَ ۾ مغربي ماحول يا مشرقي فضا ۾، ساهيڙين توڙي چاچين ۽ ماسين وچ ۾، پنهنجي مردانگيءَ ۾ هرگز شڪ ڪونہ آڻيندو هئس. نازڪ بدن هوندي، سست ۽ سپني واري جيون باوجود، دماغي طور چست هوس، نئين دنيا جي نون خيالن ڪي جهٽڻ ۾.

هاليووڊ جي مڇن وارا ائڪٽر گهٽ وٽندا هئم، مگر بي مڇا دلي دوست سمجهندو هئس ۽ رابرٽ ٽيلر (آمريڪي ڪلاڪار) جي ديهانت بابت ڪلياڻ اسٽيشن جي پليٽ فارم تي پڙهي روئي ويٺو هئس. ڇاڪاڻ تہ هڪ ساهيڙي هميشہ منهنجي مهانڊي ۾ رابرٽ ٽيلر ڏسندي هئي.

ڪيئن بہ هجي، مڇ رڪايان ها تہ تون ضرور پٽين ها، جنهن لاءِ مار بہ خوب کائين ها، جنهن مار جو توکي ذرو بہ چشڪو نہ مليو جنهن ڪري اهڙو لڇ ۾ پيارو ٿئين.

# حشو کیولراماڻي جا
# ابراهيم جويو کي لکيل خط

## خط (1)

پيارا دوست جويا،
شل جڳ ۾ جيئن ۽ پنهنجي ايمان جو اظهار ڪرين. ورهيہ گذري ويا وطن کي ڇڏئي، مگر وطني ماڻهو نہ وسريا. نہ وسريو ابراهيم جويو جنهن جي ايمان انڌيري ۾ دل کي تقويت ڏني. سنڌي ادب جي شايع ٿيل ڪتاب مان ڪلام حمل، تاريخ ريگستان، آفتاب ادب ۽ سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، شاهہ صاحب موڪليا آهن. ٻين ڪتاب جي ضرورت آهي. جلد موڪليندين تہ نماءَ ۾ رکي سگهبا.

دل گهڻي هئم، گهڻي وقت کان توسان سلام وعليڪم ڪرڻ جي- ايڊريس ڪانہ هئي. ڪالهہ شاهہ صاحب ڪيترا ئي ڪتاب موڪليا، جي هت يونيسڪو سليمن جي موقعي تي نماءَ ۾ رکبا، ڪجهہ ڪتاب تنهنجي ادبي بورڊ جا شايع ڪيل آهن. تنهنجو پتو مليو قلم هٿ ۾ ڪنيوسين. الائي توکي ياد آهيان يا نہ. ڪڏهن ڪڏهن نالو بہ ٻڌندو هوندين، نهايت بدنام ٿيل- مگر وطن جي مفتون جو هزار ميل دور هوندي بہ پيو وطن ۽ وطنين کي ياد ڪري.

خوش آهيان جو پنهنجي ديس ۽ ديسي تهذيب جي خدمت ڪرين پيو. تو ۾ اميدون هميشہ جهجهيون هئم. سنڌ ۾ سوَ ابراهيم هجن ها تہ طوفان کي متائي سگهجي ها. هزار حشمت ڪُجهہ ڪري نٿي سگهيا. تنهن جو پهريون ڪتاب دل تي اڪريل آهي. ختم ٿي ويو يا آهي، هڪ ڪاپي هاٿي ملي تہ ڏاڍي ڪارائتي ٿئي. نہ تہ بہ هت ڪم ايندا. ڪجهہ وقت ٿيو تہ هت مس مس "سنڌو سماج" ناهي اٿئون، جا

سنڌي ٻوليءَ ۽ تهذيب لاءِ ڪم ڪري پيئي. مشڪلاتون گهٽيون، مگر ماڻهن ۾ دلچسپي گهٽي آهي. جتي تقرير ٿو ڪريان، اتي ماڻهن جي اکين ۾ عجيب اڪير ٿو پسان. وڏي تڪليف دهليءَ جي مفاصلي، ناقص ٽرانسپورٽ، پئسن جي تنگيءَ جي آهي. اتي ۾ لوڻ مثل آهيون. مگر جو ڪم هت دهليءَ ۾ ڪري سگهون ٿا، سو هند و پاڪستان ۾ سنڌي تهذيب کي وڏي مدد ڪري سگهي ٿو.

ڪراچي ۾ سنڌي ادبي سنگت ڪانفرنس بابت احوال پڙهيم. ڪهڙو پروگرام رچيو اٿوَ ڪهڙا نوان موتي مٽيا چونديا اٿوَ. عمر ڏنم اتي اهڙن ماڻهن چونڊڻ ۾، هاڻي ٻين جو ڪم آهي. هت مان گهڻو وقت سياسي ۽ ادبي ليک لکڻ ۾ مشغول رهان ٿو. مگر انگريزيءَ ۾ تازو ٻه سنڌي ڪهاڻيون آنند گولاڻيءَ جون ترجمو ڪري ڇپايم. ڏاڍيون مقبول ٿيون. هزارن ڪهاڻين مان اهي ٻه ڪهاڻيون آسٽريليا وارن پڻ چونڊيون، جنهن جي هڪ ”سائوٿ ايشيا مسيلنسي“ لاءِ جا ٻئي سال شايع ٿيندي. وڌيڪ ڪهاڻيون ترجمو ڪريان پيو. تازو هڪ ڪهاڻي ”پيراڻي“ لکيل توهان جي جمال الدين ابڙي وڪيل جي ترجمو ڪري موڪلي اٿم. انهيءَ سلسلي ۾ اتان جون سٺيون ڪهاڻيون چونڊي موڪلين ته مهرباني. بنگاليءَ ۽ هنديءَ ۾ ٻه ترجمو ٿيندڙيون تنهن جي احوال اچڻ تي وڌيڪ احوال ڪبو. شال خوش هجين، يارن دوستن کي سلام.

حشو

## خط (2)

پيارا ۽ پراڻا دوست ابراهيم،

سنڌي ادبي بورڊ ٻاران نڪتل سرڪيولر ڪجهه ڏينهن ٿيا ته هت ۾ مليو. توهان جا لکيل هٿ اکر ڏسي نهايت خوشي ٿي. ورهين جي وڇوڙي ۽ نموز ڪوهن جي مفاصلي، پاڻ پراڻين يادگيرين کي هڪ پاڪ ۽ امر صورت بخشي آهي.

خوشي اٿم ته توهان ٻارن ۽ عورتن لاءِ ٻه خاص مخزن ڪڍي رهيا آهيو. قوم جا ٻار ۽ زائفائون زنده دل آهن ته ڪو لهر لوڏو ناهي. لکڻ لاءِ چيو اٿوَ سنڌي ٻوليءَ لاءِ نينهن ته ڏاڍو آهي، مگر اوائلي ماحول سبب

دماغ ۾ قلم انگريزي ڀاشا کي ئي سپرد ٿيل آهن. دل اٿم تہ لکان ۾ اميد اٿم تہ ڪجھ لکندس. ڀل چڪ نہ فقط معاف مگر درست ڪرڻ جو ڪم ٿيندو. اميد تہ ٿورن ڏينهن ۾ موڪليندس.

گذريل هفتو مهراڻ جي سيني پرچن پڙهڻ ۾ گذاريم. پڇاڙيءَ وارو پرچو جون 1957ع جو آهي. ڇا، مهراڻ جو وڏيڪ پرچو نڪرڻ بند ٿي ويو آهي ڇا؟ يا هن بنده کي وساري ڇڏيوَ؟ چندو ڏيڻ لاءِ حاظر آهيان، مگر اهڙي نوازش کان محروم نہ رکندا. توهان سنڌي ادب ۾ نہ فقط هڪ نئون ۽ سونو باب شروع ڪيو آهي، مگر ٽڙيل پکڙيل، وکريل ۽ ڪوماڻل قوم ۾ هڪ نئين جان ڦوڪڻ جو ڪم ڪيو اٿوَ. شال وڌندا رهو!

شايد توهان کي معلوم هوندو تہ مون گهڻيئي سنڌي ڪهاڻيون انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري شايع ڪرايون آهن. اميد آهي تہ ٿورن مهينن ۾ بهتر ڪهاڻين جو انتخاب ڪتابي صورت ۾ ظاهر ٿيندو. هن ملڪ ۾ اهڙي ڪتاب جي ضرورت آهي. مهراڻ مان پڻ ڪجھ ڪهاڻيون چونڊيون اٿم. هڪ ڪهاڻي ”پيراڻي“ محترم ابڙي جي لکيل تہ اڳ ۾ ئي ڇپائي اٿم. توهان جي لکيل هڪ سنڌي لوڪ ڪهاڻي پڻ پسند آهي ۽ اميد اٿم تہ ترجمو ڪندس. ڏاڍو ڪمن ۾ مشغول ٿو رهان.

خوشي اٿم تہ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي ڪيتر ۾ توهان جهڙو آدرشن وارو جوان دوست رهنمائي ڪري رهيو آهي. اميد تہ خوش باش هوندؤ. پڙهيم تہ توهان آمريڪا ويا آهيو. اميد تہ دل و دماغ کي تراوت آئي هوندوَ. اسان جو غريبڙو مادر وطن آهي، جنهن کان دور رهي اميد تان هٽ نہ ڪنيو اٿئون. اميد تہ ٻيا يار دوست پڻ مزي ۾ هوندا. ڪڏهن ڪڏهن احوال ڪجو.

**حشو ڪيولراماڻي**

## خط (3)

**پيارا ابراهيم،**

تنهنجي قربائتي خط لاءِ مهرباني ”چچ نامو“ پڻ پهتو، گهڻي مدد ڪندو. اميد تہ ”مهراڻ“ جو تازو پرچو جلدئي ملندم. اڳيون پرچو

1957جي 3 ۽ 4 جي صورت ۾ شايل ٿيل پڻ موڪلج ضرور. اسان ماڻهو اهڙا جلد ئي ڏکوئجي نتا سگهون. زماني جا لاها چاڙها آهن، مگر سنئين مت ڪنهن نہ ڪنهن ڏينهن سيني کي ايندي

مسٽر خطيب کي ڪراچي ڪان سجاڻان، ہہ ٽي سال ٿيا تہ ساڻس خط و ڪتاب ٿي هئي. ڪيس خط لکيو اٿمر تہ. ڪهڙي قسمر جو مواد ڪپيس ۽ ڪيس تاڪيد پڻ ڪيو اٿمر تہ سنڌي ادب کي سندس انتخاب ۾ مناسب جڳهہ ملڻ گهرجي. سندس جواب اچڻ تي ٽن چئن ڪهاڻين (انهيءَ طرف جون) جو ترجمو موڪلي ڏيندس. دلجاءِ ڪج.

ڪهاڻين جو ڪتاب اميد تہ جلد ئي شايع ڪرائبو. ہہ هزار ڪاپيون پهرئين ڇاپي ۾- انهيءَ طرف جي انتخاب بابت پنهنجي راءِ کان واقف ڪج- اٽڪل پنج ڇهہ ڪهاڻيون اتان جون شامل ڪندس. ڪتاب انهي طرف هلندو؟

## خط (4)

ايف- 38، پگت سنگهہ مارڪيٽ
نيو دهلي — I
جنوري 27، 1959

منهنجا پيارا جويا،

توکي شايد خبر پئي هجي تہ مون نئون ڪتاب (Sindhi short stories) ڇپارائي پڌرو ڪيو آهي. تنهنجي مهراڻ ۾ شايع ٿيل آکاڻي "رمضان مهيني ۾" کي ہہ شامل ڪيو اٿمر. ان جي هڪ ڪاپي توڏي اماڻڻ گهران ٿو پر تنهنجي هاڻوڪي ايڊريس جي خبر ڪونہ اٿمر. هن ڪتاب کي انڊيا ۾ وڏي موٽ ملي آهي.

پاڪستان مان چئن ڪهاڻين جي چونڊ ڪري، ڪتاب ۾ شامل ڪيون اٿمر. پنهنجو هاڻوڪو پتو لکي موڪلج، تہ ڪجهہ ڪاپيون توهان ڏانهن اماڻيان.

توهان جو پنهنجو
**حشو ڪيولراماڻي**

## خط جو جواب

سيڪريٽري آفيس، سنڌي ادبي بورڊ
سنڌ اسيمبلي بلڊنگ، بندر روڊ، ڪراچي- I
فيبروري 3، 1959

منهنجا پيارا حشو،

27 جنوري تي تنهنجو پوسٽ ڪارڊ مليو ۽ ان لاءِ مهرباني، منهنجو ڏس پتو ساڳيو ئي آهي ۽ اڳئين ٻه هفتن تائين ان ۾ ڪا ڦير ڦار ڪونه ايندي. باقي، ان ڪانپوءِ بورڊ جي آفيس کي حيدرآباد يا ڪراچي يا ٻئي ڪنهن جڳهه منتقل ڪرڻ جو ارادو آهي، توکي اهڙيءَ تبديليءَ کان آگاهي رکندس.

جنهن ڪتاب تي تون سالن کان ڪم ڪيو هو ان جي ڇپجڻ جو ٻڌي، مون کي بيحد خوشي ٿي آهي، اميد آهي تہ ايندڙ هفتي اندر ان جي ڪاپي منهنجي هٿن ۾ هوندي. اسان جي سنڌي ادبي بورڊ لاءِ اعزازي ڪتاب جي هڪ وڌيڪ ڪاپي موڪلي سگهندين؟

مون کي پڪ آهي تہ بورڊ جي ٻارن لاءِ ماهوار رسالي ”گل ڦل“ جي ڪاپي توکي ملي ويئي هوندي ان رسالي جي معيار تي پنهنجا ويچار ونڊج.

تنهنجو
**محمد ابراهيم جويو**

## خط (5)

ايف- 38، ڀڳت سنگهہ مارڪيٽ
نيو دهلي - I
فيبروري 10، 1959

منهنجا پيارا جويا،

3 فيبروري تي موڪليل پيار پري خط لاءِ تنهنجو شڪر گذار آهيان.

پوسٽ ذريعي توڏانهن پنهنجي ڪتاب (Sindhi Short Stories) جي ڪاپي، تحفي طور اماڻي رهيو آهيان. ڪتاب ۾ پنهنجي لکيل ڪهاڻي بہ ملنديئي.

ڪجهه ڏينهن ۾ توڏانهن مهراڻ رسالي ۽ سنڌي ادبي بورڊ ۽ ايڊيٽر لاءِ بہ ڪجهہ ڪاپيون موڪليندس. منهنجي ڪتاب بابت پنهنجو رايو ڏجانءِ. ٻڌائج تہ ڪتاب پسند آيئي ڪي نہ. هن ڪتاب ڪي تڙ تڪڙ ۾، ٻن هفتن جي عرصي ۾، گذريل مهيني بمبئي ۾ رٿيل سنڌي ادبي ڪانفرنس لاءِ تيار ڪيو هو. اميد تہ مهراڻ رسالي ۾ منهنجي ڪتاب تي تبصري جو انتظام ڪندين.

مان جمال الدين ابڙي، غلام رباني سنڌي، شيخ اياز ڏانهن بہ هي. ڪتاب موڪلڻ گهران ٿو. سندن گهرن جا پتا اماڻي سگهين ٿو؟

هت ڪتاب کي ڏاڍو داد مليو آهي، ۽ سنڌي ادب تي سرسري نظر وجهندڙ پنهنجي نوعيت جو پهريون ڪتاب آهي. پهريون ڇاپو تہ مارڪيٽ ۾ هاڻ ختم ٿيڻ تي آهي ۽ خاص خاص ماڻهن ۾ ورهائجي ويو آهي. ٻيو ڊيلڪس ڇاپو پڌرو ڪرائڻ ۾ ڪجهہ دير لڳندي.ٻئي ڇاپي ۾ اٺ مختصر ڪهاڻيون شامل ڪرڻ گهران ٿو. تون، ڪجهہ ڪهاڻيون مونکي تجويز ڪري سگهين ٿو.

مون ڊاڪا ۾ خطيب صاحب کي بہ هڪ ڪاپي موڪلي آهي.

تنهنجو،

**حشو ڪيولراماڻي**

گل ڦل جي پيشڪش لاءِ توکي مبارڪباد ڏيان ٿو.

## خط جو جواب

سيڪريٽري آفيس، سنڌي ادبي بورڊ،
سنڌ اسيمبلي بلڊنگ، بندر روڊ، ڪراچي.
فيبروري 25 ـ 1959

منهنجا پيارا حشو،

هفتو اڳ 1959 ـ 2 ـ 10 تي لکيل تنهنجي خط ۽ ڪتاب جي ڪاپي مون تائين پهتي. تن کي ڏسي، ڏاڍي سرهو ٿيس. هن ڪتاب مٿان ٿيل سخت پورهيو نظر اچي رهيو هو. شايد اسان مان گهڻا دوست، اهڙو ڪم سرانجام ڏيڻ جو وِت نہ رکن ٿا. تنهنجي ماهرانہ ترجمي اسان جي لکيل ڪهاڻين جو مرتبو اسان جي پنهنجي نظرن ۾ وڌيڪ

وڏائي چڙيو آهي. جيستائين تنهنجي انهن ڪهاڻين جي ترجمي جي معيار جي ڳالهه آهي، تہ ان تي منهنجو رايو ڏيڻ بي واجبي ٿيندي. البتہ مان ايترو چئي سگهان ٿو تہ جيڪڏهن اصل سنڌي ڪهاڻين، تنهنجي انگريزي ترجمي مان گذرنديون، ڪجهہ وڃايو هوندو تہ ضرور نوان پهلو بہ ماڻيا هوندن. دنيا ۾ ٿيندڙ ڪنهن بہ ڪامياب ترجمي لاءِ ان کان وڌيڪ عمده رايو نٿو ڏئي سگهجي.

جن دوستن جي ايڊريس لاءِ چيو هيئي، اهي هيٺ ڏيان ٿو.

(1) شيخ مبارڪ اياز وڪيل، ڪُئين روڊ، سکر سنڌ.

(2) جمال ابڙو- سب جج، خيرپور ميرس، سنڌ.

(3) غلام رباني- اسسٽنٽ سيڪريٽري، ادبي بورڊ سنڌ اسيمبلي بلڊنگ، بندر روڊ ڪراچي.

اسان مهراڻ مخزن ۾ تنهنجي ڪتاب جو تبصرو ضرور شامل ڪنداسين. ٻارن جي ماهوار رسالي "گل ڦل" لاءِ بہ اکرن چوڻ لاءِ تنهنجو ٿورائتو آهيان. ستٽ ئي فيبروري وارو پرچو تو ڏانهن موڪليندس.

تنهنجو

**محمد ابراهيم جويو**

سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ

## خط (6)

سنڌ اسيمبلي بلڊنگ

بندر روڊ ڪراچي،

جولا 16، 1959ع

منهنجا پيارا حشو

جولا- 5- 1959ع وارو تو وارو خط مليم. تنهن لاءِ مهرباني.

تو ڏانهن تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور جو پهريون ۽ ٻيو جلد پوسٽ وسيلي موڪلڻ جو انتظام ڪري ورتو آهي. اميد تہ جلد ئي تو تائين پهچي ويندا.

مون کي ياد آهي تہ مون توسان واعدو ڪيو هو تو ڏانهن تنهنجي ڪتاب "سنڌ ۽ ان جو ثقافتي ورثو" لاءِ ڪجهہ ڪتابن جي فهرست

موڪليندس. معاف ڪجان، وعدو پاڙي نہ سگهيو آهيان، پر اميد آهي تہ تو ڏانهن مرحوم ڊاڪٽر بليموريا جي سنڌ ۽ بلوچستان جي ادب تي مشتمل حوالن جي فهرست موڪليندس. جيڪا سنڌ تي مواد گڏ ڪرڻ ۾ تولاءِ مفيد ثابت ٿيندي. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دؤر ڪتاب جي ٻئين جلد جي آخر ۾ (92) انگريزي ڪتابن جا حوالا ڏنل آهن، جيڪي سنڌ جي تاريخ بابت آهن. پير حسام الدين راشدي جي آرٽيڪل "سنڌ جي تاريخ جا ماخذ" ۾ سنڌ تي لکيل ڪتابن جي فهرست پڻ ڏنل آهي. سندس اهو آرٽيڪل تماهي مهراڻ جي 1955ع واري پرچي ۾ شايع ٿيو هو. سنڌي ادبي بورڊ پاران سنڌ جي تاريخ تي ڇپيل ڪتاب، اميد تہ تو وٽ اڳواٽ ئي هوندا.

(1) چچ نامو
(2) تاريخ معصومي
(3) جنت السنڌ
(4) تحفظ الڪرام

مون کي افسوس آهي تہ مهراڻ جي گذريل پرچي ۾ تنهنجي ڪتاب (Sindhi short stories) تي تبصرو ڪونہ ڏنو ويو هو. مون کي بہ سچ تہ تعجب ٿيو هو. مهراڻ جي ايڊيٽر سان تہ تبصري ڇاپڻ جي ڳالهہ پڪي ٿي هئي، پر شايد ايندڙ شماري ۾ شامل ڪري، ها، "ڊان" اخبار ۾ تنهنجي ڪتاب جو تبصرو پڙهي اسان سڀ ڏاڍا خوش ٿياسين. هتي رهندڙن سنڌي توڙي غير سنڌي حلقن ۾ سنڌي ادب جي ڄاڻ ۽ اوسر جي صلاحيت کي ميجرايو آهي. ان سان اسان جي سنڌي ليکڪن جي بہ حوصلا افزائي ٿي آهي. ڪجهہ عرصو اڳ مساني جو "پوڏڻ" ڪتاب انڊيا ۾ ڇپيو هو. تون ان ڪتاب جي ڪاپي مون کي پوسٽ ذريعي موڪلي سگهين ٿو؟

تنهنجو
**محمد ابراهيم جويو**

# حشو جو جواب

فليٽ ـ 38
ڀڳت سنگهه مارڪيٽ،
نيو دهلي
جولاءِ 27، 1959

منهنجا پيارا جويا

هن لفافي ۾ پنهنجي ڪتاب (Sindhi short stories) تي لکيل ٽي تبصرا موڪليا اٿم. متان توکي پسند پون. انهن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇپيو وجي، ته نوجوان ليکڪن جي حوصلا افزائي ٿيندي.
اميد اٿم ته مهراڻ جي ايندڙ شماري ۾ پاڻ ئي تبصرو لکندين. مون مساني جي ڪتاب ”پوڏڻ“ بابت پڇا ڪئي آهي، پر ماڻهن کي اجا تائين هن ڪتاب بابت ڪا ڄاڻ ڪونهي. وري به مان وڌيڪ ڳولها ڪيان ٿو.
اميد آهي ته اڳئين خط ۾ جن تاريخ جي ڪتابن جو ڇيو هئم، اهي جلدي مون ڏانهن موڪليندين.

تنهنجو
**حشو**

## خط (7)

ايف ـ 38،
ڀڳت سنگ مارڪيٽ،نئين دهلي،
19 ـ آگسٽ 1959

منهنجا پيارا جويا،

تحفط الڪرام ۽ جنت السنڌ ڪتاب ڪجهه ڏينهن اڳ مليم. تنهنجي وڏي مهرباني. جنهن تائيپ ٿيل ڪتاب جي فهرست جو واعدو ڪيو هيئي، ان جو منتظر آهيان. هن ڪتابن ۾ ڏنل ڪتابن جي فهرست تمام ڏکي آهي. هاڻي مون کي حوصلو ٿيو آهي ته سنڌ جي تاريخي ۽ ثقافتي ورثي تي ڪتاب لکڻ واري منصوبي تي ڪم ڪرڻ شروع ڪيان. تنهن لاءِ عالمانه ۽ بي فڪري ذهن جي گهرج اٿم ۽ پڪ

ڪونهيم تہ سيئي گهربل ڪتاب هٿ ڪري سگهندس يا نہ. پر مان ڪن ٻين عالمن کي بہ سهڪار لاءِ چيو آهي. توهان جي بورڊ جا ڪجهہ ٻيا ڪتاب بہ ڪپندا. آرام سان موڪلجو انهن جي فهرست هن خط جي پٺيان ڏنل آهي.

ايم آر مساڻي جو ڪتاب ”پوڏڻ“ مان هٿ ڪري نہ سگهيو آهيان. توکي ليکڪ جي نالي جي تہ پڪ آهي نہ؟ پر جيڪڏهن ٻيا ڪتاب گهرجني تہ مهرباني ڪري ڏسجان.

مسٽر لڇمڻ خوبچنداڻي کان تون شايد واقف هجين. هو ”سنڌوسماج“ جو سرواڻ آهي. دهليءَ جو نوجوان سنڌي آهي، ليکڪ ۽ عالم بہ آهي. دکن ڪاليج پونا مان لسانيات ۾ ڊگري ورتي اٿائين. ۽ سنڌي ڊپارٽمينٽ جو سربراهہ آهي. فورڊ فائونڊيشن هن کي سنڌي ٻوليءَ تي تحقيق لاءِ چونڊيو آهي. 25 آگسٽ تي آمريڪا I.A.C جهاز ۾ ويندو. هي هوائي جهاز 20. 14 ڏاري ڪراچي رسندو. ٻئي ڏينهن 10. 23 ڏاري ڪراچيءَ کان روانو ٿيندو.

توسان ۽ سنڌي ليکڪن، عالمن ۽ خاص ڪري ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سان ملڻ لاءِ اتاولو آهي. تون هوائي اڏي تي متان ساڻس ملي نہ سگهين، پر هو توسان تنهنجي آفيس ۾ ملڻ ايندو. ٿي سگهي تہ کيس خط لکي، ساڻس ملاقات جي بندوبست کان آگاهہ ڪجانس. هن جو تحقيقي ڪم، سنڌي ٻولي لاءِ ڏاڍيءَ اهميت وارو ثابت ٿيندو. تنهنجي سهڪار لاءِ هو تنهنجوٿورائتو رهندو. اميد آهي تہ خوش باش هوندين. ٻيهر مهرباني قبول ڪج.

تنهنجو
حشو ڪيلوراماڻي

## ڪتابن جي فهرست

1. سير ڪوهستان
2. سنڌ جو سينگار
3. سنڌ جو سفر
4. قديم سنڌ
5. سنڌ جي اقتصادي تاريخ

## خط جو جواب

سنڌي ادبي بورڊ،
سنڌ اسيمبلي بلڊنگ،
بند روڊ، ڪراچي،
7 سيپٽمبر 1959

منهنجا پيارا حشو،

تنهنجو 19 آگسٽ وارو خط، چئن ڏينهن بعد 24 آگسٽ تي مليو. 26 آگسٽ ڪجهه ليڪڪن سان گڏجي، لڇمڻ سان گڏجاڻي ٿي. توکي ضرور پڙهايو هوندائين.

معاف ڪج، ڪتابن جي فهرست توڏانهن اماڻي نہ سگهيو آهيان. جلدي توڏانهن موڪليندس. هيٺيان ڪتاب جيڪڏهن ملنئي تہ موڪلجان. مان توڏانهن پنج سنڌي ڪتاب موڪليا آهن. اميد تہ توکي ملي ويا هوندا.

تنهنجو

**محمد ابراهيم جويو**

### خط (8)

حشو ڪيولراماڻي
ايف ـ 38، ڀڳت سنگهہ مارڪيٽ
نئين دهلي، انڊيا
19 ـ سيپٽمبر 1959

پيارا جويا،

تنهنجي موڪليل پنجن ڪتابن جو اچا منتظر آهيان. تنهنجا قرب، جو ڪتاب موڪليئي. هي ڪتاب ڏسي ڪري، سنڌي ٻولي، ادب ۽ ثقافت جي مستقبل ۾ منهنجو اعتقاد ويتر پختو ٿي ويو آهي. ان ڏس ۾ توهان جو بورڊ املهہ خدمتون سرانجام ڏيئي رهيو آهي.

توهان کي گهربل ڇهن ڪتابن جو آرڊر، ڪتابن واري کي ڏيئي ڇڏيو آهي، تن مان چار تہ ملي ويا اٿس، باقي ٻيا بہ ڪجهہ ڏينهن ۾ هٿ

ڪري ونندو. پورو سيٽ توهان ڏي موڪليندس. اميد آهي تہ ڪچ تي لکيل رشبروڪ وليم جو ڪتاب توهان کي مليو هوندو.

لئمبرڪ جو سنڌ جي تاريخ بابت ڪتاب ڪڏهن ڇاپي پڌرو ڪرائيندؤ؟ مان چارلس نيپيئر تي لکيل سندس ڪتاب هاڻي ئي پڙهي پورو ڪيوآهي. لڇمڻ ڪان ويجهر ۾ ڪو خط نہ مليو اٿم، پر خوشي اٿم تہ توهان ساڻس گڏيئو. توهان مون ڏانهن پير حسام الدين الدين راشدي ۽ شيخ عبدالمجيد جي ايڊريس موڪلي سگهو ٿا؟

توهان جي بورڊ جي ڇپايل ڪتابن سبب سنڌي ماڻهو توڙي ادارن ۾ هت وڏو اتساهہ پيدا ٿيو آهي. بمبئي واري ”رائيٽر ايمپوريم“ دڪان تان اهي سڀ ڪتاب حاصل ڪري سگهجن ٿا؟ بهرحال ”سنڌي شارٽ اسٽوريز“ جي بچيل ڪاپين جي وڪري لاءِ توهان ڪو بندوبست ڪري سگهو ٿا؟

تنهنجو

**حشو ڪيولراماڻي**

## خط (9)

فليٽ – 39
يگت سنگهہ مارڪيٽ
نئين دهلي،
30 سيپٽمبر، 1959ع

پيارا جويا،

اڳوڻو موڪليل خط ضرور تو وٽ پهتو هوندو. مرڪزي نيوز ايجنسيءَ کي هدايت ڪئي اٿم، تہ تنهنجا گهربل ڪتاب، توڏانهن اماڻن. انهن تنهنجا ڇپيل چار ڪتاب تہ هٿ ڪري ڇڏيا آهن. اُهي مان پاڻ ڏسي آيو هئس.

توکي پڪ سان ڄاڻ هوندي تہ 26 ڊسمبر تي سنڌي ساهت سميلن جو ناگ پور ۾ بندوبست ڪيو ويو آهي. روچيرام ٿارواڻي آجيان ڪندڙ ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري بہ هت آيو آهي. هن سميلن جي رضاڪارن خواهش ظاهر ڪئي آهي تہ پاڪستان مان اديبن جو لڏو

بہ هن سميلن ۾ شرڪت ڪري، خرچ پڪو شايد توهان ڪي نہ ڏيئي سگهون. البتہ ايترو ڪري سگهون ٿا تہ ريلوي وارن کان ڪا رعايت ملي وڃيوَ. اهڙي ادبي لڏي جو انتظام ڪري سگهين تہ ضرور ڏسج. سندن گرمجوشيءَ سان ڀرپور استقبال ڪيو ويندو.

ٽاروائي صاحب، پاڪستان جي صدر ڏانهن بہ خط موڪلي رهيو آهي، ڪيس شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي ميٽا لاءِ چيل لفظن تي مبارڪ ڏيڻ گهري ٿو ۽ ناگپور ۾ سنڌي سميلين ۾ شامل ٿيڻ لاءِ سنڌ مان صوفي ڪلام پارٽي موڪلڻ لاءِ بہ عرض ڪندس. اميد اٿس تہ سٺي موٽ ملندي. ڪجهہ وقت اڳ ٿي،مائي ثميره زرين کان خط مليم. سنڌي مختصر ڪهاڻين واري منهنجي ڪتاب جي ٻئي ايڊيشن لاءِ پنهنجي ڪهاڻيءَ جي پيش ڪش ڪئي اٿائين. جيڪا مهراڻ رسالي جي اينڊڙ پرچي ۾ ڇپجندس.

جيستائين مهراڻ جو اهو پرچو ڪڍو، مهرباني ڪري ان ڪهاڻيءَ جي هڪ ڪاپي مون ڏانهن موڪليو. سندس وٽ شايد ٻي ڪاپي نہ آهي، جو مونکي موڪلي سگهي.

اميد اٿم تہ، منهنجي ڪتاب جو تذڪرو مهراڻ جي اينڊڙ پرچي ۾ ضرور ڪندؤ.

اميد اٿم تہ جلد خط لکندين.

تنهنجو

**حشو ڪيولراماڻي**

# حشوءَ جا جي ايم سيد ڏانهن لکيل خط

هيءُ سنڌ جو ترقي پسند، سدا جوان، بهترين ليکڪ، مفڪر ۽ پڪو سنڌي قومي ڪارڪن آهي. هتي سنڌ ۾ سنڌيت جي پيدا ڪرڻ ۾ هن جو گهڻو هٿ رهيو. پاڪستان ٿيڻ ڪانپوءِ هن کي ناحق جيلن ۾ وجهي تنگ ڪري، پاهر وڃڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو جنهن ڪري، هن وڃي پارت وسايو.

منهنجي ڪتاب "Struggle for New Sindh" جي لکڻ ۽ درست ڪرڻ ۾ هن جو گهڻو هٿ هو. ازانسواءِ آءٌ سندس مشورن کان وقت بوقت پئي مستفيد ٿيو آهيان.

سندس 20 خط هيٺ ڏيان ٿو.

(1)

پيريا،
23_ ڊسمبر 1948ع

محترم شاهه صاحب. شال سدائين پنهنجي صوفياڻي رنگ ۾ موج ۾ خوش رهو!

مان هت ٿورن ڏينهن کان آيل آهيان. آرزو ته ڏاڍي هيم ته ناتال جا ڏينهن انهيءَ طرف اچي گذاريان، مگر پنهنجي ڳوٺ ۾ اچڻ سان سست ٿي پيو آهيان. نڪو پنهنجي دوست اختر حسين سان پورو بندوبست ڪري سگهيس، جو ڪيس سن ۾ سنڌ جو نظارو ڏيکاريان. اميد ته ٻئي ڪنهن پيري توهان جي زيارت ڪرڻ ايندس.

چنچر، آرتوار سکر ڏانهن رخ رکندس ۽ وري هتي واپس اچي، ٿورن ڏينهن ۾ ڪراچيءَ ڏانهن واپس ورندس، جيڪر سڪرنڊ مان ٿي،

انهيءَ طرف پار اچان، مگر پنهنجي ہلي پاڻ سان ڪنئي اٿم. آهي البت واٽڪيءَ طبع جي، سو گهوڙي سواري نہ ڪري سگهندي.

هن وقت ڪجهہ ليک تيار پيو ڪريان، مگر سچيءَ دل سان لکٽي نٿي وهي. ملڪ آهي عجيب. زبان ڏاري ۽ اخبارن وارا سڀ شريف ڍاڪو سو حقيقي ڳالهين بابت تہ لکي بہ نٿو سگهجي. جي مان پنهنجي وطن مان پناهگير ٿي پچس، تہ بنيادي سبب اهوئي هوندو. جتي ذهني آزادي ناهي ۽ اخباري دنيا جا علمبردار خود ڍاڪن جا پائيوار اتي يا تہ وجي صوفي ٿجي يا پنهنجو پليٽ فارم پاڻ ڪڙو ڪجي. پهرين ڳالهہ تہ منهنجي وت ڪان ٻاهر آهي، چو تہ دماغي آپريشن ڪانسواءِ پنتي قدم هٽائي نٿو سگهجي. باقي پڇاڙيءَ واري هيلي هلائڻ لاءِ هر ڪا ڪوشش ڪبي. حال في الحال توهان جي ذريعي ٿي چوپڙيون وغيره پيئون تقسيم ٿين. مگر فصل لٽڻ لاءِ ۽ نوان ليڊر ڳولڻ لاءِ ڪنهن ٻيءَ مشنريءَ جي ضرورت ٿيندي. هيءُ زمانو آهي بہ ٽريڪٽرن وارو. جيتوڻيڪ سنڌ اڃا پنهنجي جهونيءَ طرز تي محڪم آهي.

مهرباني ڪري شاهہ صاحب جو ڪتاب (By Sorley) ڪراچيءَ طرف موڪلڻ جو بندوبست ڪندا. جو خيال اٿم تہ پنهنجي قومي شاعر جي جهوني ڪلام کي نئين دنيا جي نون اصولن موجب پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪريان.

اميد تہ توهان بلڪل خوش باش آهيو. هتي هفتو کن اڃا هوندس. وڏيڪ سُک.

بندو

**حشو ڪيولراماڻي**

(2)

ڪراچي، ڊسٽرڪٽ جيل،

18_ مئي 1949ع

محترم و عزيز دوست مهربان، شال سدائين پنهنجي موج ۽ صوفياڻي رنگ ۾ خوش رهو. توهان کي پنهنجي ڪچهرين جو اهڙو

شوق آهي، جو منهنجا عزيز دوست به ڏار ڪري، انهيءَ پاسي ڇڪي وڃو ٿا. انهيءَ ڳالهه تي اسان کي وڏو اعتراض آهي. سومر ڏينهن ائڊمنسٽريٽر صاحب جي آفيس ۾ آياسين، ته ٻن يارن کي نه ڏٺوسين. مگر بچل خان سمورو احوال ڏنو. حيرانيءَ جي انتهائي نه رهي ته اهڙي لاپرواهي هن دنيا ۾ ٿي سگهي ٿي. پاڻ ته گم، مگر ٻين وفادار ساٿين کي به گم ڪري ڇڏڃي. واهه، واهه!

منهنجي ڪيس جو نتيجو اهو اچي ٿيو آهي ته ٿوري وقت لاءِ ڪراچي آئوٽ ضرور ٿيڻو پوندو. يا انگليند وڃان پاسپورٽ سان، يا بمبئيءَ ڏانهن پرمٽ سان پاڪستانيءَ جي حيثيت ۾ چڪر هڻڻ وڃان يا پنهنجي وطن سنڌڙيءَ جي ڪنهن ڳوٺ ۾ وڃي صوفي بنجان! پڇاڙيءَ واري ڳالهه لاءِ سنڌ گورنمينٽ ۽ خصوصاً قاضي فضل الله جي اجازت ضروري آهي، جنهن لاءِ رضا صاحب لکپڙهه ڪندو. حال في الحال تاريخ 31 _ مئي مهيني جو وري "آفيس" اچڻو پوندو جتي ساريءَ ڳالهه جو فيصلو ٿي ويندو. اسان جي جندڙي ته پنهنجي سنڌڙيءَ سان ڳنڍيل آهي، سو اسان کي اعتراض ناهي، جيڪڏهن هي آرهڙ جا ڏهاڙا سن ۾ پرين جي وچ ۾ گهارڻا پيا. پلن جي موج ٿيندي درياهه جي ڪپر تي ڏينهن گذاربو. پنهنجي ٻليءَ ۾ ڪتڙي سان ۽ شام جو شاهه صاحب جو ڪلام ٻڌبو. اميد ته سنڌ گورنمينٽ منهنجي گذشته خدمتن جو خيال ڪندي انهيءَ مهمان نوازيءَ آڇڻ کان آر نه ڪندي، جيڪڏهن پنهنجو وطن به مون کان بيزار ٿيو ته پوءِ لاچار پنهنجو لڏو ٻڌي، ولايت طرف رخ رکڻو پوندو.

اميد ته توهان بلڪل خوش ۽ تازا تڪڙا آهيو. توهان کي ڏاڍو ياد ڪيو اٿم. خاص ڪري گرفتاريءَ کانپوءِ، مگر توهان وٽ ته ڪنهن ٻئي شخص جون يادگيريون تازيون هونديون، جنهن شخص سان اسان الوداع ڪري ڇڏي، جو اسان انهيءَ جوڙڪٽ واري معاملي ۾ ڦاسڻ وارا نه آهيون. اميد ته جلدئي توهان سان ملاقات ٿيندي، توهان جو ڪارخانو زبردست هلندو هوندو. توهان جي آخرين ڪاميابيءَ ۾ اسان کي مڪمل ايمان آهي.

وڏيڪ ادب ۽ پيار

**حشو**

(3)

دي پنجاب هائوس،
ڪولابا ڪازوي، بمبئي،
3ـ جنوري 1950ع

دوست مهربان الهورايا!

اميد تہ خوش هوندين. مان هت سُک سان پهتس ۽ ٺيڪ پيو هلان. ملڪ هر وقت ياد آهي. مگر في الحال هن ديس جو تجربو وٺڻو آهي. انشاءَ الله تہ ڪنهن ڏينهن پاڻ ۾ ملنداسين. مهرباني ڪري هيٺيون خط منهنجي محترم دوست کي هڪدم ڏيندا. ٻيو سڀ سک.

**حشو**

(4)

شاهہ صاحب!

معاف ڪجو جو خط لکڻ ۾ هيترا ڏينهن لڳايا اٿم. هڪ ٽڪرو خط توهان جي ڪراچيءَ واريءَ ايڊريس تي موڪليل آهي، مگر اميد ڪانہ اٿم تہ ڪو پهتو هوندو.

بمبئيءَ ۾ پنجن سالن ڪانپوءِ پير پاتو اٿم. هاڻي شرنارٿيءَ جي حالت ۾، مگر دل و دماغ ۾ ٻي وسيلائي جو هڪ جذبو بہ حاضر ناهي. شخصي حالت جي ڳالهہ ٿو ڪريان. ڪري غريباڻي زندگي رهڻي پئي، يا خود بک جو شڪار ٿيڻو پيو. مگر اهو سنڌي فخر ۽ پنهنجي قوم جو اخلاقي غرور هميشہ ساڻ آهي. ٻين غريب ۽ ٻي وسيلن ڳوٺاڻن جي حالت ڏسي هردو ڏکي ٿو وڃي. مگر پنهنجي فيلسوفي اهڙي رکي اٿم، جو عوام جو عارضي ڏک ۽ مصيبت ڏسي بہ آئيندي جو سوچ ويچار ڪندو آهيان ۽ آخرين فتحيابيءَ ۾ ايمان رکندو آهيان.

ماءُ جيجل ملي، البت ضعيف آهي، مگر اهڙي بيمار ناهي. مون کي ڏٺو اٿس تہ هيڪاري تازي تواني ٿي ويئي آهي.

معشوق پڻ ملي، پر ساڻس گڏ ٻي هڪ تازي سپنن ۾ پرپور بهشت جي حور جو پڻ مُکا ميلو ٿيو. سو هڪ مان بدلجي بہ معشوق

ٿيا. مگر وقت ڪٿي جو پنهنجي شخصي ۽ جذباتي معاملن جو نبيرو ڪريان؟

پيڻ سان پڻ بہ ٽي پيرا ملاقات ٿي، توهان جو گهڻو ٿي پڇيائين، شايد سندس خط توهان کي ڪونہ ٿا ملن. هر قسم جون رنڊڪون آهن. هتي غريبن لاءِ ڪم پئي ڪري ۽ اندر ۾ سخت درد ۽ دک اٿس تہ اسان جي قوم جا ماڻهو ائين مصيبت ۾ برباد ٿيندا ٿا وڃن.

ڪتاب انگريزي پڻ ڀائيءَ وٽان مليو. گهڻائي پيا پڙهن. ٿي سگهيو تہ پنجاهہ ڪاپيون يا وڌيڪ موڪلڻ جو انتظام ڪندا.

منهنجو فائيل، جو ڪراچيءَ ۾ ڏنو هئم، سو پڻ موڪلڻ جو سعيو ڪندا. بلڪل ضروري آهي، ۽ هتي مون کي کپي. مهرباني ڪري منهنجي نوجوان دوستن کي تنبيهہ ڪندا رهندا، تہ منهنجا ڪتاب سڀ موڪلڻ جو بندوبست ڪن.

گهڻو لکي نٿو سگهان، ٿئي ڪنهن پيري.

مگر توهان کي ياد ڏاڍو ٿو ڪريان ۽ اميد اٿم تہ جلد ئي ملنداسين. خط لکندا رهندا.

حشو

(4)

تلڪ نگر، متراِ،
14 _ مئي 1950ع

جيئينم!

توهان جو قربن وارو خط گهڻي وقت کان پهتل آهي. معاف ڪندا، جو جواب ڏيڻ ۾ ايتري دير ڪئي اٿم. بمبئيءَ ۾ ڏاڍو بيمار ٿي پيو هوس ۽ توهان جي خط پهچڻ کانپوءِ جلد ئي هندستان جي چڪر تي نڪري پيس. چڱائي شهر ڏسي، هاڻ هتي پنهنجي ماءُ ۽ پاءُ سان اچي گڏيو آهيان.

توهان جو خط بروقت ئي دوستن کي ڏيکاريم. توهان کي تہ ياد ڏاڍو ٿا ڪن، مگر وس ڪنهن جو نٿو هلي. سنڌين جا جيڪي نقص آهن، سي هتي بہ قائم آهن، خاص ڪري ليڊر ذات ۾ گهڻي ڪانہ ٿي

هلين ۾ نڪو پنهنجو آئينو صاف اٿن. غريب مرن ته مرن. عوام ۾ ڪيترو به پنهنجي ديس ۾ تهذيب لاءِ قرب هجي، مگر مٿيون طبقو پنهنجي ترڙائيءَ ۾ مخمور آهي. هو ته سمجهن ٿا ته قسمت ڪو مهرباني ڪئي آهي، جو اڃي هي هندڪا ملڪ ڏنا اٿئون. مگر جيڪي اونهو سمجهن ٿا ۽ سوچن ٿا، سو پنهنجو قومي فرض محسوس ڪن ٿا، مگر ڇاڻن نٿا ته هنن حالتن ۾ ڇا ٿو ڪري سگهجي.

عوام اسان جو نيٺ سنڌي آهي، ديسي مسلمانن لاءِ قرب ۽ احساس اٿس ۽ انهن اميدن ۾ ويٺو آهي، ته ڪنهن ڏينهن ملڪ ٺهندو ته واپس سنڌڙيءَ ڏانهن ورنداسين. هتي سندن لاءِ موت آهي، هو سنڌ کي پراپرٽي يا ڪنهن ملڪيت ڪري ياد نٿا ڪن، مگر سمجهن ٿا ته پنهنجي ديس ۾ بک وگهي نه مرنداسين.

اڳئين هفتي دهليءَ ۾ هوس ۽ سڀ ڏينهن پراڻن پاڪستاني دوستن سان ويٺو هوس. فضا سني تي ڏسڻ ۾ آئي. تقريرون بيشڪ عاليشان هيون. سنڌي سنڌين سان، بلوچي بلوچين سان، پنجابي پنجابين سان ۽ خواجه صاحب پنهنجي بنگالي يارن سان. جيڪڏهن انهيءَ امن، پسند نموني حالتن ۾ تبديلي اچي ته ڏاڍو چڱو. جيڪڏهن هندو مسلم ڪشمڪش ۾ شڪ شبيها لهي وڃن ته پوءِ ٻين منزلن ڏانهن ترقي ستت ڪري سگهبي. اسان جو ٺهلراماڻيءَ سان دوستاڻو پئڪٽ ٿيو ۽ سڄو وقت گڏ چڪر هنياسين. خواجه صاحب سان پڻ ملاقات ٿي ۽ چيائين ته منهنجي واپس ورڻ تي ڪو اعتراض نه ٿيڻ گهرجي. اوهان جي خواهش هجي ته اچڻ جو سانباهو ڪجي.

پير حسام الدين صاحب ۽ ٻين دوستن توهان جو سربستو احوال ڏنو. توهان کي هن فضا جو پورو فائدو وٺڻ گهرجي. هتي سڀ ماڻهو توهان کي نهايت عزت ۽ قرب سان ڏسن ٿا.

اميد ته اسان جو گهر وارو دوست توهان سان ملندو هوندو. ڪتاب موڪلڻ جو بندوبست ڪونه ڪيو اٿس يا ته هيڏانهن سُتت موڪلي، يا ته توهان جي ڳوٺ موڪلي ڇڏي، توهان سمورو احوال ڏيندا.

اڃا پورو فيصلو ڪونه ڪيو اٿم ته ڪٿي هيڊڪوارٽر ڪندس. معشوق بمبئيءَ ۾ آهي، مگر اُتي ڏاڍو بيمار ٿي ٿو پوان. دهليءَ واري

ملڪ ۾ تندرستي بلڪل سٺي ٿي رهي ۽ مٽ مائٽ بہ نزديڪ آهن. مگر پيون تڪليفون گهڻيون. ڏنڊو اهڙو اٿم جو ڪٽي بہ رهي ٿو سگهان. فقط مهيني ۾ هڪ پيرو بمبئي جو چڪر هڻڻو پوندو. توهان کي ڪنهن چيو تہ اسان جا معشوق هٿ مان وڃي رهيا آهن. اسين سچو عشق فقط هڪ پيرو ڪري ڄاڻون ۽ انهيءَ هنڌ موافق اسين هميشہ ڪامياب آهيون. توهان جو يار بلڪل نيڪ پيو هلي. ڪيس ڏسي اسان جي دل پڻ موهجي پئي آهي. جواب ورندڙ ٽپال ۾ ڏيندا، جيئن تسلي ٿئي. پيو خط تورن ڏينهن ۾ لکندس. سربستو احوال موڪليندا. بيا يار تہ بہ اکر بہ نٿا لکن.

پنهنجي ڪتاب جي هڪ بہ سٺي آرٽ پيپر واري ڪاپي موڪلڻ فرمائيندا ۽ بيا پمفليٽ وغيره پڻ.

**حشو**

(5)

8/A/109,W.E.A

پوسارود، نئين دهلي،

31ــ آگسٽ 1951ع

محترم دوست،

توهان جو نوازشنامو گهڻي وقت کان پهتل آهي، مهرباني. ڪتاب سڀ پڙهيا اٿم. قومن واري ڪتاب لاءِ منتظر آهيان. شاهہ صاحب تي ڪتاب ڏاڍو پسند آيو ۽ گهڻن دوستن پڻ فيض حاصل ڪيو آهي. توهان نئون ڪتاب فيلسوفيءَ تي لکڻ جو ارادو ڪيو آهي، سو خبرداريءَ سان ۽ گهڻي سوچ ۽ مصلحت ۽ ٻين ڪتابن جي اپياس ڪانپوءِ لکڻ جو سعيو ڪجو. توهان صوفي صاحب آهيو سو ڊائليڪٽيڪل مٽيريلزم (جدلي ماديت) کي پڻ انهيءَ نوع سان ڏسڻ جي ڪوشش ڪيو ٿا. ٻنهي مڪتبن جا ڪٽر پوئلگ ائين بہ چون ٿا تہ ٻيئي هڪ ٻئي جي بلڪل برخلاف آهن. ٻنهي کي نزديڪ آڻڻ جي جاکوڙ ڪرڻ البت مشڪل آهي، مگر موجوده انسان ذات جي گهڻتا کي مدنظر رکي، اهو ڪم نهايت ضروري آهي. مان پڻ انهيءَ طرف پنهنجو دماغ ۽ دل پئي هلايا آهن. گذريل ڏهن سالن ۾ توهان جنهن

طرف وک پئي وڌائي، مان انهيءَ طرف ڪان توهان جي وحدت الوجود طرف وڃڻ جي پئي ڪوشش ڪئي آهي. ڪٽر پنٿين ڇٽرون پئي ڪيون آهن. مگر اڄوڪي دنيا جي نوبت ۽ قيامت جو خطرو البت انهيءَ ڪٽر پٽي کي شڪست ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيا آهن. حقيقت ۾ مارڪسواد نڪا فيلسوفي آهي، نڪو پنٿ. اهو ته هڪ منطق هو ڪن حالتن جي زير اثر ۽ ڪن مقصدن کي حاصل ڪرڻ جهڙيون حالتون غير انساني هيون، تهڙو رد عمل. مگر مارڪس خود چيو ته سندس نمونو ڊاگما ڪونه آهي ۽ حالتن مطابق پيو ڦرندو. جيڪڏهن انسان ذات جون مٽيريل حالتون انصاف ۽ برابريءَ کي حاصل ڪن ته ٻيا مسئلا حل ڪرڻا پوندا. حالتون بدلبيون ۽ خيال پڻ. في الحال فقط جدوجهد جو طريقو هو ڪنهن مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ مٽيريل حالتن کي پرائرٽي ڏني ويئي هئي. موجوده بمن ۽ بلڪل ناستي جي گهٽنا ۾، ٽيڪنڪ پڻ بدلجي رهي آهي ۽ اسان جي ٻين مسئلن کي پڻ پرائرٽي ملي رهي آهي.

جيڪڏهن دنيا موت ۽ جنگ کان بچڻي آهي ته ڪامپرومائيز آهستگي ۽ مخالف جي مجبوري پڻ سمجهڻي آهي. مان ته سمجهان ٿو ته اها ڪرائيسز پيدا ئي انهيءَ سبب لاءِ ٿي آهي ته انسان صلح ۽ شانتيءَ جي رستن ذريعي ۽ وحدت اولوجود جو خيال ڪري، پنهنجو مستقبل نئين نموني ٺاهي سگهي، نه ته سندس لاءِ قيامت حاضر آهي.

انهيءَ ڪري، جيڪو فيلسوفيءَ تي ڪتاب لکو سو موجوده انساني ڪرائيسز کي مدنظر رکي، انهيءَ اسپرٽ ۾ ۽ ڪٽرپڻي جي مخالفت ۾ لکڻ جي ڪوشش ڪجو. سنڌ انسان ذات جي قديم ترين سڀيتا جو مرڪز آهي، تنهن ڪري ڪرائيسز ۾ سنڌي پنهنجي فطرت موافق ئي پنهنجي نموني اجائي ويڙهه جهيڙي کان آجو رهي، صلح، آزاديءَ ۽ انصاف لاءِ انسانذات جي اڳيان پاڻ کي پيش رکي.

خط وڏو ٿي ويو آهي، خيال ڪونه هئم ته ايڏو بحث ڪندس. اميد اها اٿم ته ڪهڙيون به موجوده حالتون ڪٺن لڳن، مگر روشن مستقبل جو خيال ڪري ۽ سخت بردباريءَ سان توهان ۽ ڪاڪي جهڙا شينهن، پنهنجي وطن ۽ ملت اڳيان اهو نظريو رکي، ڪو سنو عام

جي پلي لاءِ پروگرام رکندا، جنهن ۾ توهان جا مخالف پڻ توهان کي ڏپ، ويرَ ۽ دشمنيءَ جي بغير مدد ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃن. توهان جي ملڪ جون جهڙيون حالتون آهن، توهان کي هيئين ڏاڪي کان وڏڻو آهي. راڄينتيءَ ڪانسواءِ ٻيو بہ ميدان آهي، جنهن ۾ عام جو ڀلو ڪري سگهو ٿا ۽ قوم کي براين کان بچائي سگهو ٿا. توهان جا مخالف پڻ ڪن حالتن جو شڪار آهن، ڪين پاڻ طرف ڇڪي سگهو ٿا.

وعظ معاف ڪجو

حشو

(6)

S/A/109,W.E.A

پوسارود، نئين دلي،

4ـ سيپٽمبر 1951ع

محترم و محب دوست،

شامل خط لکي رکيو هوم، فقط پوسٽ ڪرڻ لاءِ تياري هئي تہ توهان جو ٻيو خط هٿن ۾ مليو مهرباني.

توهان اچڻ لاءِ لکيو آهي. توهان، شيخ صاحب ۽ ڪاڪي جي زيارت ڪرڻ جي ڪيتري اڪير هوندي، سو سمجهي سگهو ٿا. وطن واپس تہ ضرور اچڻو آهي، مگر حالتون سٺايون نہ آهن، مگر جنهن ڪم لاءِ ڇپيو اٿوَ سو اهم ترين آهي ۽ مان پاڻ پٺي سمجهو آهي تہ موجوده وقت جڏهن دشمن سچڻ سچ سمجهڻ لاءِ تيار پيا ڏسجن، اهو ڪم جلد ڪجي ۽ نهايت سمجهہ ۽ سچيءَ دل سان مدد بيشڪ ڪري سگهان ٿو ۽ ٻيا ڪم بہ ڇڏي اچڻ لاءِ تيار آهيان.

مگر مان نٿو سمجهان تہ اچڻ ڪو سترو ٿيندو. منهنجا ماٺهو تہ هرڪا مدد ڪندا، توهان جي ماڻهن سان بہ هت منهنجو نهايت دوستاڻو رستو آهي ۽ ٻين پارٽين وغيره ۾ شامل ٿيڻ لاءِ خاص دعوتناما ايندا آهن. خوشامد پڻ ٿيندي آهي، مگر سچ چوڻ ۽ لکڻ جي تمام بري عادت اٿم. نالو بہ مشهور ٿي ويو اٿم. مخالف پيار ڪندا تہ لڪ ڇپ ۾، جيڪڏهن ها ۾ ها ملايان ۽ ڪجهہ خوشامد ڪيان تہ سڀ ڪجهہ

آسان آهي. مطلب تہ توهان جي ٻيڙي ۾ داخل آهيان. توهان جي ٻيڙيءَ تہ اجا آڳبوٽ جي حيثيت حاصل ڪانہ ڪئي آهي. جيڪڏهن لڪ چپ ۾ خاص هلندي اٿو تہ خدا ڪي معلوم، ائين هجي تہ سير ڪرڻ لاءِ تياري ڪريون ۽ درخواست داخل ڪري ڇڏيون. باقي اتي اچي پوءِ ساري عمر قيد جو سير ڪرڻ لاءِ هن وقت تيار نہ آهيون. ٻارن ٻچن وارا معتبر ماڻهو آهيون ۽ دنيوي جوابدارين ۾ جڪڙجي ويا آهيون. توهان جي ملڪ، توهان جي ماڻهن ۽ توهان جي حاڪمن ڪي هتان پڻ دعائون ڪري سگهون ٿا.

ڪيئن بہ هجي، توهان پنهنجو ڪم جاري ڪريو ۽ مواد ڪٺو ڪريو. ڪاڪي جيڪا ڪٺن تپسيا ڪئي آهي ۽ انهيءَ جو جيڪو لکن ڪروڙن ماڻهن جي دلين تي اثر ٿيو آهي، تنهن جو مثال هن وقت دنيا ۾ ڪونہ ملندو. دل تہ ڏاڍي آهي تہ اهڙي شخص جي زندگي، آرٽسٽ جي دل سان، سائنٽسٽ جي دماغ سان ۽ جوڳيءَ جي روح کي ڇنڊ ۾ مدد ڪريان، مگر منزل هن وقت دور ، وڏن کي منهنجا سلام ڏيندا.

توهان جو ٿا هتان ڪو چڪر هڻي وڃو؟

وڏيڪ سڪ

حشو

(7)

30/ بمبئي

4 فيبروري، 1952ع

جيئنم!

شال، سدائين خوش هجو آباد رهو ۽ پنهنجي عاليشان زندگيءَ جو جوهر قائم رکو! توهان جو خط پهتو پڙهي نهايت خوشي ٿي، مگر ان سان گڏ ڪجهہ ارمان بہ ٿيو. خوشي ٿي، جو توهان جي هٿن جو لکيل هر ڪو پرزو اسان جي صوفياڻيءَ سنڌڙيءَ جو پاڪ ڪلام آهي ۽ آئيندي جي آرزن جو آسرو آهي. ارمان اهو ٿيو جو توهان سان هيترا سال صحبت رکيسين، مگر شاهہ يتائيءَ جو بيت هڪ بہ سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي.

پگس ديوان انڊيريءَ وارن ڏانهن، جو هيٺ آفيس ۾ ويٺو هو. هڪ بيت پڙهيائين تہ مٿي ڪي ڪنهن لڳو. چيو مانس تہ، توهان واٽين ڪي بہ سنڌي پڙهڻ آئي! بس ديوان صاحب جوش ۾ اچي ويو. ٻانهون مٿي ڪٽي، لڳو هڪ هڪ لفظ کي پچڻ ۽ پورڻ ۽ آڏيون ابتيون معنائون ڪيڻ، نيٺ وچي مطلب ڪيئيائين. تڏهن تو چوي، "وچ ڙي وچ! مان ٺٺئي ديوان، لاڙ جو رهاڪو شاهہ پٺائي بہ لاڙي، سنڌي لکيائين تہ بہ لاڙ ملڪ جي، سو مون کي سندس ڪلام سمجهہ ۾ نہ ايندو تہ ٻئي ڪنهن کي ايندو؟"

گهڻا ڏينهن پوءِ خبر پيم تہ، توهان اڳيئي هر هڪ ڏکئي لفظ مٿان پينسل سان معنيٰ لکي ڇڏي هئي. شڪ نہ آهي تہ ديوان اهي معنائون ڏسي، پوءِ ئي مطلب سمجهائي سگهيو. سلام وڏا موڪليا اٿائين. توهان کي "نيتا جي" ڪري سڏي ٿو ۽ سمجهي ٿو تہ توهان جو رخ بہ اهڙي طرف هئڻ گهرجي.

سو ورليءَ وارو تہ وري ڪونہ مليو اٿم. آهيان ڪمن ۾ ڏاڍو مشغول، مسافريون ڪري ڪري ٿڪجي ٿو پوان. پنهنجو ڪم بہ ايترو نہ ڪري سگهيو آهيان، مگر آهستي آهستي پنهنجون پاڙون پختيون ڪندو ويندس.

پوورو گهر ڪونہ مليو اٿم، جتي رات جو ڪم ڪري سگهان. آيوئي اهڙي وقت آهيان، جو جويون گهٽيئي ٿيون ملن. مگر جاءِ ڏکي ٿي ملي. جهونو معشوق تہ ويو پر نئون معشوق بہ گذريل مهيني مگجي ويو! مگر چڪر تي ويندو آهيان تہ ٻنهي کي گڏي ونئي ويندو آهيان. اسان جا عشق بہ آهن توهان جهڙا "لڪنگ. لڪنگ But نو ٽچنگ"، مگر شڪل البت پاڪستاني طرز جي اٿم. سو ٻي ذات تي اسان جي بنسبت البت عجيب و غريب خيالن جو اثر ٿو ٿئي.

پنهنجي ملڪ کي ڇڏي، جيڪو مون کي اندر ۾ ارمان ٿيو هوندو سو توهان سمجهي سگهو ٿا. شايد بي صبري ۽ ابهرائي ڏيکاري اٿم. مگر مان سمجهان ٿو تہ انهيءَ ۾ بہ قدرت جو راز هوندو ۽ ضرور ڪجهہ نہ ڪجهہ فائدو ئي رسندو. اسان جي وفاداري ۽ زندگي، اسان جي مادروطن تائين هن وقت محدود آهي. جيڪڏهن اسان جي قومي اصليت ناس ٿي ويئي تہ پوءِ اسان دنيا ۾ ڇا حاصل ڪري سگهنداسين؟ هتي تہ پرديس ۾

اسان جا ماڻهو ڪٺو ڪٺو ٿي ويا آهن. سندن دليون دکي ۽ بنا آرام آهن. سندن آئيندو اونداهو پيو ڏسڻ ۾ اچي. سوچ ويچار لاءِ نہ اٿن وقت، نہ اهو زنده روح، مگر پنهنجي اصليت پلجي نہ ويا آهن. پنهنجي زبان، پنهنجو ماضي، پنهنجو ڪلچر نہ فقط ياد اٿن، مگر هن ملڪ جا ماڻهو ڏسي، هاڻ پاڻ تي فخر اٿن تہ ڪهڙي نہ عاليشان قوم جا فرد آهيون. مذهبي ليڪي ۽ هاڻي جلاوطنيءَ البت ڪين منجهايو آهي. مگر رفتہ رفتہ پنهنجو رستو صفائيءَ سان ڏسي سگهندا.

مون کي آخرين ڪاميابيءَ تي مڪمل ايمان آهي. جي ڳالهيون جهوني زماني ۾ نہ ٿي سگهيون، سي ويهين صديءَ ۾ ٿيون آهن. مگر بي بقا آهن. جنهن طوفان اهو مانڌاڻ مچايو. ان جو رد عمل بہ طوفاني صورت اختيار ڪندو. جن طاقتن اسان کي روهہ رُلايو آهي، سي پاڻ ۾ ضرور ٽڪرڻ واريون آهن ۽ ستت ئي پوءِ اسان کي پنهنجو انصاف پلئہ پئجي سگهندو.

منهنجي ماءُ ٿورا ڏينهن ٿيا تہ رتلام ۾ ويئي، آسيس موڪلي ٿانوَ. مون کان وڌيڪ تہ ڪيس سنڌ جي محبت آهي ۽ سپني ۾ بہ پنهنجي ڳوٺڙي جون پٽيون ۽ چٽيون پيئي ڏسي.

منهنجو دوست سيدل شاهہ ٿورن ڏينهن ۾ توهان کي گڏبو جيڪي چئيوَ سو ڪم ڪجو. 200 ڪتاب ضرور ڪپن. گهٽ ۾ گهٽ هڪ سئو. هڪڙو هوم سو بہ ديوان ڦري ويو آهي.

منهنجي ننڍڙن ٻارن کي دعا سلام. ڊاڪٽر. شيخ صاحب ۽ ٻين سيني کي بہ منهنجا نياز. جيءُ هتي اٿم. مگر دل اتي چڏي آيو آهيان. اسان جو جهونو معشوق بہ اها شڪايت ٿو ڪري، انشاءَ الله تہ ڪنهن ڏينهن وري گڏباسين.

شاهہ صاحب جي ٻين بيتن جي بہ ضرورت آهي، جي هن وقت اسان کي سنهيو پهچائين. مهرباني ڪري ساري لسٽ موڪليو. 15 آگسٽ وارو بيت، ڪنوينشن وارو ۽ اڳئين سال سن ۾ ڪييل ڪارٽون وارا..... عاشق ايو آهون ڪري..... ٻيلاٽيون ٿئي..... وغيره وغيره.

اسان جي نئين ائڊريس بہ ياد ڪجو سيدل شاهہ کان ونجو. هن وقت لکڻ ۾ ڏاڍو مشغول آهيان. اميد اٿم تہ مهيني کن ۾ ڪتاب تيار

ڪري ڇڏيندس. پوءِ رتلام، متراَ، دهليءَ طرف رخ رکبو. بمبئي ۾ صحت اچي خراب ٿي ويئي آهي. مگر هر ڪو چوي ٿو تہ جڻ ڪراچيءَ مان جوان ٿي آيو آهيان!

پيو سڀ سڀ
حشو

(8)

26/7 دريا گنج، دهلي.
7 ـ جنوري 1953ع

محترم دوست!

توهان جو لنڊن مان 27 ڊسمبر وارو خط ٿيون ڏينهن رات جو پهتو. فرصت ملڻ سان جواب ڏيئي رهيو آهيان. شل، خط اتي لنڊن ۾ پهچيو.

دل تہ ڏاڍي هئي تہ مان پڻ لنڊن ۽ ولايت جا چڪر هڻڻ اچان، مگر منهنجي مجبورين جي خبر اٿو. واٽڪو ماحول آهي. پنهنجي ٻانيڻ دوست سان . گڏجي نہ سگهيو آهيان. ارادو آهي تہ سڀاڻي صبح جو ملاقات ڪندو مانس. وقت مقرر ڪيو اٿم. اميد گهڻي اٿم تہ ڪم ٿي ويندو.

توهان جي (Movements) جي خبر ناهي. مگر سڀاڻي تار رستي يا هوائي ٽپال رستي توهان کي پهچڻ جي ڪوشش ڪبي. اميد تہ توهان لنڊن جي ماحول ۾ اهڙو محو ٿي ويا آهيو جو ڪجهہ وڌيڪ وقت رهڻ جو ارادو ڪيو اٿوَ.

زياده خير و السلام
حشمت

(9)

دهلي
4 ـ آگسٽ 1953ع

ور اونداهي راتڙي، چانڊوٽي چانڊاڻ،
اوري مهارا. مه مَر پسان ڪو ٻئو!

محترم دوست!

توهان جو نوازش نامو نصيب ٿيو. سالن ڪانپوءِ ٻہ سال اڳ توهان جا ٻہ خط پهتا هئا. پيو خير. مان پڻ پنهنجي ڪار گذارين ۽

جلاوطنيءَ جي جولان ۾ غلطان هوس. واڻڪي ماحول جو مقابلو ڪرڻو هو ۽ هر ڪنهن مشڪلات جي باوجود پنهنجو قدم اڳتي پئي رهيو. هاڻي نانءُ پڻ مشهور ۽ ناڻو گهڻو جيتوڻيڪ بئنڪ ۾ ٻڙيا هفتي ۾ هڪ پيرو پنهنجي وطن بابت تبصرو ڪبو آهي تہ ساري ملڪ ۾ شايع ٿيندو آهي ۽ ڪمائي بہ خاص. مڙيئي رڏن اڳيان رباب وڄائڻا آهن. مگر راڳ پسند آهي، اڄا تہ ابتدا آهي. ڪتاب هڪ لکيو اٿم ۽ ٻيو لکان پيو. نالو اٿس "پاڪستان منهنجو وطن!" انگريزي ۾ آهي.

پنهنجي اباڻي وطن جو حقيقي راز توهان کان سڪياسين ۽ ولائتي فطرت متجي ديسي ٿي پئي، مگر جذبات مٿان هميشہ دماغي قوت ۽ ڪشادي آئيني کي بلند پئي رکيو اٿم. روشني بہ ائين ئي ڏسڻ ۾ ايندي هتي تہ سڀ ساٿي انڌيري جا رهاڪو آهن. روشنيءَ جي دروازي تي گهڻي وقت کان پهتل آهيان. وعظ بہ وڏا ڪيا اٿم. مگر سلسلي کي اڳتي وڌائڻ جي ڪوشش نہ ڪئي اٿم، جو پنهنجي سنڌي فطرت مطابق البت سست آهيان، ۽ دير پئي ڪئي اٿم. اميد تہ هن آڏ تي گهڻو وقت رڪجي نہ ويهندس.

توهان جي ماسڪو جي سير بنسبت "الوحيد" ۾ پئي پڙهيو اٿم. "امين" ڏانهن خط پڻ "چنبول خانو" اڄا ياد آهي. اميد تہ چين، جپان ضرور ويندو ۽ توهان جي دعوت لاءِ مهرباني. اسان جون ولائتون پنهنجي وطن ۾ آهن. جيڏانهن انشاءَ الله تہ جلد وربو. سنگت کي منهنجا سلام ڏجو. عبدالستار ۽ مونس جو تہ پتو ئي ڪونهي. نڪو احوال پنهنجي ڪتابن بابت، جي اتي ڇڏي آيس. گهرائي سگهجن ٿا، مگر خبر ڪانهي تہ سلامت آهن يا نہ. توهان پنهنجو ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيل موڪليو تہ مهرباني. مون تہ هيستائين ڏٺو بہ ناهي. اميد تہ هن مهيني بمبئيءَ طرف وري چڪر ڏيڻ ويجبو. هن هفتي ڪم ڏاڍو اٿم نہ تہ غلام حيدر شاهہ پڻ ملي ها. خط لکانس ٿو.

دهليءَ ۾ پنهنجو مزو آهي ۽ بمبئيءَ ۾ پنهنجو پر بمبئيءَ ۾ ڏاڍو بيمار ٿي ٿو پوان، نہ تہ معشوق جو لطف پنهنجي سنڌي شرنارٿين جي سورن جي نظاري کي شايد مٿائي ڇڏي.

جا چيز پنهنجي هٿ ۾ ناهي، تنهن جي اڪير بہ گهٽي ۽ لطف پڻ جهجو!

"آءُ ڪيئن ڇڏيان سومرا، تن پنهوارن پچارا"

**حشمت**

(10)

8/A/109,W.E.A

پوسا روڊ، نئين دهلي،

17 ـ جولاءِ 1954ع.

محترم شاه صاحب!

توهان جو خط گهڻن ڏينهن کان پهتل آهي، جواب ۾ دير ڪيم. جو توهان جي ڪتابن جي اوسيئڙي ۾ هوس. ٽي چار ڏينهن ٿيا تہ فقط هڪ پوسٽ پئڪيٽ مليو جنهن ۾ صرف "پيغام لطيف" مليو. سمجهيم تہ بيا ڪتاب شايد گُم ٿي ويا آهن ۽ اهڙي نموني ڪلهہ خط پئي لکيم تہ اوچتو بيا ڪتاب بہ مليا. مگر هڪ ڪتاب سچل بابت ڪونہ مليو آهي. شايد اهو پوسٽ ڪيو هويا نہ؟ تڪليف لاءِ مهرباني.

"پيغام لطيف" پنهنجي وطن ۽ وطني ماڻهن جو پيغام هو. شروع ڪيم تہ ڇڏڻ تي دل نہ ٿيم، جيستائين ختم نہ ٿيو. ڪمال ڪيو اٿوَ ۽ ايندڙ پيڙهين تي احسان ڪيو اٿوَ. شاه صاحب جو شعر اسان جي سمجهہ کان البت ٻاهر آهي، جيستائين شرح شامل نہ آهي، مگر آهستي آهستي سمجهي ويجبو. توهان کي گهڻا پيرا چيو اٿم تہ خدا جي واسطي شاه صاحب جو رسالو جو تازو اتي سنڌ ۾ ڇپايل آهي، سو ڪيئن بہ ڪري موڪليو. انهيءَ ڪتاب کانسواءِ شاه صاحب جو شاگرد ٿيڻ محال آهي. توهان جي سرڪار بهادر پڻ پيل ۾ بيا ڪتاب موڪليا ۽ وري عرض ڪيو اٿم تہ رسالو هٿ ڪري ڏيو. هن ملڪ ۾ اهو ڪتاب محال ٿو ملي.

"پيغام لطيف" مان چونڊ ٽڪرن کي هت جي سنڌي اخبارن ۾ شايع ڪرڻ جو ارادو اٿم. پئسو هجي تہ هت ٿي اهو ڪتاب شايع ڪجي ۽ پهريون ڪتاب پڻ ڪاڪي چوئٿرام جي مهربانيءَ سان سنڌين جي فضا

ڪافي منجهيل آهي ۽ مان تہ انهيءَ دنيا ۾ آهيان بہ ڪونہ. توهان ملتان کي سنڌ ۾ ملائڻ جا خواب لهي رهيا آهيو مان تہ ملتان فتح ڪيو آهي ۽ سنڌي قوم کي وڌايو آهي. هتي اچو تہ ڏاڍو سٺو. صحت جي لحاظ کان اچڻ ضروري آهي. دهليءَ ۾ مون وٽ رهندا, آرام ملندوَ. مان پڻ البت آرام طلب ماڻهو تي پيو آهيان, هڪ بہ ليک لکي, سن وانگر پنهنجي سو ۾ وهندو آهيان. هاڻي البت وڏيڪ ڪارائتو ٿيڻ جو پروگرام رٿيل آهي. فضا ڏسڻ ۾ ڪاري آهي, مگر اصل ۾ نهايت اُميد پري آهي.

اتي ڪاڪي صاحب کي اسان جا سلام ڏجو.

سندس رٿيل ڪتاب ڪڏهن ٿو شايع ٿئي؟ ڪتاب جي اهميت وڏي ٿيندي شيخ صاحب ۽ ٻين پراڻن ساٿين ۽ دوستن کي سلام ڏيندا. ڪتاب اخبارون وغيره موڪليو تہ سٺو. اڳي الوحيد مون کي پراڻي ائڊريس تي ملندي هئي, مگر سال کن کان پتو ڪونهي, تازو نظاماڻيءَ کي لکيو هوم تہ نئين ايڊريس تي موڪليو مگر جواب ڪونہ مليو. الوحيد جي نهايت ضرورت آهي. توهان ٻيو ڪهڙو ڪتاب لکندا؟ هاڻي ڪنهن وڏي پئماني تي لکندا, جو سنڌين خواهہ غير سنڌين کي فيض پهچي.

شل خدا جي مهربانيءَ سان پنهنجي وطن ۽ دنيا جي خدمت ڪندا رهو. زندگيءَ ۾ جا جستجو ڪئي اٿوَ ۽ مشڪلاتن کي منهن ڏنو اٿوَ تنهن سان گهٽ ۾ گهٽ بندي جهڙي ولائتي طبع ماڻهوءَ کي پنهنجي وطن لاءِ فخر ڪرڻ جو سبب ڏنو اٿوَ.

اميد تہ جلد ئي ڪير ڪير ٿيندو ۽ پاڻي پاڻي.

وڏيڪ سڪ!

**حشو**

(11)

8/A/109,W.E.A

پوسا روڊ, نئين دهلي,

22ـ جون 1954ع.

محترم دوست!

توهان جو خط ڪالهہ پهتو, پڙهي ڏاڍي خوشي ٿي تہ يادگيريءَ کان نہ وساريو اٿو.

لنڊن مان جيڪي بہ خط لکيوَ تنهن ڪانپوءِ توهان وٽان ڪوبہ احوال ڪونہ مليو اٿم. نہ توهان جا ڪتاب پهتا اٿم. ٽپال ۾ هٿ چراند ٿي سگهي ٿي، ممڪن آهي تہ پراڻيءَ ايڊريس، دريا گنج (جنهن کي ڇڏئي ڏيڍ سال ٿيو اٿم) ٽپال کي رُلائي ڇڏيو آهي.

توهان جي ڪتابن جي نهايت ضرورت آهي. ڪوشش ڪري مٿئينءَ ايڊريس تي موڪليو. توهان جي سرڪار مهربان اڳ ۾ ئي مونکي بہ ڪتاب "سورلي جو شاهہ" ۽ "تاريخ معصومي" تحفو ڪري موڪليا هئا. هاڻي شاهہ جي رسالي جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان.

سُست آهيان، مگر هاڻي ارادو آهي تہ پنهنجي وطن ۽ ملڪي ماڻهن بابت گهڻو وڌيڪ لکان. هڪ ڪتاب پڻ لکي رهيو آهيان، اميد تہ توهان خوش هوندا.

سنگت کي سلام ڏيندا

حشو

(12)

8/A/109,W.E.A

پوسا روڊ، نئين دهلي،

4ـ آڪٽوبر، 1954ع.

محترم دوست!

توهان جو 28 سيپٽمبر وارو خط ڪالهہ پهتو. مهرباني. توهان جي اڳئين ٻن خطن جو هڪ وقت اڳئين مهيني جواب ڏنو هوم، مگر ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ اهو خط توهان کي ڪونہ پهتو آهي.

سنڌ ڏسڻ جي خواهش تہ ڏاڍي آهي ۽ گُڊوِل مشن ۾ شامل ٿيڻ تي فخر ٿيندو، مگر وقت تمام تنگ آهي ۽ اهڙو جلد تياري ڪرڻ البت ناممڪن آهي. اميد تہ جلدئي ڪن ڪمن کان فارغ ٿيس تہ ڪوشش ڪبي اچڻ جي.

اميد تہ توهان خوش آهيو. ڪاڪي ۽ شيخ صاحب کي سلام ڏيندا. حال احوال ڏيندا ڪجو.

وڌيڪ سک

حشو

(13)

دهلي
30ـ نومبر 1955ع

محترم شاهه صاحب!

توهان جو خط گوپ، مٿرا مان هٿائي موڪليو. پڙهي نهايت خوشي ٿي. ياد ڪيو اٿوَ تنهن لاءِ مهرباني.

شادي گوپ جي سک سان ٿي گذري. ڇوڪري سهڻي ۽ نماڻي، گوپ لڪنگ لڪنگ جي بدران ٽچنگ جو باب شروع ڪري ڇڏيو آهي. ڏاڍو خوش آهي.

مون سمجهيو تہ توهان کي اڳ ۾ ئي خبر هوندي تہ مان گهڻي وقت کان چؤڪنيو قاٿل آهيان. هڪڙو پيرو لکيو پڻ هوم تہ ملتان فتح ڪيو اٿم ۽ قوم جي خدمت ڪئي اٿم. بہ نياڻيون جاڙيون اٿم، ۽ هڪ ڪڪو جنهن کي ڄائي بہ مهينا ٿيا. گهر ۾ هندستاني ۽ انگريزي ڳالهايون، مگر شريمتيءَ کي سنڌي پڻ ايندي آهي، جو ڪراچيءَ ۾ سالن کان وٺي رهندي هئي ۽ اسان جي سنگت ۾ هئي. توهان کي سڄاڻي ۽ سلام موڪليا اٿس.

فيمليءَ گهڻي ترقي ڪئي آهي ۽ امان پوڙهي تمام خوش آهي. خاص ڪري پوٽي ڄائي ڪانپوءِ دنياوي جوابداريون کنيون اٿم، مگر مون ۾ خاص فرق ڪونهي، البت بيمار رهان ٿو. مگر اميد تہ نيڪ ٿبو ۽ اڳتي وک وڌائبي.

توهان اديار وڃنا آهيو تہ هت بہ ضرور چڪر هڻڻ اچجو. سال گذري ويا آهن ملئي. ماحول بدليل آهي، مگر پراڻيون يادگيريون سالم آهن ۽ ان سان گڏ آئيندي جا آرزو ضرور مون وٽ اچي رهجو. اميد تہ توهان خوش آهيو. توهان جا بہ ڪڪا ڪتي آهن؟ ولايت پڙهڻ ويا ڇا؟ نياڻين جي شادي ڪرائي هوندوَ. سلام دوست کي ڏيندا. الهورائي ۽ ابراهيم ڊرائيور کي پڻ سلام ڏيندا. ڪم ڪار هجي تہ لکندا.

وڏيڪ سک

حشو

(14)

فليٽ 38،
ڀڳت سنگهه مارڪيٽ، نئين دهلي-1
9- آڪٽوبر 1956ع

محترم دوست!

گهڻي وقت کان توهان جو احوال ڪونه آيل آهي. توهان جي هڪ خط جي جواب ۾ لکيو هوم ته شاهه صاحب جي تصور واريءَ سنڌ جي حد ملتان تائين ملائي چڪو آهيان. پُٽ به پيدا ٿيو جو ڪجهه مهينا ٿيا ته انٽرنيشنل سي شهر ۾ ڦيريو نمبر آيو ۽ ٽيهه رپيا در مهينو ڪمائي رهيو آهي ۽ پنهنجي ڏاڏيءَ جي شيوا جي فرض بجاوري ڪري رهيو آهي. جا سندس والد شريف نه ڪري سگهيو!

گذريل هفتي اسان هت شاهه صاحب جي ورسي دهليءَ ۾ ڦيريون ڀيرو ملهائي. سنڌيت جو نظارو هو. مون "شاهه ۽ سنڌيت" تي تقرير ڪئي ۽ انهيءَ ۾ توهان جي ڪتاب ڏاڍي مدد ڪئي.

هر مهيني جي آخر ۾ هت "هندي يون" ۾ شاهه صاحب جي مورت ڪولڻ جو بندوبست ڪيون اٿئون. ڪنهن ناميار ي ليکڪ هٿان، ۽ گهڻائي لک ماڻهو انهيءَ موقعي تي شامل ٿيندا. ڪن مهينن کان مون هت "سنڌو سماج" جو تحريڪ شروع ڪيو آهي، جنهن جي ذريعي سنڌي ٻولي ۽ تهذيب زنده رکڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون. دلچسپي گهڻي پيدا ڪئي اٿئون.

ٻئي مهيني يونيسڪو ڪانفرنس جي موقعي تي، ساهتيه جو نماءُ ٿيندو جنهن ۾ سنڌي ڪتابن جو خاص بندوبست ڪرايو اٿئون.

مرضي اٿم ته توهان به مدد ڪريو پنهنجا لکيل ڪتاب ضرور موڪليو. نماءَ ۾ رکبا. جناب حسام الدين راشدي صاحب کي به اطلاع ڪجو ته سنڌي لٽريچر جي تواريخ وغيره بابت سمورو احوال موڪلي: هڪ خاص ڪتاب ڇپيو جنهن ۾ علحدين علحدين ٻولين جو احوال ڏنل هوندو. اتي سنڌيءَ ۾ نوان ڇپيل ڪتاب پڻ نماءَ موڪلي سگهو ٿا. نماءَ ڪانپوءِ هت خريد ڪيا ويندا، يا واپس موڪليا ويندا، جيئن توهان جي مرضي.

اميد تہ هي خط توهان کي جلد ملندو. مهرباني ڪري ڪوشش ڪندا, جيئن سنڌي ادب جي خدمت ڪري سگهون.

اميد تہ توهان خوش آهيو چو نتا هن طرف چڪر هڻڻ اچو يونيسڪو ڪانفرنس جي موقعي تي. ڏني سال گذري ويا آهن.

جناب شيخ صاحب کي نياز ڏجو.

پيار مان.

**حشو**

(15)

فليٽ 38,

ڀڳت سنگهہ مارڪيٽ, نئين دهلي,

26 آڪٽوبر 1956ع

محترم شاهہ صاحب!

صد مهربانيون جو ڪتاب موڪليوَ. پارسل ۾ سڀ ڪتاب سلامت نڪتا. نماءُ ۾ بہ رکيا. توهان جو نئون ڪتاب ڏاڍو پسند ٿيو. جهڙي ڇپائي سٺي, تهڙي جلد بندي. پهريون ۽ آخري مضمون ان جو ڏاڍو وڻيو. دل اٿم تہ هت بہ توهان جون لکڻيون ڇاپائجن, دلچسپي ماڻهن ۾ گهٽي آهي. وچڙياسين پر دليون نہ وچڙيون. جن کي ايمان آهي سي وڪ وڌائيندا, جن کي ناهي سي واريءَ ۾ ولوڙجي ويندا.

توهان جو خط بلڪل مختصر هو نہ تو سمجهان تہ ڪو غصو هوندو. هڪ مهرباني ضرور ڪجو. شاهہ ڀٽائيءَ جو رسالو جيڪو بہ ملي سو موڪلڻ جي عنايت ڪندا. آهيان انگريزدان, سارو وقت انگريءَ سان ڪم آهي. مگرعمر ۾ پهرو ڀيرو شاهہ صاحب جي ڪلام پڙهڻ لاءِ سخت اُڪير پيدا ٿي آهي. شايد خون ۾ اڳيئي هو.

وڏيڪ سلام

**حشو**

(16)

1ـ جئي محل، اي روڊ،
چرچ گيٽ، بمبئي ـ 1
27ـ ڊسمبر 1964ع

پيارا شاهه صاحب، شال سدائين خوش هجو!

گهڻا ڏينهن ٿيا ته توهان وٽان احوال ڪونه آيو آهي. مان هٽ ٻن ٽن مهينن کان اچي رهيو آهيان ۽ پنهنجي صحت ۾ وڏو ڦيرو پيو محسوس ڪريان. مترا مان جڏهن خط لکيو هوم، تنهن وقت ڏاڍو بيمار هوس ۽ ائين پئي سمجهيم ته حياتيءَ مان بور ٿي پيو آهيان. اهڙو احساس اڳ ۾ ڪڏهن نه ٿيو هوم، مگر هٽ پاڻ کي اڳي کان اڳرو پيو سمجهان ۽ اڳيان وڏو ڪم پيو اٿم.

هٽ ڀائي پرتاب ۽ جيئني پيڻ سان پئي مليو آهيان.

سنڌو سڀيتا جي پراچين پهلوءَ بابت گهڻو ئي مواد حاصل ٿيو اٿم. جلدي هڪڙو ڪتابڙو شايع ڪندس، جنهن ۾ سڀيتا، ٻولي، ادب ۽ تمدن بابت دلچسپ احوال هوندو. ڀهرئين ڪتاب جو دنيا ۾ سٺو اثر ٿيو ۽ چين کان آمريڪا تائين انهيءَ ڪتاب جي قدر شناسي ٿي. هٽ پڻ ٻين ٻولين ۾ ڪيترين ئي ڪهاڻيون التو ٿي ڇپيون آهن. اميد ته دوستن جي مدد سان هي نئون ڪتاب پڻ سٺي معيار وارو ثابت ٿيندو.

توهان جي مدد جي ضرورت ٿيندي. گهڻا سال ٿيا ته توهان هڪ پڪي جلد وارو ڪتاب، سنڌي سميلن بابت موڪليو هو، جنهن ۾ اوائلي تاريخ ۽ تمدن بابت دلچسپ احوال هو. اهو ڪتاب هن وقت ڪونه اٿم. جيڪڏهن هڪ ڪاپي موڪلي سگهو ته وڏي مهرباني ٿيندي.

توهان جو نئون ڪتاب ڪهڙيءَ حد تائين مڪمل ٿيو آهي، سو پڻ احوال ڏيندا. ڀائي پرتاب کي پڻ چيو اٿم ته پنهنجا (Memoirs) (يادگيريون) لکي. يقين اٿم ته اهو مصالحو آئينده پڙهندڙن لاءِ مفيد ثابت ٿيندو ۽ گهڻيئي (Research Scholars) دلچسپي ڏيکاري رهيا آهن.

معاف ڪجو جو پنهنجي بابت مڪمل احوال موڪلي نہ سگهيس. توهان مونکي چڱيءَ طرح سڃاڻو سو توهان کي اڳ ۾ ئي سڀ ڪجهہ خبر آهي.

هن وقت تہ پنهنجي صحت سڌارڻ جي فڪر ۾ آهيان. گهڻو فائدو پهتو اٿم. ساري عمر سمنڊ جي ڪناري تي رهيو آهيان ۽ سامونڊي هوا شايد مون کي وڏيڪ ياڻءِ تي پوي

پنهنجو احوال ضرور ڏيندا.

قربن مان توهان جو

**حشو ڪيولراماڻي**

(17)

واديا هائوس، ناتڪ والا،
باريولي ويسٽ، بمبئي، 92
8_ مئي 1965ع

پيارا شاهہ صاحب!

توهان جا ٻہ خط پهتا هئا. مگر جواب ڏيئي نہ سگهيس. جو ارادو هوم تہ توهان جو ڪتاب پڙهي وٺان. مگر ڪتاب اڃا بينظير مائيءَ جي حوالي آهي.ا ميد تہ جلد ئي پڙهڻ جو موقعو ملندو.

توهان جو تازو خط ڪراچيءَ مان لکيل پڻ پهتو. يادگيريءَ لاءِ مهرباني. اميد تہ هي خط توهان کي سلامت ملندو. توهان جي جواب اچڻ تي وڏيڪ لکندس.

مان توهان جو ”سياسي استاد“ ڪيئن سڏبس؟

پنهنجي گهر جي ئي سياست هلائي نہ سگهيس، ۽ سياست جي هنگامي خلاف ئي پنهنجي عيش پرست زندگي ڇڏي، هيڏانهن هوڏانهن ڪاهي پيس. بغير ڪنهن گروهہ جي پيچيدگين ۾ ڦاسڻ جي، سنڌ جي سياست بابت توهان وٽان ئي پتو پيو. ڪتاب برابر لکي ڏنم. مگر اهو پڻ انگريزي بولي ۾، توهان جي سياسي ماضي جي بنيادن تي.

توهان وٽ سياستدانن جا احوال ہڏي ئي X-Ray ايڪسپرٽ بنيس! مگر سياست هلائڻ ۾ بلڪل الڙ ہار آهيان. ہن ٽن ماڻهن جو

تڪرار ڏسندو آهيان، تہ منجهي پوندو آهيان تہ الائي ڇا پيو ٿئي، جيئن بہ هجي توهان جو قرب منهنجي لاءِ ڪافي آهي.

پاڻ مان توهان جو دائمي شڪر گذار آهيان، جو ولائتي طبيعت جو ماڻهو تي توهان جي "سن" ڳوٺ ۾ ئي اچي "سنڌيت" جو سچو روپ ڏنم ۽ مهراڻ جي ڪناري تي توهان سان رهاڻيون ڪندي ۽ صوفي ڪلام ٻڌندي ئي پاڻ ۾ پنهنجي جنم ڀوميءَ جو احساس سمجهڻ لڳس، نہ تہ سوچيندو بہ انگريزيءَ ۾ هوس ۽ گهڻو ڪري لکندو پڙهندو پڻ انگريزيءَ ۾ هوس. دهليءَ ۾ جيتوڻيڪ سنڌي ۽ سنڌين جي خدمت لاءِ انعام مليو اٿم. مگر سنڌي تہ گهڻو ڪري روز صبح جو آرسيءَ ۾ سنوارت ڪرڻ وقت ڏسندو هوس. البت جيڪڏهن ڪو غير سنڌي مون کي سنڌي سڏيندو، تہ مان پراڻن اڳواڻن جي روايت برخلاف اهڙو شرط قبول ڪرڻ کان ناڪار نہ ڪندس، نہ تہ منهنجي خيالات گهڻو ڪري انسان ذات جي موجوده عجيب گهٽنا بابت رهي ٿي.

توهان جو وڏو احسان اهو هو جو ان ڳوٺڙي ۾ مهراڻ جي ڪناري تي وحدت الوجود جو نظارو پسڻ لڳس، جو شهرن جي گوناگون زندگيءَ ۾ محسوس نٿو ٿئي. توهان اسلام جي غير تعصبي پهلوءَ ۾ خاص ڪري صوفيت بابت پڻ گهڻو احساس جاڳايو. جنهن مون کي رنگ ڍنگ ۾ وڏيڪ مسلمان ڪو بنايو ۽ گهڻا دوست منهنجي نالي جي باوجود پڻ، مون کي بي تعصبيءَ جو وڏو مثال ڪري سمجهندا آهن.

توهان جي مهمان نوازي، غريب پروري، انسانيت، غير فرقيواري روش ۽ هر دم اميراڻي هلت منهنجي دل کي گهايل ڪري ڇڏيو ۽ ولائتي عرش تان لاهي، ديس جي زمين تي آندو. انهيءَ تواريخي گهٽنا ۾، جنهن*نموني توهان پنهنجي هم وطنين کي بچائڻ جي ڪوشش ڪئي، تنهن لاءِ دائمي حسرت اٿم. ماڻهو سياست کهڙي بہ ڪن، يا "آئيڊيالاجي" جا قسم کڻن، مگر سندن انسانيت جو آزمودو اهڙي وقت تو ٿئي ۽ سندن مثال لکين انسانن جي زندگي ۾ دائمي ڦيرو آڻي ٿو ڇڏي، موجوده انتر راشٽري (بين الاقوامي) گهٽنا ۾ پڻ اهڙيءَ انسانيت جي ضرورت آهي.

انسان ذات جاهن وقت صرف ٻہ فرقا آهن:
هڪڙا جن جي دماغ ۾ بهشت جي چمڪ آهي ۽ ٻيا جن جي دماغ ۾ فرعونيت ۽ وحشيانيت وسي ٿي. هڪ ٻئي دٻائڻ سان ساري انسانذات ختم ٿي سگهي ٿي.

ارمان اٿم تہ توهان جهڙي رچ مڙس کي، جنهن ولائتي حشمت جي دل ۾ پنهنجي پوميءَ، عام جنتا ۽ اسلامي پهلوءَ جي Positive (مثبت) صورت جو احساس جاڳايو تنهن کي نظربند رکيو ويو آهي. مان توهان جي احسانن لاءِ هڪ رسيد موڪلي رهيو آهيان.

اميد تہ خوش باش آهيو. مان ڪنهن دردناڪ گهٽنا سان حياتي بچائي نڪتو آهيان. البت مفلس آهيان، پر دل شهنشاهہ جي اٿم. مائي ۽ پائي ڪڏهن ڪڏهن ملندا آهن. لکن جا مالڪ آهن، جيڪڏهن دل جي همت رکي مدد ڪن ها، تہ گهڻو ڪجهہ ڪري سگهان ها، مگر موجوده سمي ۾ هرڪو پنهنجي فڪر ۾ مبتلا رهي ٿو.

اچا ڪجهہ هت رهندس. خط لکجو پيا.

قربن سان،
**حشمت**

(18)

(انگريزي)

واديا هائوس، ناٽڪ والين،
بولوي ويسٽ، بمبئي 92،
6_ آگسٽ، 1965ع

پيارا شاهہ صاحب!

توهان جي شاعرانہ خط لاءِ شڪريو. آءٌ نثر جي لکڻ ۾ گهڻو مشغول آهيان. جيتوڻيڪ ”پال گريو“ جو ”گولڊ ٽريئري“ خريد ڪيو اٿم، جنهن سان محبت تي ڪي نظم جي نندي هوندي وٽندا هئم. وري پيو پڙهان.

مون کي اهو ٻڌي خوشي ٿي آهي تہ اوهان انهن سيني کي، جن اوهان کي ڏک ڏنا آهن، معاف ڪري ڇڏيو آهي، نہ صرف ايترو پر توهان پنهنجي نظربنديءَ کي بہ هڪ لڪل رحمت سمجهي رهيا آهيو.

اها "سنڌيت" جي روح جي خلاف آهي، تہ ڪنهن بہ ماڻهو لاءِ زباني فرقيوار بنياد تي نفرت رکجي.

هن سان گڏ، آءٌ جنرل ايوب کي موڪليل پنهنجي خط جي ڪاپي بہ موڪلي رهيو آهيان. هن مسٽر بروهيءَ سان قسم کڻي چيو هو تہ، سنڌين ٻاهرين حملي آورن جي هٿان گهڻو ئي وقت سٺو آهي ۽ هي پناڻ جي حيثيت ۾ انهن ڏکن جو سد باب ڪندو.

جيستائين منهنجو تعلق آهي، تہ نہ آءٌ ڪنهن کان ڊڄان ٿو ۽ نہ ڪنهن کي نفرت سان ڏسندو آهيان. پوءِ پِل ڪهڙي بہ فرقي ۽ زبان سان واسطو رکندڙ هجي. ماڻهن کي سندن شخصي ارتقا ۽ روش مطابق سمجهيو وڃي تہ بهتر آهي. معاف ڪرڻ وڏي ۾ وڏي خوشيءَ جو باعث سمجهيو وڃي ٿو.

آءٌ ڪهڙيءَ طرح وساري سگهان تہ سورنهن سال اڳ جڏهن آءٌ نظربند هوس، جنهن ۾ مون کي چارج شيٽ بہ نہ ڏني وئي هئي، تہ هڪ پنجابي مسٽر مسعود، جنهن کان هندو نفرت ڪندا هئا ۽ ڪيترا مسلمان بہ متنفر هئس ۽ هڪ انگريز مسٽر ڪوئيچران، "سول اينڊ ملٽري گزيٽ" جي ايڊيٽر، منهنجي ايتري تہ مدد ڪئي، جنهن جو بيان ڪري نٿو سگهجي. مون آخري ماني مسٽر مسعود وٽ کاڌي، هيءُ پڪو ڪميونسٽ هو، جنهن کي خانديش جا ڀيل پيار ڪندا هئا. توهان کي ياد هوندو تہ مون هڪ دفعو ان سان توهان کي ملايو هو.

آءٌ چاهيان ٿو تہ اوهان جو تازو لکيل ڪتاب، جنهن ۾ توهان مون کي پنهنجو "سياسي استاد" سڏيو آهي، پڙهان. جيڪڏهن ٿي سگهي تہ توهان پنهنجا سيئي لکيل ڪتاب جي ڇپيل هجن، رجسٽر ڪري، پوسٽ ذريعي موڪليندا.

آءٌ توهان جو "ادبي استاد" ٿي سگهان ٿو پر "سياسي استاد" نہ!

توهان جو ڪتاب ان بينظير عورت وٽ پيو آهي، توهان جا دوست مون سان مڙئي نيڪ نٿا هلن، پر هن عورت قبول ڪيو آهي، تہ هوءَ مون کان ناراض نہ آهي، ان ڪري آءٌ ۽ منهنجو پٽ، ٻيئي ڪيس پسند تا ڪريون.

منهنجو "سياسي استاد" منهنجو پٽ "گل" آهي. صفحي هستي تي وڏي ۾ وڏو ڇوڪرو اهو منهنجو پاڻ پيءُ آهي. هن کي ڪي ڪارڊ

۽ شعر موڪليو. هي ڪتابن پڙهڻ جو ڪيڙو تي پيو آهي. ازانسواءِ سٺو مصور بہ آهي. خدا ڪيس وڌيڪ همت ڏئي.

**حشو ڪيولراماڻي**

(19)

(انگريزي)

حشمت پبليڪشن
فليٽ 38، يگت سنگهہ مارڪيٽ،
نئين دهلي
4 مارچ، 1966ع

منهنجا پيارا شاهہ صاحب!

مون کي اميد آهي تہ هيءَ خط اوهان کي ملندو ۽ اوهان خوش ۽ سٺي صحت ۾ هوندا.

آءٌ گذريل هفتي بمبئيءَ مان آيو آهيان ۽ اهو ڏاڍو سٺو ٿيو جو اُتي ڪيترا جهونا يار ڏٺم.

منهنجي صحت سڌري رهي آهي ۽ انهن شاندار (بيماريءَ وارن) مهينن ۾ پنهنجي زندگيءَ جي ڪوجنڪ ڪم لاءِ ڪيترا مزيدار ڪتاب مطالع ڪرڻ جو فائدو پهتو اٿم.

سڀ سُک
توهان جو مخلص،
**حشو ڪيولراماڻي**

(20)

فليٽ 38_ يگت سنگهہ مارڪيٽ
نئين دهلي.
26_ اگست، 1966

پيارا شاهہ صاحب!

ڪجهہ وقت ٿيو تہ توهان کي هڪ ڪارڊ لکيو هوم، مگر جواب ڪونہ آيو. توهان جون مجبوريون سمجهي سگهان ٿو. منهنجي تندرستي، وري ڍرڪجي ويئي هئي، مگر هاڻي بهتر آهيان.

ڪهڙي خبر تہ ايڏانهن جلد ئي اچان ۽ توهان سان ملڻ جو موقعو ملي ۽ مهراڻ جو پڻ ديدار ٿئي!

مالڪ توهان کي خوش رکي.

احوال ڏيڻ جي ڪوشش ڪندا.

زياده خيرو السلام

توهان جو

**حشمت**

## تون تجلا ڏيئي چمڪ، چريا ماڻڪ !

ياد ڪر، سي جوڀنَ ڀريا ڏينهڙا، ڪيئن نہ سج جيان تجلا ڏيئي چمڪندو هئين تون،
پر هاڻ،تنهنجي نيڻَن مان ڪائنات جي اُونداهن سوراخن (Black Holes ) جهڙو لقاءُ ٻَڪي رهيو آهي،
چَريا ماڻڪ، تو کي تجلا ڏيئي چمڪڻ گهرجي.
تون ناموس جي هِير ۾ وچڙجي ، الاجي ڪاٿي تائين ڦرندو رهين،
تون شايد ٻالڪپڻي ۾ ماڻيل شهرت ۽ ناموس جي ور چڙهي وئين!
پوءِ بہ هوش ڪر، ڏورانهن منزل کي پنهنجي نشاني تي رکي،
تون ڪنهن اجنبي ديس جا رهواسي، پوڳيندڙ ۽ امرتا ماڻيندڙ انسان،
وري تجلا ڏيئي زماني تي ڇائنجي پءُ-
تون اهو شخص هئين، جنهن چنڊ لاءِ هوڏ تي ٻڌي،
تون اهو شخص هئين، جنهن جهٽ ۾ ڪائنات جي اونهن اسرارن لاءِ هٿ وڌايو.
پنهجي ڏاهپ وچائيندڙ ماڻڪ ، تون تجلا ڏيئي چمڪ هاڻِ!
رات ويل تو کي پيانڪ پاڇولا هيسائي ۽ سَهِمائي وجهن ٿا،
۽ ڏينهن جي روشنيءَ ۾ بہ پاڻ کي غير محفوظ ٿو پائين
خلق سامهون پنهنجي چريائپ جا وَکا پڌرا ٿيڻ جو ڀوءُ ورائي ٿو وجئي،
بهرحال، تون هاڻي مڃي وٺ تہ، شهرت جي جهونڪي تي ڀرپور سواريءَ بعد آڳاٽا آجيائن ڀريا، ڏينهن تون ڪائي چُڪين .
پوءِ بہ،
چريا ماڻڪ، تون تجلا ڏيئي چمڪ هاڻ!
ڪجهہ حوصلو ڪر، تون پلوڙ موسيقار، تون مصور.

تون پوُر پچائيندڙءِ  يخي هٽندڙ بڪ بَڪيا!(شِزوفرينڪ
تخليقڪارن جي گهڻ ڳالهائڻ ۽ غير حقيقي روين ڏانهن اشارو)
تجلا ڏيئي ٻيهر، اُفق تي چائنجي وچ تون.

*پنڪ فلائڊجي Crazy Diamond راڳ ترجمو*

# مفلوج ٿيل ذهن

منهنجي ذهن جي گُفائن ۾ ڪو چريو گهڙي ويهي رهيو آهي---۽
ٺهڪ ڏيئي رهيو آهي. . . . هها هها! ها ها!! ها ها ها!!!
يار، تون جَراحيءَ وسيلي ان چريئي کي اُتان ڪوري ٻاهر ڪڍو ڪر،
۽ جيستائين، مان سالم ٿي پوان،
تيستائين منهنجي دماغ کي درست ڪرڻ ۾ ساٿ ڏي دوست---
يا وري در کي تالو هڻي، مون کي ڪمري ۾ ڇڏي هليو وڃ،
ڪُنجي به پري ڪٿي اُڇلائي ڇڏ،
مان سچ ٿو چوان، منهنجو ساٿس ڪو ناتو ڪونهي،
تڏهن به منهنجي دماغ ۾ هوُ چريو گهر ڪيون ويٺو آ.

پنڪ فلائيڊ جي (Brain Demge) جو ترجمو

## ادل سومري جي حشوکي شاعرائي پيتا

حشو ڪيولر اماڻي جو ڏس پتو ڳولهجي
حشو ڪيولر اماڻي ديس ڀڳت انقلابي هو
هن سماج کي تبديل ڪرڻ تي چاهيو
پر هڪ ڏينهن هن جي وطن جو نقشوئي تبديل ٿي ويو
۽ ديس بدري هن جي حصي ۾ آئي.
ديس بدري ۽ دربدري جي ڪيفيت ساڳي آهي
اجنبي ديس ۾ پنهجا به اوپرا ٿي ويندا آهن
هو سنڌ جي مٽيءَ مان ڳوهيل هڪ سچو انسان هو
جنهن وٽ جيئري رهڻ جو ڪو به فن ڪو نه هو
هو چالاڪ ماڻهن جي دنيا ۾ پن مان پارهن نه ڪري سگهيو
هن جي اکين ۾ سنڌ جي چنڊ جو عڪس هو
جيڪو الهاس نگر ۾ ڏنڌلو ٿي ويو
۽ هن جا خواب الهاس نگر کان گانڌي دام تائين
دربدر ٿيندا رهيا
نه زنده رهڻ جي ڪا شاهدي، نه مرڻ جي ڪا نشاني
حشو الائي ڪاڏي ويو.

# جي ايم سيد جو حشو ڪيولراماڻي
# بابت ڏس پتو

هي سنڌ جي مڪيه ترقي پسند قومي ڪارڪنن مان صحيح سوچ رکندڙ ۽ باهمت، وڏيءَ نگاهه وارو دل جو درياءُ ۽ قلم جو بادشهاه آهي.

هي اصل ڳوٺ پريا، تعلقي نوشهرو جو رهاڪو هو. سندس ڏاڏو ديوان ڪنيومل زميندار ي ڪندو هو. شايد راڻيپور طرف سندس نالي ڪو ڪڙيو به هو. ديوان ڪيومل کي ديوان ٿهلرام نالي فرزند ٿيو جو پڙهي، روينيو کاتي جي نوڪريءَ ۾ گهڙيو جڏهن ورٽ آف وارڊس جي سنڀال هيٺ منهنجي زمين هئي، ان وقت هي ان کاتي جو مختيارڪار هو جنهن ڪري مون سان واقفيت ٿي هيس. پڇاڙيءَ ۾ هي ٿنڊي آدم ۾ ريزيڊنٽ ماجسٽريٽ جي عهدي تي هو. هي انهن ٿورن سرڪاري ملازمن مان هو جي ايماندار ۽ انصاف پسند ٿي رهيا هئا. هن 3 ڊسمبر 1922ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ وفات ڪئي. هن کي ٻه فرزند ٿيا: (1) حشمت راءِ عرف حشو ڪيولراماڻي ۽ گوپيچند عرف گوپ ڪيولراماڻي.

حشو ڪيولراماڻي 20 ڊسمبر 1914ع تي پرين جي ڳوٺ ۾ ڄائو. پنهنجي والد مرحوم جي وفاتيءَ وقت هي اٺن سالن جي عمر جو هو.

والد جي انتقال کان پوءِ حشوءَ جي سموري تربيت ۽ تعليم جو انتظام سندس والده جي هٿ هيٺ ٿيو جا سندرتا ۽ سچائيءَ جو روپ هئي. ٿيويهه سالن جي عمر ۾ هوءَ ودوا ٿي هئي. باوجود ننڍيءَ عمر جي هوءَ سمجهدار، خوددار ۽ باهمت عورت هئي.

حشوءَ ابتدائي ۽ ثانوي تعليم پرين جي ڳوٺ ۾ ورتي. مئٽرڪ جو امتحان ڪراچيءَ جي اين. جي. وي. هاءِ اسڪول مان ڏنائين. ان کان پوءِ، سٺهرن ورهين جي ڄمار ۾ هي هندستان کان ٻاهر سيلون هليو ويو، جتان لنڊن مئٽرڪ فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ڪيائين. سيلون ۾ رهڻ وقت

هي ينگ مينس ڪرسچن اسوسيئيشن جي ڊبيٽنگ سوسائٽيءَ جو سيڪريٽري ٿي رهيو. جنهن سوسائٽيءَ مان ڪيترن سيلون جي سياستدانن ۽ مدبرن تربيت پاتي هئي.

هي پوءِ سن 1935ع ۾ انگلينڊ ويو. جتي آئي. سي. ايس. جي پڙهڻ ڪي ڇڏي، پهرين ايروناٽيڪل سبجيڪٽ پڙهڻ لاءِ ڪنيائين. پر انهيءَ کي اڌ ۾ ڇڏي پاليٽڪس ۽ ايڪانامڪس پڙهڻ لڳو. پنهنجي قلندري طبع سبب، اتي هو ڪو خاص امتحان پاس ڪري نہ سگهيو. لنڊن ۾ رهائش وقت هن ڪجهہ وقت ڪرشنامينن سان انڊيا آفيس ۾ ڪم ڪيو. ”لنڊن مجلس“ نالي هڪ جماعت جو ڪجهہ وقت پريزيڊنٽ بہ هو. انهيءَ وقت هن جي فيروز گانڌي ۽ اندرا گانڌيءَ سان واقفيت ٿي. اتي پنڊت جواهر لعل نهروءَ سان بہ واقفيت ٿيس. اتي هو هندستان جي آزاديءَ سان تعلق رکندڙ ميٽنگن ۾ اڪثر شرڪت ڪندو هو. سن 1939ع ۾ هي موٽي سنڌ آيو. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جي ڪري واپس لنڊن نہ وڃي سگهيو.

سنڌ ۾ اچڻ بعد هن شاگردن جي تحريڪن ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو. شاگردن ۽ نوجوانن مان گهڻن تي هن جي صحبت ۽ خيالن جو اثر پيو. فرقيوار ذهنيت کان هي ائين بالاتر رهيو جيئن ڪنول جو گل پاڻيءَ ۾ رهي بہ پاڻيءَ کان مٿي اڇو اجرو پاڪ ۽ اوجل رهندو آهي.

ان وقت حشوءَ جي صحبت ۽ گفتگو منهنجي لاءِ روشنيءَ جي تروري جو ڪم ڏنو. هن ”مسئلہ قوميت“ جي بنيادي متن کان مون کي واقف ڪيو جن جي روشنيءَ ۾ آءٌ ساريءَ صورتحال کي نئين نقطہ نگاهہ سان ڏسڻ لڳس. ڪانگريسن جو نقطہ نگاهہ تہ هندستان جا جملي رهاڪو هڪ قوم هئا، سو بہ حقيقتن جي بنياد تي صحيح ڏسڻ ۾ نہ آيم. هندستان ڪيترين زبانن، ملڪن، ڪلچرن، مڪاني سياسي ۽ اقتصادي مفادن جو گڏيل ملڪ هو. ان جي مشابهت سوويت روس، يونائيٽيڊ اسٽيٽس يا يورپ سان ٿي سگهي ٿي.

اڳي سياسي مسئلن ۾ هوش کان جوش کي ترجيح پئي ڏنم. پر اها حشوءَ جي صحبت هئي، جنهن سياسي مسئلن ۾ رئشنل (عقلي) بنيادن تي غور ڪرڻ ۽ هوش کي جوش تي ترجيح ڏيڻ جو مون ۾ مادو پيدا ڪيو.

حشو پنهنجي زندگيءَ جو احوال مون ڏانهن موڪليندي، لکي ٿو ته:

”سياست ۾ دلچسپي وٺندي، ڪڏهن به پارٽي بازيءَ ۾ نه ڦاٿس. عوام جي جدوجهد ۾ شامل هوندي، اميرانه ۽ آدرش پسند طبيعت قائم رکيم!“

پاڪستان ٺهڻ بعد هي انهن ماڻهن مان هو جن پنهنجو سنڌ ديس ڇڏڻ نٿي گهريو. اول ۾ کيس جيل ۾ موڪليو ويو. بعد ۾ سنڌ اندر سندس رهڻ ناقابل برداشت ڪري، کيس ملڪ ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو. ڀارت وڃڻ کان پوءِ هن لڏي ويل هندن جي مسئلن ۽ هند ڀارت جي سوالن تي ڪيترائي مضمون اخبارن ۽ رسالن ۾ پئي لکيا آهن. ٻه ننڍا ڪتاب به لکيا اٿس:

1. سنڌ جي ننڍين آکاڻين جو ڪتاب (انگريزي)
2. پاڪستاني سوالن جي ڇنڊڇاڻ (انگريزي)

دهليءَ ۾ هن ”سنڌو سماج“ کي برپا ڪرڻ لاءِ ڪوشش ورتي، ٻهرين ”سنڌي ٻولي ڪنوينشن“ سڏائڻ ۾ حصو ورتو جنهن ۾ هندستان جي پريزيڊنٽ راڌا ڪرشنن کي به دعوت ڏيئي گهرايو ويو هو.

پنهنجي حياتيءَ جو وڌيڪ احوال لکندي چوي ٿو ته.

”جيل ۾ ڇو ويس؟ الله کي خبر! ڪنهن خاص پارٽيءَ جو ڪڏهن به ميمبر نه ٿيس. نه ڪڏهن قانون ڀڃڻ جي ڪوشش ڪيم. شايد شڪل ۾ تيز ڏسڻ ۾ پئي آيس. ولايتي جوان ٿي، سنڌي بلوچ بنجڻ جي ڪوشش ٿي ڪيم!“

لڙائيءَ کان پوءِ 1940ع کان 1941ع تائين هڪ دفعي ارڙهن مهينا جيل ۾ ويو هو. 1942ع ۾ وري کيس فوجي ماڻهن سان لهه وچڙ رکڻ جي شڪ ۾ ٻه مهينا جيل ۾ رکيائون. باوجود ان جي، جو هو کليو کلايو فاشزم جي خلاف هو. وري پاڪستان قائم ٿيڻ بعد 1949ع ۾، کيس چارج شيٽ ڏيڻ کان سواءِ ڏهه مهينا جيل ۾ رکيو ويو.

سنڌ ۾ هو ته پرڻجڻ جي قيد ۾ ڦاسڻ کان ڀيو ڇڙڪندو هو. هند ۾ وڃي گرهستي بنجي پيو. هن وقت صالح اولاد هئڻ ڪري خوش آهي. سندس پٽ کي مصوريءَ ۾ هڪ سال اندر ٻه انعام مليا آهن.

علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ کي تازو خط ۾ لکيو اٿس ته.

”منهنجي مرڻ کان پوءِ منهنجي مزار جو هي ڪتبو تي سگهي ٿو:
”هتي اهو ماڻهو رڪيل آهي، جن ڪيس گهڻو پيار ڪيو ٿي، انهن
کان پڇي ويو ان ڳالهه جي ڳولا لاءِ، جنهن جو ڪيس پاڻ پتو نہ هو.“
هي اجڪلهہ پنهنجي تجربن بابت هڪ ڪتاب لکي رهيو آهي.

*(”جنب گذاريم جن سين“ ڪتان تان ورتل*

# شيخ اياز جو حشوڪيولراماڻي
# بابت ڏس پتو

مون سان هن ( مونس) جي واقفيت 1946ع ۾ حشو ڪيولراماڻيءَ ڪراچيءَ ۾ ڪرائي هئي. مونس سيالڪوٽ جو هو ۽ ڪراچي لا ڪاليج ۾ پڙهندو هو. منهنجي ڪنهن بہ همعصر جو ايترو مطالعو نہ هو جيترو مونس جو هو. هن کي ننڊ نہ ايندي هئي ۽ هو ساري ساري رات پڙهندو رهندو هو. هو مارڪسوادي هو پر حشوءَ وانگر بورجوا فن ۽ فڪر جو توجهہ سان مطالعو ڪندو هو. حشوءَ هن کي ۽ مون کي انگريز اديبن استيفن اسپينڊر، ڪراستافر اشروڊ ۽ آڊن تي ليڪچر ڏنا ها. آڊن ۽ اسپينڊر شاعر آهن ۽ اشروڊ ناول نويس آهي. حشو جڏهن انگلينڊ ۾ هو تہ اهي ٽئي اديب اتان جي ترقي پسند ادب تي ڇانيل هئا. حشوءَ مون کي اشروڊ جو ناول Goodbye to Berlin پڙهڻ لاءِ ڏنو هو جو مون کي ڏاڍو وڻيو هو.

حشو اسان کي ڪميونزم ۽ سوشلزم تي ليڪچر بہ ڏيندو هو ۽ ان دور جي ڪميونسٽ ۽ سوشلسٽ رهنمائن ۽ انهن جي سوشلسٽ خيالات سان اسان جي واقفيت بہ ڪرائي هيائين. هو هڪ انسائيڪلوپيڊيا هو. جئہ پرڪاش نارائڻ تي ڳالهائيندو هو تہ هندستان جي سوشلسٽ پارٽيءَ جي پوري تاريخ ۽ ان سان ڪميونسٽ پارٽيءَ جا سارا اختلاف اکين اڳيان اچي ويندا هئا. هو جڏهن ايم. اين. راءِ تي ڳالهائيندو هو تہ انٽرنيشنل ڪميونزم جي ساري تاريخ اکين اڳيان ڦري ويندي هئي. مارڪس، لينن، اينجلز، استالن، ٽراتسڪي، پليخانوف، فيور باخ، روزا لڪسمبرگ، ڪارل ليبنڪ وغيره، ڪيئي انقلابي تاريخ مان نالا اسان جي ڪنن ۾ گونجندا هئا ۽ هو اسان کي انهن جي نظرين سان واقفيت ڪرائيندو

هو. هڪ پيري هو اسان کي ترانسڪيءَ ۾ هن جي همسفر اديبن ۽ دانشورن جي باري ۾ پنهنجا رايا ېڌائي رهيو هو. پارووس (Parvus)، ڊيوسش (Deutsch) راڊڪ (Radek) هيننگس (Hennings)، بال (Ball)، ٽيرستان تزارا (Tristan Tzara)، انا بليوم (Anna Blume)، انيسا (Inessa)، راڪو وسڪي (Rakovsky)، بريٽن (Bretan)، ڊيگور ويرا (Diego Rivera)، ميري مئڪارٿي (Mary Macarthy) وغيره. جا چا نالا آيا هئا.

هن جي گفتگوءَ ۾ ادب ۽ آرٽ جا رنگا رنگ گل اسان جي ذهن ۾ ٽڙي پيا هئا. هن منهنجي جديد انگريزي ادب سان بہ واقفيت ڪرائي هئي ۽ New Writing جا سلسلي وار ڪتاب ڏنا هئا. جن ۾ مغرب جو جديد ترين ادب هوندو هو.

هو آڪسفورڊ ۾ تنهن وقت اندرا گانڌيءَ سان پڙهندو هو. جنهن وقت اندرا ۽ فيروز گانڌيءَ جو معاشقو هلندو هو. ڪراچيءَ ۾ موٽي، حشوءَ انگريزي سامراج جي خلاف پوسٽر ڪڍيو هو جنهن ۾ هندستان جي نقشي تي لانگ بوٽ نڪتل هو ۽ لکيل هو:

"Stop this march of imperialism"

اُن پوسٽر ڪڍڻ تي انگريزن هن کي ٻہ سال ٽيپ ڏني هئي، پر هو ڏيڍ سال کان پوءِ آڪٽوبر 1941ع ۾ ڇٽي آيو هو. جيل مان نڪرڻ کا پوءِ هو سوڀي سان گڏ سنڌ جي دوري تي نڪتو هو. ان وقت ساري "سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن" حشوءَ جي اثر هيٺ هئي. هن سوڀي کي شاگردن سان واقف ڪرايو ۽ پوءِ سنڌ اسٽودنٽس فيڊريشن جو سيڪريٽري مقرر ڪيائينس. سوڀو اڃا تائين مرڪي چوندو آهي تہ لاڙڪاڻي ۾ حشوءَ سوڀي جو ڳوٺ ٻڌي ڏسي، هن کي چيو هو "You are a flower on a dung hill" (تون ڇيڻي جي ڍير تي هڪ گل آهين).

انگلينڊ مان حشو ٻنا ڊگري ونڻ جي آيو هو. ڪنهن بہ پارٽيءَ جو ميمبر نہ ٿيو هو ۽ ڪڏهن بہ وقت تي ماني نہ کاڌي هيائين. هن نہ ڪنهن مستقل روزگار لاءِ ڪوشش ڪئي هئي ۽ نہ ڪنهن هڪ نظريي جي پيروي ڪئي هئي. ايئن لڳندو هو تہ هن جي پوري زندگي هڪ سوال جي نشاني آهي. هن جي ذاتي زندگيءَ ۾ بہ هن جي ذهني تذبذب جي عڪاسي هئي.

آڪسفورڊ ۾ هن جي هڪ ڪرستان ڇوڪريءَ شانتي سيلونا سان واقفيت ٿي هئي، جا بمبئيءَ جي رهندڙ هئي. حشو ڪراچي موٽي آيو هو ته هن شانتيءَ سان خط و ڪتابت جاري رکي هئي. 1942ع ۾ جڏهن انگريز سرڪار جي خلاف آزاديءَ جي تحريڪ زور تي هئي ته حشو بمبئيءَ هليو ويو هو ۽ اتي شانتيءَ سان زبردست معاشقو لڙايو هيائين ۽ هن سان واعدو ڪري آيو هو ته هو جلد ئي بمبئي موٽي ايندو. 1944ع ڌاري حشو ٻيهر بمبئيءَ ويو ته شانتيءَ هن کي آخري اطلاع ڏنو ته، "جي هاڻي مون سان شادي نه ڪندين ته مان تولاءِ نه ترسنديس." حشو ارادو نه ڪري سگهيو ۽ شانتي سيلدونا هڪ انگريز آفيسر سان شادي ڪري ڇڏي، جو ڪميونسٽ هو. ٻي مهاڀاري لڙائي هلندي، 1942ع کان پوءِ ڪيئي انگريز ڪميونسٽ فوج ۾ ڀرتي ڪيا ويا هئا، ڇو ته ڪميونسٽ پارٽي جرمنيءَ جي خلاف انگريز حڪومت جي حمايت تي ڪئي. ان وقت بي. او. اي سي انجنيئرنگ يونين (B.O.A.C Engineering Union) ۽ معدنيات جي مزدور يونين (Mine Worker's Union) ۽ ڪيترن ئي نيري ڪالر وارن (Blue Collar) ادارن ۾ انگريز ڪميونسٽ شريڪ هوندا هئا.

هڪ ڀيري مان، مونس ۽ حشو، حشوءَ جي فليٽ ۾ وسڪي پي رهيا هياسين. حشو هوڻ ته سارو وقت سياست، بين الاقوامي معاملات، فلسفي ۽ ادب تي ڳالهائيندو هو پر ان ڏينهن هن پهريون ڀيرو عشق و محبت جي باري ۾ ڳالهايو هو. هن چيو ته،

"هن کي انهن مردن کان نفرت هوندي آهي، جي ڪنهن خوبصورت عورت جي دوستيءَ تي ٿڏندا آهن. انهن ۾ قابل رحم احساس ڪمتري هوندي آهي، ڇڻ ته هو ان تي پاڻ پڏائيندا آهن ته هنن سان ڪائي خوبصورت عورت گڏ آهي."

هن هڪ دوست جي ڳالهه ڪندي چيو هو ته، "هو ماڻهو آهي يا چراخ آهي، جو ماڪيءَ ۾ ٻوٽ ٿقي آيو آهي" ۽ پوءِ منهنجن ڇپن تي ڦڪي مُرڪ ڏسي چيو هيائين، "تون ڇو ٿو لڄي ٿين؟ شاعر ان معاملي ۾ Exception (مُستثنيٰ) هوندا آهن."

حشوءَ کي ڪئسانووا (Casanova) ٽائيپ مرد نہ وڻندا هئا ۽ هو هڪ اڌ عشق جو قائل هو.

ڳالهيون ڪندي جڏهن هو ڪيپ ۾ آيو هو تہ هن انگريزيءَ ۾ چيو هو "شانتي تون بہ... تون بہ شانتي؟" پوءِ هن ٽڏو ساهہ پري هڪ گيت ۾ ڊبل پيگ پيتو هو ۽ هن کي ننڊ اچي وئي هئي.

اهو تذبذب حشوءَ جي ذهن ۾ ڪميونزم سان محبت وقت بہ پيدا ٿيندو هو. هو اڪثر ڪنهن جو قول دهرائيندو هو تہ:

I shall live for Communism, I shall die for Communism, but I shall not live under Communism.

حشو سوچي کي بہ چوندو هو.

You will always be used by communists and supply with your life and bones the foundation of a new building.

سال 1947ع ۾ هن کي نظربند ڪري رکيو هئائون، چو تہ هو پنهنجيءَ فلئٽ ۾ ساري رات ڪجهہ ٽائيپ ڪندو هو. (هو اُن وقت سائين جي. ايم. سيد جو ڪتاب "نئين سنڌ لاءِ جدوجهد" (Struggle for New Sindh) جي نالي سان انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري رهيو هو.

جڏهن هن جو نظربنديءَ جو ميعاد وڌائڻ لاءِ هن کي مسعود کدرپوش وٽ پيش ڪيو هيائون، جو اُن وقت ڪراچيءَ جو اڊيشنل ڪمشنر هو تہ مان هن سان هن جي وڪيل جي حيثيت ۾ گڏجي ويو هوس. مسعود آءِ. سي. ايس هو ۽ جنهن وقت هو بمبئيءَ ۾ ڊپٽي ڪمشنر هو تہ آدي واسين ۾ ڏاڍو مقبول هوندو هو. هو اڳ ئي حشوءَ جو واقف هوندو هو ۽ حشو هن جي سياسي فلسفي کي ڀيل ازم جو فلسفو (Philosophy of Bhilism) چوندو هو. هندستان ۾ ڀيل مسعود کي "مسعود ڀڳوان" ڪوٺيند اهئا. جڏهن پوليس حشوءَ کي مسعود وٽ پيش ڪيو هو تڏهن حشوءَ کي ٽِري پيس سوٽ ۽ فليٽ هئٽ پيا هئا. حشوءَ فليٽ هئٽ لاهي مسعود کي چيو "هيلو مسعود!"

"هلو حشو". مسعود جواب ڏنو. پوءِ حشوءَ هن کي مون سان واقف ڪرائيندي چيو "هي ٽئگور کان پوءِ برصغير جو وڏي ۾ وڏو

شاعر آهي، پر هن وقت منهنجي وڪيل جي حيثيت ۾ آيو آهي.“
مسعود ڪجهہ مُرڪيو جڻ تہ هن کي حشوءَ جي مبالغي آميزيءَ جي عادت اڳيئي معلوم هئي ۽ پوءِ اسان ٻنهي کي ڪرسيون آڇيائين. ڳالهيون ڪندي مسعود، حشوءَ کي چيو هو، ”حشو تون هندستان ڇو نہ ٿو وڃين؟“

”مسعود! هي منهنجو وطن آهي، مان هندستان ڇو وڃان؟“، حشوءَ چڙي جواب ڏنو.

مسعود پنهنجي آڱوٺي سان پڻ واري ڪمشنر جي ڪمري ڏانهن اشارو ڪندي چيو:

“you Sindhis will be decimated like Red Indians”

(اوهان سنڌي ريڊ انڊينن وانگر ملياميٽ ڪيا ويندؤ).

پوءِ مسعود ڪنڌ جهڪائي، حشوءَ جي نظربنديءَ جي ميعاد وڌائڻ جو آرڊر لکيو ۽ جيستائين اسان هن جي ڪمري مان نڪري وياسين، هن اسان کي اکيون مٿي کڻي نہ ڏنو. مان مسعود جا لفظ ٻڌي وائڙو ٿي ويو هيس. پوءِ تہ هو آدي واسين جي حقن جو بہ حامي هو! حشوءَ جي رهائيءَ کان ڪجهہ وقت پوءِ هن کي ملڪ بدر ڪيو هيائون. اسان هن کي سائينءَ جي . ايم. سيد جي گهر تان ايئرپورٽ تي ڇڏي آيا هئاسين. موٽڻ وقت مونس ايئرپورٽ جي پٺين کي مُڪون هنيون هيون ۽ ڪار ۾ ٽاهہ ٽاهہ ڳوڙها ڳاڙيا هئا. سائين جي. ايم. سيد جڏهن انگلينڊ ۾ ڪرشنامينن سان گڏيو هو جتي مينن هندستان جو هاءِ ڪمشنر هو تڏهن مينن کي چيو هيائين:

”مان اوهان کي اڳيئي سڃاڻان ڇو تہ مون سان او هان جو ذڪر حشو ڪيولراماڻي ڪندو هو.

مينن بہ ٿي پيرا نرڙ تي آڱر هڻي ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ پوءِ چيو هئائين،

Yes, yes, now I remember the man_ the little man who always said that Sindhis are a nation

1963ع ۾ مان جڏهن حشوءَ سان دهليءَ ۾ مليو هوس تہ حشوءَ سان سرلا جي شادي ٿي چُڪي هئي. مان ٻانيان ٿو تہ سرلا جو اڳيون مڙس

مري ويو هو ۽ ان کان پوءِ هن حشوءَ سان شادي ڪئي هئي. هن کي ٻه جوان ڌيئر ۽ گل نالي سان هڪ ننڍو پٽ هو ۽ ساريءَ فيمليءَ جا فوٽو منهنجي البم ۾ آهن. حشو پنهنجو نالو سردار حشمت الله ۽ پُٽ جو نالو گل محمد ٻڌايو هو.

گل پيءُ وانگر جينيس ٽي لڳو ۽ هن کي ٻيرو فنڪار ( Child Artist) جي حيثيت ۾ نهروءَ آل انڊيا اوارڊ ڏنو هو. حشو اُن وقت به آزاد صحافي (Free lancer) هو. هن پاڪستان جي باري ۾ ڪيترائي مضمون Pakistan x-rayed جي نالي سان "هندستان اسٽائندرڊ" اخبار ۾ ڇپايا هئا، جي هو The Uprooted and the Upright جي نالي سان مرتب ڪري رهيو هو. مون کي ايئن ٽي لڳو ته حشو ٽُٽي چڪو هو.

هن مون کي تڏهن چيو هو ته،

"منهنجي ماءُ جڏهن دهليءَ ۾ مري وئي ۽ جمنا جي ڪناري تي هن جي چتا جلي رهي هئي، تڏهن نه ڄاڻان مون ڇا محسوس ڪيو هو جنهن منهنجي دنيا بدلائي ڇڏي آهي."

هن کي ان ڳالهه جو به شديد احساس هو ته هن جي قوم هن جي بيقدري ڪئي هئي. هڪ ڀيري منهنجي ۽ رشيد ڀٽيءَ جي لڇمڻ ڪومل دهليءَ ۾ پنهنجي گهر تي ماني ڪئي هئي. دهليءَ جا ڪيترائي سنڌي اديب، مرد ۽ عورتون اُتي آيا هئا. حشو به موجود هو. رات جا اٽڪل ٻارهن لڳا هئا. مان پنهنجو شعر پڙهي رهيو هوس ۽ چوڌاري واهه واهه ٿي رهي هئي. ايتري ۾ حشو جو پيتل هو اُٺي بيٺو ۽ مون کي ٻانهن کان وٺي چيائين،

"شاعر، اُٺي بيهه!" جڏهن مان اُٺي بيٺس ته هن چيو "منهنجن پيرن تي هٿ رک ته هنن کي معلوم ٿئي ته مان ڇا آهيان."

مون هن جي پيرن کي ڇُهيو هو ته منهنجين اکين ۾ ڳوڙها ڀرجي آيا هئا. هو پوءِ ويهي رهيو هو ۽ پنهنجيءَ دنيا ۾ گم ٿي ويو هو.

حشوءَ جي ڪراچيءَ واري گهر ۾ اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن جا ڍير پيل هوندا هئا ۽ هن جو سامان چوڌاري ٽڙيل پکڙيل هوندو هو. مون تي ته هن جو اثر رهيو آهي ۽ منهنجي ساري گهر ۾ ڪتاب ٽڙيل پکڙيل هوندا آهن. منهنجي ڪاڏي جي ميز ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن سان پرريل

هوندي آهي ۽ زرينہ انهن کي روز هٿائي مانيءَ جي پليٽن لاءِ جاءِ ڪندي آهي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ انهيءَ بي خوديءَ جي باوجود، مون وڪالت ڏاڍي ڏيان سان ڪئي آهي ۽ مون کي پيسي جي ضرورت ڪڏهن بہ نہ رهي آهي. (ان تي ڪنهن ٻي وقت لکندس).

ابراهيم جويي جي طبيعت انهيءَ معاملي ۾ حشوءَ جي بلڪل برعڪس آهي. هو سُئيءَ سڳي تائين هر شيءِ جائيتي رکندو آهي. هن وٽ ڪوبہ اجايو پنو نہ پيو هوندو آهي ۽ جيستائين هو بيڪار ڪاغذ ڦاڙي، مزي سان ٽڪريون ٽڪريون ڪري نہ اُڇليندو آهي ۽ ڪارآمد ڪاغذ ڪنهن ڪتاب جي وچ ۾ يا پنهنجي ويهاڻي هيٺان ناهي نوڪي نہ رکندو آهي، تيستائين هن کي چين نہ ايندو آهي. حشوءَ ۾ ضد بلڪل ڪونہ هو ۽ ابراهيم ۾ ضد تمام گهڻو آهي. (مان ڀانيان ٿو تہ ابراهيم تي سائين جي. ايم. سيد جي صحبت جو اثر ٿيو آهي. جنهن جو ضد بہ پنهنجو مثال پاڻ آهي). حشوءَ ۾ تذبذب هو ابراهيم ۾ ڪوئي تذبذب نہ آهي. هن جا سياسي نظريا ۽ زندگيءَ جا اصول طي شده آهن، جن ۾ ڦير گهير جي ڪائي گنجائش نہ آهي. ترتيب ۽ تسلسل هن جي زندگيءَ جون نمايان خوبيون آهن. حشو بين الاقوامي ڪميونزم جون ڪمزوريون پاڻ ٻڌائيندو هو ابراهيم اجا تائين اُهي ٻڌڻ نہ چاهيندو آهي. (توڙي هو ايم. اين. راءِ جي ريڊيڪل ڊيموڪرئٽڪ پارٽيءَ ۾ رهيو آهي) حشو تہ 1948ع جي شروع ۾ هندستان هليو ويو هو پر ابراهيم جون مهربانيون اڄ تائين مون تي مينهن وانگر وسنديون رهنديون آهن.

پنهنجين ڪمزورين جي باوجود، ابراهيم حشوءَ کان وڏو ماڻهو آهي. پس پرده رهي، هن نئينءَ سنڌ جي ذهني تربيت ڪئي آهي. حشوءَ تہ رڳو سائين جي. ايم. سيد جو هڪ ڪتاب انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو پر ابراهيم، سائينءَ جي ڪيترن ئي ڪتابن تي ڏينهن جا ڏينهن نور نچويو آهي. هن لاءِ هر ترقي پسند ڪتاب، هر اهو ڪتاب جنهن سان ٻوليءَ ۽ ادب جو واڌارو ٿئي، هن جو پنهنجو ڪتاب آهي ۽ هن جو جيترو وس پڳو آهي، هن ليکڪ کي اُنهيءَ ڪتاب سنوارڻ ۾ مدد ڪئي آهي.

*("ساهيوال جيل جي ڊائري" تان ورتل)*

# ڪيرت ٻاٻاڻي جو حشو ڪيولراماڻي
# بابت ڏس پتو

حشو ڪيولراماڻيءَ سان اُن سمي منهنجي ڪراچيءَ ۾ ملاقات ٿي، جڏهن هو شهاڻي لاڪاليج جي سامهون، ڪنهن جڳهه جي هڪ ننڍي فليٽ ۾ اڪيلو رهندو هو. حشو ڪيولراماڻي هڪ وڏو انقلاب پسند شخص ۽ اعليٰ قد جو ٻڌيمان هو. سندس جيون ڪهاڻي تمام دلچسپ ۽ اڏيت رهي آهي، پر ان جو تفصيلي احوال مان هت نه ڏيئي سگهندس، چاڪاڻ ته اهو منهنجي ڪهاڻيءَ کان ٻه وڏو داستان ٿي ويندو پر پوءِ ٻه ڪيس پنهنجي طرفان خراج عقيدت پيش ڪندي، پڙهندڙن کي ههڙي اعليٰ درجي جي مفڪر جي جيون جي جهلڪ ضرور پسائيندس. حشو ڪيولراماڻي سنڌ جي انهن چند آڱرين تي ڳڻن جهڙن بلند پائي جي عاقلن مان هو جن تي سنڌي جاتي بجا طور فخر ڪري سگهي ٿي.

حشو نوابشاهه ضلعي جي پرين جي ڳوٺ ۾ ڄائو هو. اسڪولي جيون ۾ ئي ڏاڍو ذهين هو. مئٽرڪ پاس ڪرڻ ڪانپوءِ هو وڌيڪ پڙهائيءَ لاءِ انگلينڊ هليو ويو جتي نئوپسند (ريڊيڪل) ويچار وارن جي صحبت ۽ اثر هيٺ سامي‌واد طرف ڇڪجي ويو ۽ برٽن جي پورهيت تحريڪ ۾ پڻ شامل ٿيو. ان زماني ۾ پارٽي ودیارٿين جيڪا پنهنجي سنستا "انڊيا ليگ" ناهي هئي، جنهن ۾ ڪرشنا مينن اڳرو هو ۽ اندرا گانڌي ٻه ممبر هئي، تنهنجو حشو ڪيولراماڻي پرڌان ٻه ٻڻيو هو.

1939ع ۾ انگلينڊ مان واپس وريو ۽ فورن ڪراچي مزدور تحريڪ ۾ گهڙي پيو. ان ئي سال ٻي مهاڀاري جنگ ڇڙي پيئي. هٽلر جي فاسشت طاقتن جي خلاف سڄي دنيا جي جمهوري ترقي پسند عناصرن

۽ شڪتين ملي آواز بلند ڪيو ۽ حملي جي نندا ڪئي. حشو ڪيولراماڻي پڻ پنهنجن ساٿين قاضي مجتبيٰ (پورهيت اڳواڻ) سنتوش ڏرماڻي ۽ پريتم ٿهلراماڻي (وديارٿي اڳواڻ) سان ملي، ودياٿين ۽ پورهيتن ۾ جنگ خلاف ڪراچيءَ جي رستن ۽ گلين ۾ جلوس ڪڍي پرچار ڪيو جنهن ۾ هنن انگريزي سلطنت شاهي ۽ ڀارت جي آزاديءَ جي حق ۾ زوردار ڀاشڻ ڏنا. انگريز سرڪار بغاوت جي ڏوهه ۾ حشو ۽ سنتوش کي 1940ع ۾ گرفتار ڪري وڃي ڪراچي جيل ۾ بند ڪيو. هڪ سال جيل جي سزا ڪاٽي جڏهن ٻاهر نڪتو ته صفا خاموش ٿي ويو. گذر بسر جو به ڪو وسيلو ڪونه هوس. ڪتان گذران ڪندو هو تنهن جي ڄاڻ ڪانه پوندي هئي. ڪي سرندي وارا دوست ۽ ڪي شرڌالو شاگرد شايد سمندس مدد ڪندا هئا. شاگرد هلچل ۾ به پنجابي ڇوڪري، سرلا آهوجا سان پريت لڳي ويئي هئس، شايد هوءَ به کيس مدد ڪندي هئي.

حشوءَ سان سندس چانهه جي ڪوپ تي ويهي، ماٺ ڪري سندس ڇڳائي ويچار ٻڌڻ هڪ قسم جي ذهني مجلس هئي. هو **سياسي ڄاڻ ۽ علم جو ڀنڊار هو ۽ انگريزي ڀاشا تي ايڏو ضابطو هوس، جو خود انگريز به حيران ٿي وڃن. ڪنهن به وشيه تي، هڪ ته وڏي اختياريءَ سان ڳالهائيندو هو ۽ ٻيو ته سندس لفظن ۽ دليلن ۾ ايترو ته زور هو جڻ تيز ڌارا وهندي ٿي وڃي، بنا ٻيهڻ جي. کيس ٻڌڻ ۾ آنند ايندو هو ۽ ڪافي ڪجهه علم حاصل ٿيندو هو. راڄنيتي فلسفي ۾ ته هو پڙهو پر ٻين علمن ۾ پڻ سندس حاصلات حيرت جهڙي هئي.** مان اڪثر وٽس فليٽ ۾ هليو ويندو هوس، کيس چانهه جي دعوت ڏيئي پرواري ايراني ريسٽورينٽ ۾ وٺي ايندو هئس. ٻه چاهيون ۽ ڪارن بسڪيٽن جي هڪ پليٽ گهرائي وٺندو هئس، هڪ چانهه تي ٻه- ٽي ڪلاڪ لڳاتار سڄي دنيا جي سياست تي ڳالهائيندو ويندو هو. مان سندس ڳالهائڻ ڪان ڏاڍو متاثر ٿيندو هوس.

ڀارت جي ورهاڱي ڪانپوءِ حشو سنڌ جي مهان اڳواڻ جي. ايم. سيد سان گڏجي سنڌين جي حقن لاءِ به جدوجهد ڪندو رهيو. هن انگريزيءَ ۾ هڪ ماهوار مخزن ”پاڪستان ٽائيمس“ به ڪجهه وقت لاءِ

شايع ڪئي هئي. نيٺ ڪيس مجبورن پاڪستان ڇڏڻو پيو. هت ڀارت ۾ اچي هن سرلا سان شادي بہ ڪئي ۽ اخبار نويسيءَ جو پيشو اختيار ڪيو. سنڌي هلچل، جيڪا سنڌو سماج، دهليءَ جي زير سايہ شروع ٿي، تنهن جي شروعاتي اڳواڻي حشو ڪيولراماڻي ڪئي. 1957ع واري ڀهرين سنڌي ٻولي ڪنوينشن جي وقت هو سنڌي سماج (دهلي) جو پرڌان هو ۽ اتهاسڪ ڪارنامو ڪري ڏيکاريائين. سنڌيت جي هلچل جي تاريخي ۾ اهو سال ۽ اهو واقعو زبردست اهميت ٿا.

ساڳئي وقت دهلي ۾ پڻ سنڌوسماج جو پايو وڌو ويو. ان سمي حشو ڪيولراماڻي سنڌو سماج جو صدر هو. ٻيا برک اديب ۽ معزز شخص بہ ساڻس شامل هئا. جهڙوڪ تيرٿ بسنت، هرومل سدارنگاني، جيو گرسهاني، شيام ڀاڳيا، ڪيئو سئناڻي ۽ ٻيا بہ ڪيترائي هئا. حشوءَ جي رهبري هيٺ سنڌي ٻوليءَ جي تسليمي لاءِ صحيحون گڏ ڪرڻ جي مهم هلائي وئي. فوجي اتساهہ سان ڪم کي هٿ ۾ کنيو ويو. ٿوري وقت جي اندر هنن تقريباً هڪ لک صحيحون گڏ ڪري ورتيون. لک صحيحن جو وڏو بنڊل حشوءَ ڀارت جي پارليامينٽ جي اسپيڪر کي هڪ وفد جي اڳواڻي ڪندي پيش ڪيو. حشوءَ انهي اتهاسڪ ڪارنامي کي پنهنجي جينيسنيس جو نپو بہ هنيو. اسپيڪر کي عريضو پيش ڪندي، ڪيس ڪراچي حلوي جي هڪ چڪي بہ پيش ڪئي، تہ منو وات ڪريو ۽ اسان جي ٻوليءَ کي مانيتا ڏيو. ٻاهر اچي بين پارليامينٽ جي ميمبرن کي پڻ حلوي جون چڪيون آڇيون ويئون ۽ سنڌين جي حقي طلب کي قبولڻ لاءِ اپيل ڪئي ويئي. سنڌين پنهنجو حق حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ انوکو ۽ مثال پيش ڪيو جنهن جا سالن تائين پئي چرچا هليا.

ٿورن سالن ڪانپوءِ حشو دهلي ڇڏي اچي بمبئي ۾ وسيو. پر سندس ذهني ميزان نيڪ نٿي لڳو. اهڙو ڪجهہ ڇا ٿي گذريو جو سندس من ۽ دماغ جي اسٿتي بگڙي ويئي هئي. هن جو وهنوار ۽ وچار ڪجهہ عجب ۽ آساڌارڻ پئي لڳو. ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو هوائين. ويجهن دوستن وٽ ويندو هو. ڪنهن ڪان بہ رپيا، ڪنهن ڪان پنج رپيا تہ ڪنهن ڪان ڏهہ رپيا گهري وٺندو هو. ائين چئي

تہ ”مان اُتم گرنٿ (World Classic) وينو لکان. جنهن مان لکڻ ۾ مون کي رائلٽي (اجورو) اچڻو آهي. مان هيءُ قرض طور ٿو وٺان. جيڪي پنهنجي ڊائريءَ ۾ داخل ڪندو ٿو وڃان ۽ جڏهن منهنجي رقم آئي تہ مان سيني کي اهو قرض موٽائي ڏيندس...“ اهڙين هو چانهہ ڊبلروٽيءَ تي گذران ڪندو هو. سگريٽ ڪانسواءِ بہ رهي نہ سگهندو هو. هڪ ٻئي پنيان ڦوڪيندو ويندو هو. سستي اگهہ وارو سگريٽ خريد ڪندو هو. ڳالهائڻ ۾ پوندو هو تہ جڻ بند ئي ٽٽي پيو. نڪو ڪنهن کي ڳالهائڻ ڏيندو هو ۽ نڪو پاڻ ڪٿي دم پٽيندو. گهڻي ڀاڱي هوش ۽ عقل سان ڳالهائيندو هو ۽ ڏاڍو اثرائتو لڳندو هو. پر جي اوچتو جُهڪي آيس تہ پوءِ پٽڙيءَ تان لهي ويندو هو. اهڙيون ڳالهيون ڪندو جو سندس سنوائيءَ ۾ ئي شڪ پئجي وڃي. اڪثر چوندو هو مان جيڪو پستڪ لکان وينو ان جو هڪ هڪ صفحو ڀارت جو راشٽرپتي گهرائي وٺندو آهي... ڀارت جي پرڌان منتري اِندرا گانڌي ڪي بہ اهم فيصلا ڪرڻ کان اڳ مون سان صلاح ڪندي آهي، جيڪي بہ دنيا ۾ نيون کوجنائون ٿيون، تن جي پهرين اڳڪٿي مان ڪندو آهيان. مطلب تہ ڪيتروئي بيجوڙ ۽ اٽنهڪندڙ ۽ وشواس کان ٻاهر چوندو ويندو هو. ظاهر هو تہ هو اُتي اهم (Super Ego) جي احساس ۾ مبتلا هو. اها ڳالهہ سياويڪ بہ هئي، جيڪو شخص ايڏو عقل جو صاحب، جو مائٽن کيس ڪليڪٽر بڻجڻ جي آس سان انگلينڊ موڪلي ڏنو سو هن نموني بلڪل ناڪامياب ۽ نڪمي زندگي گهاريندو هجي، سو پنهنجي فهم کي تہ ڪوتہ آٿت آسرو ڏيئي جيون سڦل هئڻ جي ڀرم کي پاليندو......

رهڻ لاءِ شروع ۾ تہ پيڊر روڊ تي پنهنجي ڀڏڙي ڀيڻ جي گهر جي ڪليل بالڪنيءَ ۾ هڪ فراسيءَ ۽ هڪ چار سان ڪم هلائي ويندو هو. پر رات جو تمام دير سان اچڻ ڪري کيس اُتان بہ نيڪالي ملي. پوءِ تہ هڪ بلڪل لاوارثن وانگر ڪڏهين ڪٿي، تہ ڪڏهن ڪٿي سمهي پوندو هو. رات ڪاٽي، وري بمبئيءَ جون گهٽيون ۽ رستا ڪڇيندو وتندو هو. ڌرمشالائن ۾، پليٽ فارمن تي يا مساڻن ۾ رات گذاريندو هو.

آخري ڏينهن ۾ الهاسنگر (سنڌونگر) جي مساڻن ۾ رهندو هو... پوءِ اوچتو لاپتا ٿي ويو.

آخري وقت تي جنهن شخص ڪيس ڏنو هو سو سندس ويجهو مائٽ آهي، مسٽر ماڌو پمپاٽي، جنهن ڪان آخري دفعي هن ٽن سَوَن روپين جي گهر ڪٽي ۽ ضد ڪري ٽي سؤ رپيا ڪيسي ۾ وجهي، ٻاهر نڪري ويو. اُن ڏينهن تي اوڙڪ برسات پئي پيئي، گهٽيون، رستا، نديون نارا ٿي لڳا. سندس لاپتا ٿي وڃڻ جو هڪڙو انومان اهو آهي ته هو سنڌونگر ويندي ويندي، اهڙي ڀيانڪ رات جو اونداهيءَ ۾ ڪٿي نه ڪٿي ترڪي پاٽيءَ ۾ لڙهي، الائي ڪٿي وڃي دفن ٿيو هوندو. ٻيو انومان اهو به آهي ته مساڻيءَ، ٽن سَوَن قرض جي لالچ تي، حشو کي گهريءَ اونداهي رات جو فائدو وٺي، ختم ڪري، ان مساڻ ۾ پوري ڇڏيو تو ڏسجي. اهو انومان برک ليکڪ موهن ڪلپنا به ڪڍيو هو جنهن به حشوءَ جي پوئين ڏينهن ۾ ڏاڍي مدد ڪئي هئي. اهڙي قسم جي رپورٽ پوليس کي به ڪئي ويئي هئي، پر ان جو ڪو به نتيجو ڪونه نڪتو. ڪيئن به هجي، هڪ اعليٰ سنڌي بڌيمان جي پڇاڙي ههڙي تنگ دستي ۽ دردناڪ نموني ۾ ٿئي، سان نهايت پيڙادائڪ ۽ اسان سيني لاءِ "حيف" لائق آهي.

# لڇمڻ ڪومل جو حشو ڪيولراماڻي
# بابت ڏس پتو

اسين هر آرتوار تي اُشا جي پڳت سنگهه مارڪيٽ واريءَ فليٽ ۾ سڄو سڄو ڏينهن رهي ۽ چور پوليس پتن واري جوئا ڪندا هئاسين. سري واڌواڻي وڏو پتي باز هو ۽ اڪثر سيني کي سڄو ڪري ڇڏيندو هو. پر پنهنجن ڪتيل پئسن مان هو شام جو وسڪي ۽ اُچي ڪاڌي پيتي تي پنهنجي سڄي ميڙيل رقم خرچ ڪندو هو. پاسي واري فليٽ ۾ حشو ڪيولراماڻي رهندو هو. هو اسان جي پتي بازيءَ واريءَ محفل ۾ تہ شريڪ نہ ٿيندو هو پر شام واريءَ شراب جي محفل ۾ اچي شامل ٿيندو هو. ٻہ چار پيگ پيئڻ کان پوءِ هو انٽرنيشنل سياست تي وڏيون وڏيون تقريرون ڪرڻ شروع ڪندو هو. هن جي چوڻ موجب اندرا گانڌي پنهنجي انگلينڊ جي آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ واري شاگرديءَ واري زماني ۾ هن جي والنٽيئرز طور هن جو هر حڪم مڃيندي هئي

سياسي ۽ سماجي سوجهہ ٻوجهہ ۽ عالمي سياست جو گهرو شعور رکندڙ مشهور انگريزي اخبار جو مقبول ڪالم نويس حشو ڪويلراماڻيءَ پنهنجن پوين ڏينهن ۾ مفلسيءَ جو ڀيانڪ روپ ڏٺو. گذر سفر لاءِ هو پنهنجا ناياب ڪتاب ڀڳڙن مٺ تي وڪڻڻ لاءِ دوستن کي گهر گهرائيندو هو ۽ ڪانئن زبردستيءَ پنهنجا ڪتاب خريد ڪرائيندو هو. ڪتابن کان پوءِ هن پنهنجي گهر واريءَ کان لڪائي گهر جو سرو سامان بہ سستو وڪڻڻ شروع ڪيو جنهن تان ٻنهي وچ ۾ سدائين جهيڙو رهندو هو. هن جي گهر واري هن کي صبح جو ٻہ رپيا هٿ ۾ ڏيئي گهر مان ڪڍي ڇڏيندي هئي ۽ هو سڄو ڏينهن هِتي هُتي ڀٽڪندي، رات جو دير سان گهر موٽندو هو. سگريٽن بدران پن جون

بيڙيون پيئڻ لڳو ۽ فوجيءَ ڪئنٽين جي سستي رم تي گذران ڪرڻ لڳو. هن زندگيءَ جا پويان ڏينهن الهاس نگر جي جهوپڙ پٽيءَ ۾ گذاريا، جتي ئي هن جي لاوارث لاش جو ميونسپالٽيءَ وارن مساڻ ۾ آخري اگني سنسڪار ڪري ڇڏيو هو.

هڪ رات مان بمبئيءَ ۾ ڪيرت باباڻيءَ جي گهر ويٺو هوس. اسان اڃان پهريون پيگ ئي ٺاهيو هو جو در جي گهنٽي وڳي. ڪيرت جي زال سوتيا در کوليو تہ حشو اندر گهڙي آيو. ڦاٽل ميري قميص ۽ ڪٽل پئنٽ، مهيني کن جي وڌيل اڇي ڏاڙهي، مٿي تي ڪاري رنگ جي پراڻي چپي تيل فليٽ هئٽ. گهنجيل چهرو ۽ ڏرا ڏيئي آيل اکيون. ”اڙي لڇمڻ، تون؟“ ۽ مون کي ياڪر پائي چپ چاپ صوفا تي ويهي رهيو. ڪيرت بي نيازيءَ مان هن لاءِ پيگ، ٺاهيو. هو سڄو گلاس ڳيت ڏيئي پي ويو. ٿڪل، اداس ۽ ڳاڙهين اکين سان مون ڏانهن گهوريندي پڇيائين، ”ٻڌاءِ لڇمڻ، حشو اڃا تائين پاڻ ۾ هڪ مڪمل انسٽيٽيوشن (ادارو) آهي يا نہ؟“ منهنجي جواب لاءِ ترسڻ کان سواءِ ئي چوڻ لڳو ”تو کي خبر آهي تہ روس جو صدر خروشيف اهم ترين عالمي مسئلن تي مون سان ئي مشورو ڪندو هو ۽ منهنجي صلاح کان سواءِ ڪوبہ فيصلو نہ وٺندو هو. تو کي ڄاڻ آهي تہ اڄ اڌ دنيا سوشلزم طرف وڌي رهي آهي. ۽ سندن سوچ جو رخ موڙڻ ۾ حشوءَ جو ڪيترو نہ وڏو ڪردار رهيو آهي. آمريڪي صدر جو انڪشاف پڙهيو اٿيئي؟“ انگريزيءَ ۾ ڳالهائي رهيو هو.

ڪيرت مون کي اتان اٿاري اندر ڪمري ۾ وٺي آيو. چيائين، ”هي هتان سولي جند نہ ڇڏيندو ۽ ماني کائڻ کان سواءِ نہ ويندو. سوتيا بيمار آهي. ان ڪري ماني ٻاهران گهرائڻي پوندي. تون هن کي پنج رپيا ڏيئي ڪانئس جان ڇڏاءِ. مان تہ ڏيئي ڏيئي ٿڪجي پيو آهيان. پئسا ملندي ئي هو هڪدم هليو ويندو.“ آلين اکين سان مون حشوءَ کي صوفا تان اڇي اٿاريو. هو هيڏانهن نهاري بوتل ڳولهي رهيو هو. .يڪا ڪيرت الماڙيءَ ۾ رکي ڇڏي هئي. مون کيسي مان ڏهين جو نوٽ ڪڍي چپ چاپ حشوءَ جي تري تي رکي، هن جي مٺ ٻيڪوڙي ڇڏي. پئسا ملندي ئي حشو ٽڪڙو ٽڪڙو در کولي ٻاهر نڪري ويو. در جي

چانئٺ تي، بيٺي بيٺي مان سنڌ جي هن عظيم دانشور اعليٰ مفڪر، انگريزي صحافت جي دنيا ۾ آبرودار رتبو ماڻيندڙ حشو ڪيولراماڻيءَ کي آخري پيرو وڏيون وڏيون ٻرانگهون پريندو اونده ۾ غائب ٿيندي ڏسندي رهيس. اندر اچي ڪيرت کي چيم، ”ڪيرت، ماني نه گهرائجانءِ. اڄ مون کان گرھ ٻه نه اڪلندو.“ ٻاهر اچي مون مرين لائينس وڃڻ لاءِ ٽئڪسي ڪئي. ٽئڪسيءَ ۾ درين کان ٻنهي پاسي رستي جي روشنين ۾ هن کي ڳولهيندو رهيس. متان ڪٿي هو نظر اچي وڃي. پر دل ئي دل ۾ سوچي رهيو هوس ته نه ملي ته سٺو. ڪٿي سچ پچ ملي ويو ته مان هن کي رات ڪٿي وٺي ويندس؟ پنهنجي ساهيڙيءَ جي گهر ۾ هن کي رات ڪيئن رهائيندس؟ بهتر آهي ته نه ملي ۽ حشو مون کي زندگيءَ ۾ وري ڪڏهن نه مليو.

سال ٽيهٺ جي سياري ۾ جڏهن شيخ اياز ۽ رشيد ڀٽي دهليءَ آيا هئا ته حشوءَ کين پنهنجي ڀڳت سنگهه مارڪيٽ واريءَ فلئٽ ۾ مانيءَ تي گهرايو هو. هن ڪنهن فوجيءَ کان سستي رم جي بوتل هٿ ڪئي هئي ۽ مون کي، سترام همدرد، هريڪانت ۽ شام ياڳيا کي ڦوڙي ڪري ڪبابن ۽ مانيءَ جو انتظام ڪرڻ لاءِ چيو هو. هريڪانت مون کي چيو ”چا ٻه ٽئي، اڄ اياز لاءِ گهر ٻاري ڏياري ڪرڻي آهي. پر في الحال گهر تو کي ٻارڻو آهي. پهرين تاريخ تنهنجو قرض لاهيندس.“

شام ياڳيا پنهنجي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي وڏن وڏن ليڊرن ۽ پنهنجي ياڙيسري، پنجابي اديبه امرتا پريتم ۽ امروز کي پڻ مدعو ڪيو هو. امرتا پريتم پنهنجي هٿ سان اياز کي پيگ ناهي ڏيئي رهي هئي ۽ اياز جي سگريٽ جو اڌ پئڪيٽ پي ويئي هئي.

اياز جو جگري دوست سترام همدرد پنهنجي سالي جي هوٽل تان لذيذ طعام تيار ڪرائي آيو هو. حشوءَ جي گهر رم جا ٻه چار پيگ پيئڻ کان پوءِ اياز ڏاڍو جذباتي ٿي ويو. هو وڪيلن وانگر جڻ عدالت ۾ اٿي بيٺو. هڪ سٽ ڳالهائي هيٺ جهڪي حشوءَ جا پير پڪڙڻ لڳو. وري اٿي بيهي انگريزيءَ ۾ تقرير ڪرڻ لڳو. I owe half my existence to Hashu. (منهنجو اڌ وجود حشوءَ جي ڪري آهي) ۽ حشو ورائي ورائي اياز کي چوڻ لڳو

Why half Ayaz, Why not full. (اڌ ڇو اياز سڄو ڇو نہ؟)

”سڄو نہ حشو، رڳو اڌ، رڳو اڌ!“

”سڄو ڇونہ؟“ حشوءَ رم جو وڏو ڍڪ پريندي ڇيو.

”ڏس حشو.“ اياز جو آواز ٻاتاڙجڻ لڳو هو.

”تون ڪراچيءَ ۾ مون کي فليٽ ۾ اڪيلو ڇڏي هليو وئين. ان بعد مان جيڪي ڪجھ آهيان، پنهنجي قابليت ۽ محنت سان بڻيو آهيان. تو تہ وچي انگلينڊ وسائي ۽ مان وڪالت جي سند وٺڻ لاءِ پنج سو رپيا هٿ ڪرڻ لاءِ هِتي هُتي ٺڪڻ لڳس. ڪراچي ڪارپوريشن ۾ ڪلارڪيءَ جي نوڪري ڪيم. مون تنهنجي....“

”تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين اياز. تون اسان کان پئسا ڦري نيپيئر روڊ جي ڇڪلن جي رنن کي ڏيئي ايندو هئين.“

اياز غصي ۾ مُٺيون ڀڪوڙي رشيد ڀٽيءَ جي ڪوٽ جي کيسي ۾ مُٺ وجهي، سائي پيپرمينٽ جو پوو ڪڍيو. ہ ڍڪ پيئڻ کان پوءِ هن کي ڪاوڙجي چيائين، ”اڙي، ٿلها، هيءُ ڇا وٺي آيو آهين؟ هي تہ ڏُکيون، رنان پيئنديون آهن.“ اياز وري اٿي بيٺو ۽ حشوءَ کي مخاطب ٿي چيائين،

”پر ان رات تون اوچتو هليو ڇو وئين؟“

”مان پاڻ هليو نہ ويس. تو مون کي ڌڪا ڏيئي فليٽ مان ڪڍي ڇڏيو هو. پنهنجي پنجابي دوست مونس سان سازباز ٿي مون کي، گيٽ آئوٽ، چيو هو.“

الزام تراشين جو سڄو سلسلو انگريزيءَ ۾ هلي رهيو هو. حشوءَ جي ڇتي انگريزيءَ اڳيان اياز جي زبان ٻاتاڙجي رهي هئي. اوچتو رشيد ڀٽيءَ اياز جي هڪ غزل جي پورنو گرافڪ پئروڊي زور زور سان پڙهڻ شروع ڪئي، جنهن اياز جي غزل جي هر قافيي رديف کي الف اگھاڙو ڪري زبردست پئروڊي ٺاهي هئي. قابل تحرير هجي ها تہ اها هتي اوس درج ڪيان ها.

اڌ رات جو حشوءَ جي گهر کان پنڌ ئي پنڌ مون ۽ سترام همدرد، اياز ۽ ڀٽيءَ کي ڪنات پليس هوٽل تي پهچايو ۽ راجوءَ گيتا راج جي ننڊ ڦٽائي. اڌ رات جو اڌ بوتل پي شام پاڳيا، هريڪانت کي سائيڪل

تي وهاري، پندرنهن ميل پري مالويہ نگر ڇڏڻ ويو. اياز جي حشوءَ سان اها آخري ملاقات ڪئي. راءِ جي پيروڪارن ۾ اسان جي سنڌي دانشورن محترم ابراهيم جويو شيخ اياز ۽ حشو ڪيولراماڻي (ڪي بيا بہ هوندا، جن بابت مون کي ڄاڻ نہ آهي) انهن مان شايد حشو ئي هو جيڪو هن سان انگلينڊ ۾ ڪٿي مليو هو ۽ راءِ کان بہ وڌيڪ رئڊيڪل ٿيڻ جي ڪوشش ۾ پنهنجو ذهني توازن وڃائي ويٺو(445)

تن ڏينهن "هندوستان اسٽئنڊرڊ" اخبار لاءِ حشو ڪيولراماڻي هفتيوار ڪالم (Pakistan X-rayed) لکندو هو. حشوءَ جي انگريزي تمام چٽي هئي ۽ هن جو اهو ڪالم تمام مقبول هو. مان حشوءَ جو اهو ڪالم بيحد دلچسپيءَ سان پڙهندو هوس ۽ اسان ٻيئي اڪثر ان بابت بحث مباحثو ڪندا هئاسين. حشوءَ جي ان ڪالم مون کي پاڪستان جي سياسي، سماجي ۽ ساهتڪ ماحول سان روشناس ڪرايو ۽ مان پاڪستان افيئرس تي شايع ٿيندڙ سڀ ڪتاب ۽ رسالا يا خريد ڪندو هئس ۽ جي خريد نہ ڪري سگهندو هوس، تہ لائبريريءَ مان وٺندو هوس (ص511)

جنتا ڪافي هائوس ۾ اسين سڀ طارق اشرف کي ورائي ويٺا هئاسين ۽ هن کان سنڌ ۽ سنڌي ساهتيہ بابت احوال وٺي رهيا هئاسين. هو ورهاڱي بعد سنڌ مان آيل پهريون ئي اديب هو جيڪو بمبئي ۽ دهليءَ اسان وٽ آيو هو. حشو ڪيولراماڻي فوجي رَمَ جو پئوو چاڙهي ويٺو هو ۽ هن طارق کي چيو

سياڻي توکان پنهنجيءَ اخبار (هندوستان اسٽئنڊرڊ) لاءِ انٽرويو وٺندس.

طارق چيس:

"مان انٽرويو نہ ڏيندس."

"ڇو؟" حشوءَ پڇيس:

"مان بنا ويزا جي دهليءَ آيو آهيان. ويزا رڳو بمبئيءَ جي اٿم." طارق چيو:

حشو باهڙجي ويو. هو جيترو ذهين هو اوترو بخيل بہ هو.

”تون بنا ويزا جي هتي ڇو آيو آهين؟ تو ملڪ جي قانون جي ڀڃڪڙي ڪئي آهي، تو غلط ڪم ڪيو آهي. مان حيدر بخش جتوئيءَ کي تنهنجي شڪايت ڪندس. مان بروهيءَ سان ڳالهائيندس. مان پيرزادي عبدالستار سان..... حشو وقلڻ لڳو. طارق اشرف جي اکين ۾ ڳوڙها لهي آيا. مان، هيم ۽ هريڪانت هن کي ٻاهر وٺي آياسين.

*( وهي ڪاتي جا ٻنا تان ورتل)*

# ماهروان ممتاڻي جو حشو ڪيولراماڻي بابت ڏس پتو

حشو ۽ اسان جي ڪٽنب ۾ سٺي اچ وڃ هوندي هئي. جيتوڻيڪ سنڌ ۾ مان هن سان آمهون سامهون ڪونہ مليس. ورهاڱي کان اڳ، حشو انگلستان بہ رهيو ۽ سياسي سرگرمين ۾ بهرو پڻ ورتائين.

ورهاڱي کانپوءِ جڏهن ڪيس ديس بدر ڪيو ويو تہ هو دهليءَ ۾ رهڻ لڳو. اٺويهہ سؤ پنجاهہ واري ڏهاڪي جي شروعاتي ڏينهن ۾ مون هن کي پهريون ڀيرو ڏٺو. اوني ڪپڙي مان ٺهيل ٽري پيس سوٽ ۾ ملبوس، وات ۾ پائيپ رکيل هئس ۽ ٽڪرو ٽڪرو ڳالهائي رهيو هو جو ڪنهن کي وجهہ ئي ڪونہ ٿي ڏنائين.

پر، سچ تہ سندس ڳالهيون نهايت دلچسپ هيون. انگلستان، انديا ۽ نئين ملڪ پاڪستان جي پوشيده سياسي سرگرمين بابت هونديون هيون.

تنهن وقت مان ارڙهن سالن جو مس هئس ۽ حشوءَ جي سپاڪ ۽ نج ڪردار مون کي سحر ۾ قابو ڪري وڌو هو. منهنجو ابو حشوءَ کي بالڪپڻ کان سڃاڻيندو هو. چاڪاڻ تہ هو ٻريا شهر ۾ اسان جو پاڙيسري بہ هو. منهنجي ابي سان گڏجي ناٽڪ گهر ۾ هڪ دفعي ڪنهن ناٽڪ ۾ اداڪار بہ بڻيو هو.

سنڌ ۾ منهنجو ابو حشوءَ جي ڀاءُ گوپ راماڻيءَ کي علم رياضي سيکاريندو هو. اڳتي هلي گوپ ريلوي ۾ آفيسر (ٽڪيٽ ڪليڪٽر) ٿيو ۽ مٿرا، انڊيا ۾ رهيو. حشوءَ جي امڙ گوپ سان مٿرا ۾ رهندي هئي. دهلي ۾ ڪڏهن ايندي هئي تہ اسان وٽ بہ چڪر لڳائيندي هئي. وڏي ٻڍيادي ۽ نادر عورت هئي. منهنجي ابي امڙ ۽ ڏاڏي (جيڪا اصل ڪنديارو جي هئي) سان ڪچهري ڪندي هئي.

دهليءَ ۾ هڪ ڀيرو حشو اسان جي گهر آيو. پاڻ سان. ٻه جاڙيون نينگريون کي ٻه ورتي آيو هو ۽ اعلان ڪيو هئائين ته ٻن ڏيئرن جي بيواه امڙ سان شادي ڪئي اٿائين. سندس اعلان ٻڌي اسان عجب ۾ پئجي ويا هئاسين. سندس چواڻي ته. هو پنهنجي وني سرلا کان ڪراچيءَ وارن ڏينهن کان واقف هو. ڪراچيءَ جي شاگرد تحريڪ ۾ سرگرم هئي. ڪجهه سالن ۾ حشو کي سرلا مان پٽ جو اولاد ٿيو. پنهنجي پٽ جي پيدائش تي هو ڏاڍو خوش ٿيو. سندس نالو "گل" رکيو هئائين.

حشوءَ جي ڪنوار سرلا نوڪري ڪري ڪجهه پئسا ڪمائي وٺندي هئي، جنهن سان گهر جو وهنوار هلندو هو. حشو انگريزي اخبار "هندوستان اسٽينڊرڊ" ۾ فري لانس صحافي طور ڪم ڪندو هو. هڪ سچي انقلابيءَ جيان ڪيس ڪنهن بندي جي سرواڻي هيٺ ڪم ڪرڻ اوکو لڳندو هو. ڪيس پنهنجي شخصي آزادي ڏاڍي عزيز هئي. سندس سلسليوار ڪالم "پاڪستان X-rayed" وسيلي ڪجهه آمدني ملي ويندي هئس. اهي ڪالم عوام ۾ ڏاڍا مقبول هئا. انڊيا جو معروف سياستدان ڪرشنامينن به سندس پرستارن منجهان هو.

ڪرشنا مينن ۽ حشوءَ جي واقفيت انگلستان وارن ڏيهاڙن کان هئي. ات سندس رفيق بڻجي ويو هو. ڪرشنا مينن جي سفارش سبب. جواهر لال نهرو حشوءَ کي پاڪستان لاءِ انڊيا جو سفير ٿيڻ جي آڇ ڪئي، پر حشوءَ معذرت ڪئي ۽ پنهنجي شخصي آزادي تي معاهدو نه ڪيائين.

سچ ته حشو سماجي قيد و بند کان آزاد رهندڙ شخص هو ۽ ڪنهن رياستي نظام هيٺ ڪم ڪرڻ نه ٿي گهريائين.

سنڌ ۾ ان هٿين خالي تڙيل هندو سنڌين سان ٿيل ناانصافي جو حشوءَ کي اونهو ادراڪ هو. سنڌي هندن کي انڊيا ۾ پنهنجي ڪا رياست ڪونه هئي. چوگرد پکڙيل هئا. هڪ ٻئي کان ڇڙوڇڙ هئا. ڪين پناهگير چئي ڌڪاريو ٿي ويو. سندس پورهئي کي انهن ڏينهن ۾ ڪا ميجتا ڪونه ٿي ملي. سنڌي ٻولي، ادب ۽ آرٽ جي بقا جوکم ۾ اچي ويئي هئي. 1950ع ۾ جڏهن انڊيا جو آئين جڙيو ته سنڌي ٻولي کي

انين(VIII) شق ۾ شامل نہ ڪيو ويو. انديا جي وڏن شهرن، دهلي، بمبئي، اجمير، جئي پور، ڀوپال، گانڌيڌام ۾ سنڌي تنظيمون جوڙيون ويون.

دهليءَ ۾ سنڌو سماج جي نالي سان تنظيم ٺاهيسين، حشو ڪي سرواڻي جو سهرو ڀارايوسين، تہ جيئن سنڌي ٻوليءَ کي انين شق ۾ شامل ڪرائڻ جو مطالبو رياست سامهون رکي. مون کي ياد آهي تہ پارليامينٽ سامهون ڪيئن نہ جهنڊا ۽ پوسٽر کڻي احتجاج ڪيو هئوسين. انڊيا جي صدر کي هزارين ماڻهن کان دستخط وٺي، هڪ درخواست اماڻي سين. سپرو گهر ۾ مختلف سنڌي ثقافتي پروگرامن جو بندوبست ڪندا هئاسين، جنهن ۾ موسيقي ۽ ناٽڪ پيش ڪيا ويندا هئا. حشو جون تقريرون ٻڌي، سامعين دنگ رهجي ويندا هئا.

حشوءَ جو ڀڳت سنگهہ مارڪيٽ واروگهر، سنڌو سماج تنظيم جي رضاڪارن جو اڏو هوندو هو. اتي مون بہ سنڌي ڪلاڪارن جي فن جي نماءَ لاءِ هڪ ميلي جو بندوبست ڪيو هو. حشو ڪلا ۽ ڪلاڪارن جو يار هوندو هو. منهنجي هڪ پينٽنگ ”صوفي راڳ“ کيس ڏاڍي پسند پيئي ۽ پنهنجي گهر جي ڀت تي ٽنگي هئائين. حشو پنهنجي ٻارڙن جي بہ مصوري لاءِ حوصلا افزائي ڪندو رهندو هو. سندس جاڙين ٻارڙين، مينا ۽ نينا کي پينٽنگ سيکاريندو هئس.

1960ع ۾، حشوءَ مون تي ذميواري سونپي تہ سندس ڪتاب (Sindhi short stories) ۾ هر ڪهاڻي لاءِ تصويري خاڪو ڏيان. اهو ڪتاب 1960ع ۾ ڇپيو.

حشوءَ جي پٽ ”گل“ انجنيئرنگ ۾ ڊگري ورتيءَ پر اندر ۾ ڪلاڪار ويٺو هئس. تنهن ڪري ڪلاڪار ٿيڻ لاءِ 1978ع ۾ جرمني ويو. اڄڪلهہ اتي ئي رهي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن هو فون تي مون سان رابطو ڪندو آهي، پر پنهنجي ابي جو گهڻو ذڪر ڪونہ ڪندو آهي.

حشو بابت ماڻهن جي راءِ متنازع آهي. شايد سندس فرنگي انداز بيان، عام ماڻهن کي سمجهہ ۾ نہ ٿي آيو ۽ کهرو لهجو بہ مشرقي ماڻهن کي ڏکيو لڳڻ لڳو هو. عموماً حشو آپي مان ٻاهر نڪري، سڌو سنئون سچ ماڻهن جي منهن تي چٽي ڏيندو هو. ڪو رک رکاءُ نہ ڏيکاريندو هو.

سيني يارن ڪي سندس روپو پشيمان ڪرڻ لڳندو هو. سنڌي ادبي لڏي ۾ بہ گهڻي رهائي ڪونہ هئس. اهي وري ڪيس بدنام ڪرڻ لاءِ مٿس پانت پانت جا ليبل چپڪائيندا هئا. ڪن اشتراڪي ڪوٺيس، ڪٽر آر ايس ايس(R.S.S) وارن هندن ڪيس ڪانگريسي چمچو سڏيو تہ ڪانگريسي ڪارڪنن وري ڪيس اشتراڪي چيو. تعجب جي ڳالهہ هيءَ آهي تہ حشو ڪنهن بہ سياسي تنظيم جو حصو ڪونہ رهيو.

سولن لفطن ۾ حشوءَ بابت راءِ ڏجي تہ حشو سماج سڌارڪ شخص هو. جنهن کي پنهنجا همعصر سڃاڻي ڪونہ سگهيا. حشوءَ جي باطني شعور ۽ شخصيت جو گهٽ ماڻهن ئي قدر ڪيو. ڪي هئا جيڪي حشوءَ کي "سنڌي ڏاهو" سمجهندا هئا.

حشو خط و ڪتابت وسيلي، سنڌ ۾ اتان جي اهم شخصيت ـ جي ايم سيد، شيخ اياز، ابراهيم جويو سان ڳنڍيل رهندو هو. اهي ڪيس سنڌ جي ثقافتي ۽ سياسي تبديلين کان آگاهہ رکندا ايندا هئا. ائين ٿي لڳو تہ، حشو دل جي گهرائين سان پنهنجي جنم ڀومي سنڌ ۾ رهڻ ٿي گهريو (هن لاءِ) چڙ ورهاڱو ٿيو ئي ڪونہ هو.

هندستان ۾ سمورا سنڌي ٽڙيل پکڙيل هئا. پنهنجي بقا لاءِ جنگ جوٽي رهيا هئا. مقامي ماڻهن کي سنڌي تہ اصل زهر لڳندا هئا.

60 واري ڏهاڪي تائين تہ پوئين پيڙهيءَ کي پڪو ويساهہ هو تہ، هو پنهنجي اباڻيءَ ڌرتيءَ ورندا، اڳ جيان خوش گذاريندا. سياسي اٿل پٿل وري ٿيندي، سڀ ڪجهہ پهريائين وانگر ٿي ويندو. گڏوگڏ، هندستان ۾ بہ جياپي لاءِ جاکوڙيندا رهندا هئا ۽ نئين سنڌي نسل جي بهتر پالنا بہ ڪرڻ لڳا!

مان 1966ع ۾ جرمنيءَ لاءِ انديا ڇڏي. حشوءَ سان آخري پيرو 1968ع ۾ ملاقات ٿي. هو دهليءَ ۾ مون سان گڏيو هو ۽ خوشخبري ٿي ٻڌايائين تہ هاڻي سنڌي ٻوليءَ کي بہ هندستان جي آئين جي ائين شق ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

اها ننڍڙي ملاقات، حشوءَ سان آخري ملاقات هئي. ان ڪانپوءِ هن کي مون ڪڏهن ڪونہ ڏٺو. **سنڌي اديبن ۽ دانشورن کان حشو جي انت بابت ناقابل يقيني جڙتو قصو ٻڌندو هئس.** ڪنهن کي ڪا خبر

ڪونهي، تہ سندس زندگيءَ جو انت، ڪنهن هندستاني سياستدان يا پاڪستاني ايجنٽن آندو. يا پاڻمرادو هڪ نامعلوم فقير وانگر، ڪنهن گهٽيءَ ۾ طبعي موت مئو. سندس موت هڪ معمو آهي. ڪيڏي نہ دڪدائڪ ڳالھ چئجي!

ماهر وان ممتاڻي
ميونج
1 ـ جون، 2015

*(روشني لاءِ لکيل ممتاڻي جو آرٽيڪل*
*"حشو بابت منهنجيون ساروڻيون" جو ترجمو)*

# رباني آگري جو حشو ڪيولراماڻيءَ
# بابت ڏس پتو

عبدالقادر انڊڙ فقير منش هو. ڪراچيءَ ۾ سائينءَ وٽ، ”حيدر منزل“ تي ساڻس اڪثر ملاقات ۽ ڪچهري ٿيندي رهندي هئي. پاڻ دل و جان سان حشو ڪيولراماڻيءَ جو مداح هو. مون سان سندس ڳالهيون ڪندو هو. حشو ڪيولراماڻي مون ڪونہ ڏٺو. سندس دوستن کان سندس ڳالهيون ٻڌم. منهنجو ڳوٺائي هو. ڪنڊياري کان ڏهن ميلن جي مفاصلي تي ڀرين جو وينل هو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ بہ سنڌ ڇڏڻ لاءِ تيار ڪونہ هو. سرڪار ڪيس زوريءَ سنڌ مان ڌڪي ڪڍيو. دهليءَ ويوتہ ”هندستان ٽائيمس“ مشهور اخبار ۾ ملازمت مليس، پر، سنڌ، سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب سان دل جي تار ڳنڍيل رکيائين. دهليءَ ۾ Sindhi Short Stories نالي ڪتاب ڇپايائين. ڪراچيءَ جي ”ڊان“ خبار انهيءَ ڪتاب تي تبصرو ڪيو.

گوبند مالهيءَ پنهنجي ڪتاب ”سنڌڙي، منهنجي جندڙي“ ۾ لکيو آهي تہ محمد امين کوسي سان منهنجي واقفيت حشوءَ ڪرائي. حشو گهڻو ڳالهائيندو هو. هڪ محمد امين کوسو ئي هو جو کيس رڌُ ڪڌُ ڏيندو هو.

”سن 1940ع هو (تاريخ ياد ڪانهي) صبح جو اٺين وڳي ڌاران سي. آءِ ڊي جو هڪ هندو انسپيڪٽر آيو. حشوءَ در کوليو تہ پوليس انسپيڪٽر چيس تہ تون (پنهنجي سياسي سرگرمين ڪري) گرفتار آهين. حشوءَ مون ڏي نهاري چيو تہ ’تون گهر وچ ۾ منهنجو ڌوتل ڪڙتو ۽ پاجامو ڪڍي اچ تہ مان پائي، انسپيڪٽر سان وڃان، ڊائري يا نوٽبڪ بہ آڻج.“

”مان ٿئي ننگ ڪٽي آيس تہ چيائين، “محمد امين کوسي سان وڃي مل ۽ چئينس تہ منهنجي ضامن جو بندوبست ڪري“

”محمد امين نياپو ڏني (حشوءَ سان ملڻ لاءِ) مون سان گڏجي صدر پوليس اسٽيشن تي هليو. محمد امين کوسو ڪراچيءَ ۾ سدائين سنڌ زميندار هوٽل تي رهندو هو. مون کي بروقت اتي ئي ملي ويو. منهنجيءَ دل ۾ محمد امين کوسي کان سوشلزم سمجهڻ جي آرزو پيدا ٿي.(گوبند مالهي) حشو ڪيولراماڻيءَ جي سنگت ۾ شاگردن جي يونين ۾ سرگرم رهيو آهي.گوبند مالهيءَ پنهنجي ڪتاب ”سنڌڙي منهنجي جندڙي“ ۾ حشو ڪيولراماڻيءَ جو ذڪر ڪندي لکيو آهي:

”ڪراچيءَ جي آرٽس ڪاليج ۾ مان پڙهندو هئس، جيڪو ڊي جي ڪاليج جي هڪ انيڪسيءَ ۾ هو.

”فيون گهٽايو ۽ قسطن ۾ وٺو“. انهيءَ هلچل جو روح روان هو حشو ڪيولراماڻي. هو ڪاليج جو شاگرد ڪونہ هو. انگلنڊ مان تعليم پرائي آيو هو ۽ هندستان جي انگريزن کان آزاديءَ جو اتساهہ کڻي آيو هو. جوان ۽ رعبدار پرسنلٽيءَ جو مالڪ هو. گڏيل سڏيل انگريزيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ ڳالهائيندو هو ۽ هٿن جي حرڪت سان ڪافي اثردار اڳواڻ لڳندو هو. مان حشوءَ کي پري کان ڏسندو هئس. دل ئي دل ۾ هن جي تنظيمي صلاحيتن ۽ ليڊرشپ جي قوتن جو داد ڏيندو هئس. مون حشوءَ ۾ آدرشي اڳواڻ ڏٺو. بهادر ۽ مقصد سان سچو. ساٿين سان برابريءَ واري سلوڪ سان خيالن جي ڏي وٺ ڪندو هو. هو صبح جو سوير گهران نڪرندو هو. پوءِ سڄو ڏينهن هل هلان.“شيخ اياز جو بہ شايد انهن ئي ڏينهن ۾ هن ادبي ٽولي سان گهرو گهاٽو يارانو ٿيو.

ڪيرت ٻاٻاڻيءَ پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ ”هو مستن وانگر پيو ڦرندو ۽ چڪر لڳائيندو هو. حشو ڪيولراماڻيءَ سان ڏاڍي پريت هوندي هئس. ڪلاڪن جا ڪلاڪ وٽس ويٺو هوندو هو.“ گوبند مالهيءَ جي ڪتاب ”سنڌڙي منهنجي جندڙي“ ۽ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جي ڪتاب ”ڪجهہ ٻڌايم ڪجهہ لڪايم“

سنڌ مان جيڪي هندو هندوستان لڏي ويا، تن کي اجنبي زمين ۾ هڪ نہ پر، هزارين مسئلن کي منهن ڏيڻو پيو. انهن هندو شرنارٿين

(مهاجرن) ۾ ترقي پسند ادب جا مشاهير بہ شامل هئا. مڙني ۾ حشو ڪيولراماڻيءَ جو مثال دردناڪ آهي.

حشو مون کان عمر ۾ ڏهاڪو سال وڏو هوندو هو. ڪيرت پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ ذهين هو. مئٽرڪ پاس ڪري، انگلينڊ اعليٰ تعليم لاءِ هليو ويو. تنهن جو مطلب تہ مائٽ ايترا شاهوڪار هئس، جو کيس پڙهڻ لاءِ ولايت موڪلڻ جو سَتُ ساهي سگهيا.

حشو ڪيولراماڻيءَ جهڙا ذهين سنڌي نوجوان بہ انهيءَ رنگ ۾ رڱجي ويا. هو بہ اول سجاد ظهير وانگر ريڊيڪل سوچ واري نوجوانن جي گروهہ ۾ شامل ٿيو ۽ پوءِ سوشلزم ڏي ڇڪجي ويو. **برطانيہ ۾ "انڊيا ليگ"** نهي هئي. ان ۾ شامل ٿيو جتي سنڌس ساٿين ۾ **اندرا گانڌي ۽ ڪرشنا مينن** بہ شامل هئا. 1939ع **۾ انگلينڊ مان موٽيو.** ساڳئي سال ۾ هٽلر ٻي مهاڀاري لڙائي شروع ڪئي، حشوءَ پنهنجن ساٿين سان ڪراچيءَ جي رستن تي جلوس ڪڍيا ۽ انگريزن جي سامراج شاهيءَ ۽ هندستان جي آزادي لاءِ نعرا هنيا. انگريز سرڪار کيس 1940ع ۾ گرفتار ڪيو ۽ هڪ سال سزا ڏئي، کسي ڪراچي جيل موڪليو. سزا ڪاٽي نڪتو تہ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جي لکڻ موجب "صفا خاموش" ٿي ويو.

گذر بسر جو بہ ڪو ذريعو ڪونہ هئس. ڪٿان گذران ڪندو هو. تنهن جي ڄاڻ ڪانہ پوندي هئي. ڪي سرنديءَ وارا دوست ۽ شاگرد سنڌس مدد ڪندا هئا. شاگردن واريءَ هلچل ۾ هڪ هندو ڇوڪريءَ سرلا آهوجا سان دل ٿي وئي هئس. شايد اها بہ سنڌس مالي مدد ڪندي هئي. مون ڪيرت جو لکيل احوال پڙهي سوچيو تہ پيرين ۾ جن مائٽن کيس ننڍيءَ عمر ۾ ولايت ۾ پڙهڻ لاءِ خرچ پکو ڏئي موڪليو هو سي ڪاٿي هئا؟ اهي سنڌس ويجهو ڇو نہ آيا؟ کين پنهنجو پُٽُ پيارو ڪونہ هو؟ ڪيرت لکيو آهي تہ، "حشو سياست جو ڄاڻو ۽ علم جو پندار هو. انگريزي ٻوليءَ تي ايڏو عبور هئس، جو خود انگريز بہ واٽڙا ٿي ويندا هئا! مان اڪثر وٽس ويندو هئس. کيس فلئٽ مان ڪڍي، ٻئي ڄڻا ايراني ريسٽارنٽ تي ويهندا هئاسين. بسڪوٽن جي پليٽ ۽ چاءِ تي حشو دنيا جي سياست تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ

ڳالهائي ويندو هو. مان سندس ڳالهين کان ڏاڍو متاثر ٿيندو هئس. "پر، سنڌ سرڪار ڪيس زوريءَ هندوستان ڏي لوڏي ڪڍيو. هندستان پهتو تہ سرلا سان شادي ڪيائين ۽ اخبار نويسي اختيار ڪيائين. دهليءَ جي اخبار Hindustan Standard ۾ روزگار سان لڳو.

انهيءَ ئي زماني ۾" سنڌي افسانن جو هڪ ننڍو مجموو Sindhi Short Stories نالي ڪڍيائين، جنهن ۾ هند ۽ سنڌ جي هندن مسلمانن ڪهاڻيڪارن جون ڪهاڻيون شامل ڪيائين، جنهن جو مون اڳ ۾ ذڪر ڪيو آهي. اڳتي هلي ان جو Delux Edition بہ ڪڍيائين.

1957ع ۾ پهرينءَ پهرينءَ سنڌي بولي ڪنوينشن 1957ع وقت هو دهليءَ جي سنڌ. سماج جو صدر/ جنرل سيڪريٽري هو. ٿورن سالن کان پوءِ هو دهلي ڇڏي بمبئيءَ ۾ اچيو وسيو. پر سندس ذهني توازن (Mental Balance) نيڪ نٿي لڳو. اهڙي ڪهڙي ڳالهہ ٿي، جو سندس دل ۽ دماغ جي صورت حال بگڙجندي وئي؟ سندس وهنوار ۽ ويچار عجيب ٿي لڳا. ڪوبہ ڪم. ڏنڌو ڌاڙي ڪرڻ ڇڏي ڏنو هئائين. ويجهن دوستن کان بہ رپيا. ڏهہ رپيا گهري وٺندو هو. چوندو هو تہ World Classic وينو لکان، جنهن مان لکين رپيا رايلٽي ملندم. اوهان کان جيڪو قرض وٺان ٿو، سو ڊائريءَ ۾ لکندو وڃان ٿو. رايلٽيءَ جي رقم آئي تہ سيني کي موٽائي ڏيندس. چاءِ ڊبل روٽيءَ تي گذران ڪندو هو ۽ سگريٽ جام ڇڪيندو هو. ڳالهائڻ ۾ پوندو هو تہ جڻ ڪو بند ٽٽو. گهٽي ياڳي عقل ۽ هوش جون ڳالهيون ڪندو هو. پر جُجڪي آيس تہ پٽي تان لهي ويندو هو. چوندو هو تہ جيڪو ڪتاب وينو لکان ان جو هڪ هڪ پنو پارت جو صدر گهرائي وٺندو آهي. اندرا گانڌي اهم فيصلا ڪرڻ وقت اول مون سان صلاح ڪندي آهي. دنيا ۾ جيڪي ڪوجنائون ٿين ٿيون، تن ۾ پهرين اڳڪٽي مان ڪندو آهيان. مطلب تہ ڪيترين بيجوڙ ۽ اعتبار کان ٻاهر ڳالهيون ڪندو هو. ظاهر هو تہ Super Ego جي احساس ۾ مبتلا هو. اها ڳالهہ بہ حيرت جوڳي آهي تہ. جيڪو جوان ايڏو عقلمند هو جو ماڻٽن کيس ڪليڪٽر بنجڻ جي اميد تي اعليٰ تعليم لاءِ انگلينڊ موڪليو هو. سو سراسر نڪمي زندگي گذاريندو هجي!

شروع ۾ پيڊر روڊ تي پنهنجي ٻيڏڙيءَ پيڻ جي گهر ڪليل بالڪنيءَ ۾ فراسي ۽ چادر ۾ رات گذاري ويندو هو پر پوءِ رات جو دير سان اچڻ ڪري ڪيس اتان ٻه نيڪالي ملي. پوءِ ته بلڪل لاوارثن وانگر ڪڏهن ڪٿي ته ڪڏهن ڪٿي سمهي پوندو هو. رات ڪاٽي، وري بمبئيءَ جون گهٽيون ۽ رستا ڪڇيندو وتندو هو. ڏرم شالائن ۾، پلئٽ فارمن تي، يا مساڻن ۾ رات گذاريندو هو.پويون پيرو جنهن شخص کيس ڏنو هو سو سندس ويجهو مائٽ هو نالو هئس مسٽر ماڌو پمياڻي. ڪانئس ٽي سؤ رپيا زوريءَ اڌارا ورتائين. ڪيسي ۾ وجهي ٻاهر نڪري ويو. ان ڏينهن بمبئيءَ ۾ ايڏي ته برسات پئي جو گهٽيون ۽ رستا، نديون نالا ٿي ويا. سندس گم ٿي وڃڻ جي باري ۾ هڪ انومان اهو آهي ته هو سنڌو نگر ويندي، اهڙيءَ پيانڪ اونداهيءَ رات ۾ ڪٿي نه ڪٿي ترڪي پيو ۽ پاڻيءَ ۾ لڙهي ويو. ڪنهن اهڙيءَ گپ چڪ ۾ وڃي ڦاٿو جو ڏٻڻ ڳهي ويس. موهن ڪلپنا، پوين ڏينهن ۾ سندس گهڻي مدد ڪئي، تنهن به اهڙو شڪ ظاهر ڪيو آهي. پوليس کي رپوٽ ڪئي وئي، پر ڪوبه نتيجو ڪونه نڪتو. ڪيرت ٻاٻاڻيءَ ڳالهه پوري ڪندي لکيو آهي ته، ”صحيح ڳالهه ڪيئن به هجي، سنڌ جي هڪ وڏي ڏاهي ۽ مخلص ڪارڪن جي پڇاڙي هن قسم جي تنگ دستيءَ ۽ دردناڪ نموني ۾ ٿي، اسان سڀني کي حيف هجي!“ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ حشو جي دردناڪ پڇاڙيءَ جو پيرائتو احوال ڏنو آهي. پر، پوءِ به ٻه ٽي ڳالهيون سوال طلب آهن.

1. حشوءَ جي گهرواري سرلا ۽ سندس نياڻيون ڪاڏي ويون؟ هو ڪين دهليءَ ڇڏي ويو هو يا بمبئيءَ وٽي آيو هو؟ انهن حشوءَ جي گم ٿيڻ تي ڇا جي ڪري ڪابه دانهن ڪوڪ ڪانه ڪئي؟
2. حشوءَ جو هڪ مائٽ ته اهو ماڌو پمياڻي هو جنهن کان ٽي سؤ رپيا اڌرا ورتائين، پر، سندس ماتا، پتا، ڀائر، سوٽ، ماروٽ سڀ پاڪستان ۾ ئي پورا ٿي ويا هئا، يا ڪي هندستان ۾ به لڏي ويا هئا؟ انهن ڇا ڪيو؟
3. ڪيرت هندوستان ۾، ڏکين حالتن ۾ به سنڌين جي پنهنجي وجود کي برقرار رکڻ لاءِ ڪيل جدوجهد جو ذڪر ڪيو آهي، ته سنڌي

ٻولي ۾ ڪلچر جي بچاءَ لاءِ ڇا ڪيائيون. لکيو اٿس تہ سنڌي ٻولي ڪنوينشن ٿيا. حشو دهليءَ واري فرنٽ جو روح روان هو. پوءِ ڀلا اهڙين باشعور تنظيمن پنهنجي پراڻي ساٿيءَ ۾ حشوءَ جهڙي وڏي ودوان کي ڪيئن ۾ ڇو نظرانداز ڪري ڇڏيو؟ ڪيس وقت اندر ڪنهن بہ ذهني علاج جي اسپتال ۾ داخل ڇو نہ ڪرايائون؟ سندس مٽن مائٽن کي اطلاع ڇو نہ ڏنائون؟

مون کي تہ ڪيرت جي ڪتاب ۾ حشوءَ جي پڇاڙيءَ جو احوال پڙهي اهو احساس ٿيو تہ ورهاڱي وقت سنڌي هندن سان هندستان ۾ ڏاڍا ڪي ڦَهَر ۾ ڪيس ٿيا. جن جي اسان کي ڪا خبر ئي ڪانهي!

*("سنڌي ادب تي ترقي پسند تحريڪ جو اثر" تان ورتل)*

# هند ۾ گم ٿي ويل سنڌ جو سپوت

ڪوڙ ورهيہ اڳ حيدر منزل ڪراچيءَ ۾، سائين جي ايم سيد سان دوست سيد غلام شاهه معرفت جڏهن پهريون ڀيرو ملاقات ۽ تعارف ٿيو هو تہ، منهنجي ڳوٺ ڀريا جو ٻڌي سائين چرڪي ويو هو. ”حشوءَ وارو ڳوٺ؟“ سائينءَ هڪدم پڇيو هو. مون سائينءَ کي ٻڌايو هو تہ، حشوءَ جو گهر اسان جي پاڙي لڳ ئي هوندو هو ۽ وڏي عرصي تائين سندس نالي جي تختي اُن گهر تي لڳل هوندي هئي. سائين جي ايم سيد سان ان کانپوءِ جڏهن بہ ملاقات ٿيندي هئي تہ حشوءَ جو ذڪر ضرور ڪيئندو هو.

ننڍپڻ ۾ ڳوٺ وڃڻ ٿيندو هو تہ ميمڻ پاڙي جي مسيت کان مٿي ويندڙ گهٽيءَ رستي بازار ڏانهن اچڻ وڃڻ ٿيندو هو ۽ واٽ تي هڪ پڪ سرائين گهر تي حشو ڪيولراماڻيءَ جي نالي جي تختيءَ تي ضرور نظر پوندي هئي. تڏهن مونکي ڪا بہ خبر ڪانہ هئي تہ حشو ڪير آهي.

گهڻو اڳتي هلي معلوم ٿيو تہ اسان جي ڳوٺ ۾ ڪيولراماڻين جا بہ ٽي گهر هئا ۽ انهن سان اسان جي آخوند گهراڻي جا ويجها لاڳاپا هوندا هئا. ٻن ڀائرن آسُودومل پي ڪيولراماڻي ۽ واڌُومل پي ڪيولراماڻيءَ جون ڀريا ۾ تعليم جي واڌاري لاءِ وڏيون خدمتون رهيون آهن. آسُودومل ڀريا جي ڪي سي اڪيڊميءَ جو وڏي عرصي تائين هيڊ ماستر رهيو ۽ ورهاڱي وقت هندستان لڏڻ مهل اهو اسڪول منهنجي والد آخوند قادربخش ايڊووڪيٽ جي حوالي ڪري ويو هو جيڪو سندس شاگرد هو. منهنجي ڏاڏي آخوند حاجي فيض محمد جو ڀاءُ حافظ محمد صادق (اڳوڻو ڊائريڪٽر ايڊيوڪيشن سنڌ، پرنسيپال ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد ۽ هيڊماستر اين جي وي اسڪول

ڪراچي) ۽ چاچا جميل احمد. جنهن 1967ع تائين اسڪول سنڀاليو. بہ سندس شاگرد هئا. آسُودي مل جو ڀاءُ واڌُومل انڊين ريلوي ۾ وڏو آفيسر هو پر سندس سڄاڻپ علم ۽ ادب لاءِ خاص خدمتن جي ڪري وڌيڪ هئي. هن ڪيترائي ڪتاب بہ لکيا. پر اڄ پڙيا ۾ انهن جو ڪوبہ رڪارڊ ڪونهي. هو اسڪول جي گورننگ باڊيءَ جي گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ خاص سيلون ۾ پڙياروڊ اسٽيشن تي اچي لهندو هو. واڌُومل جو گهر بازار جي ڀئي چيڙي تي هو. ورهاڱي کانپوءِ ڪنهن پنجابيءَ ان گهر تي قبضو ڄمايو جنهن کان اسان جي هڪ مائٽ ڏهہ پندرهن سال اڳ اهو گهر خريد ڪيو. 1937ع ۾ ٺهيل ڳاڙهين سِرن ۽ ساڳ جي ڪاٺ جي ڪم وارو گهر اڄ بہ موجود ۽ ٻاهران واڌُومل جي نالي واري ماربل جي تختي لڳل آهي. حشو ڪيولراماڻيءَ جو گهر بازار جي مُهڙ واري حصي ۾ هوندو هو. سندس گهر تي بہ قبضو ٿي چڪو هو ۽ افسوس تہ اڄ حشوءَ وانگر نہ سندس گهر بچيو آهي ۽ نہ ئي سندس نالي واري تختي. حشوءَ جو اسان جي وڏن سان ويجهو رستو هو. اسان جي خانداني لائبريريءَ ۾ حشوءَ جو لنڊن مان موڪليل هڪ ڪتاب ورهين تائين موجود هو. اهو برطانوي راڻيءَ جي تاجپوشيءَ بابت تصويري ڪتاب هو جنهن تي حشوءَ جي صحيح ٿيل هئي ۽ هيٺان تاريخ ۽ لنڊن لکيل هو. تاجپوشيءَ جي تقريب لنڊن ۾ 1953-54ع ڌاري ٿي هئي. حشوءَ جڏهن اهو ڪتاب موڪليو هو. تڏهن پڪ هو لنڊن ۾ هوندو. جڏهن هو انڊيا آفيس ۾ ڪرشنا مينن سان ڪم ڪندو هو.

حشوءَ خوشحال گهراڻي ۾ جنم ورتو هو. سندس ڏاڏو ڪنيومل زميندار ۽ والد ٺهلرام روينيو کاتي ۾ مختيارڪار هوندو هو. بعد ۾ هو ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ جي عهدي تي بہ رهيو. سندس ٻہ پُٽ هئا ـ حشمت راءِ عرف حشو ۽ گوپي چند عرف گوپ. حشو 20 ڊسمبر 1914ع تي پڙيا ۾ ڄائو ۽ اڃا اٺن ورهين جو هو تہ سندس والد 23 ڊسمبر 1922 تي لاڏاڻو ڪري ويو. سائين جي ايم سيد پنهنجي ڪتاب ”جنب گذاريم جن سين“ ۾ لکيو آهي تہ ٺهلرام وڏو ايماندار ۽ انصاف پسند آفيسر هوندو هو. حشوءَ جي باقي پرورش سندس والده ڪئي، جيڪا ٽيويهہ ورهين جي عمر ۾ وڌوا ٿي وئي هئي.

حشوءَ پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم پريا جي ڪي سي اڪيڊمي اسڪول ۾ ورتي ۽ مئٽرڪ ڪراچيءَ ۾ اين جي وي اسڪول مان ڪيائين. جتان وري سترهن ورهين جي عمر ۾ سيلون (سريلنڪا) هليو ويو. سيلون ۾ هن لنڊن وڃڻ لاءِ هڪ امتحان پوزيشن کڻي پاس ڪيو. انهيءَ دوران هو ينگ مينس ڪرسچين ڊبيٽنگ سوسائٽيءَ جو سرگرم ميمبر ۽ سيڪريٽري بہ رهيو. سندس والده ۽ ڀين ماڻن چاهيو ٿي تہ حشو انڊين سِول سروس جو امتحان ڏئي وڃي ڪامورو ٿئي، جنهن لاءِ کيس 1935ع ۾ لنڊن موڪليو ويو پر هو ڪنهن ٻئي مزاج جو ماڻهو هو تنهنڪري آءِ سي ايس لاءِ امتحان ڏيڻ بدران اُتان جي يونيورسٽيءَ ۾ ڪنهن مهل ايئروناٽيڪل، تہ ڪنهن مهل اقتصاديات ۽ سياست جي شعبن ۾ داخلا وٺندو رهيو. سندس اندر ۾ جڻ تہ پارو پريل هو. جيڪو کيس هڪ هنڌ ويهڻ نہ ڏيندو هو ۽ کيس سدائين بيچين رکندو هو. اهو ئي زمانو هو جڏهن لنڊن ۾ اندرا گانڌي، سندس دوست ۽ بعد ۾ مڙس فيروز گانڌي ۽ والد جواهرلال نهروءَ سان سندس ويجها تعلقات پيدا ٿيا. هن اتي نہ رڳو ڪرشنا مينن سان گڏ ڪم ڪيو پر انگريزن کان آزاديءَ لاءِ ٿيندڙ گڏجاڻين ۾ بہ سرگرميءَ سان شرڪت ڪئي. هو اتي لنڊن مجلس جو صدر بہ رهيو. سائين جي ايم سيد موجب حشو قلندري طبيعت جو هئڻ سبب ڪو خاص امتحان پاس ڪرڻ کانسواءِ 1939ع ۾ سنڌ موٽي آيو پر پوءِ ٻي عالمي جنگ لڳڻ سبب واپس لنڊن نہ وڃي سگهيو.

سنڌ موٽڻ کانپوءِ حشوءَ جي زندگيءَ جي نئين شروعات ٿي. هن سنڌ ۾ شاگردن جي تحريڪ ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو جنهن دوران هو گرفتار بہ ٿيندو رهيو. ڪراچيءَ ۾ حشوءَ انگريز سامراج خلاف پوسٽر ڪڍيو جنهن ۾ هندستان جي نقشي ۾ لانگ بُوٽ چيپيل ۽ Stop this march of imperialism لکيل هو. 1905ع کان هلندڙ شاگرد تحريڪ تي دايو ناٿاڻيءَ جي ڪتاب Karachi students on the march جيڪو 1946ع ۾ ڇپيو هو تنهن ۾ حشوءَ جي سرگرم ڪردار جو ذڪر ڪندي لکيو ويو آهي تہ حشو ڪراچيءَ ۾ ٻين شاگردن سان گڏ گرفتار ٿيو هو. حشوءَ کي 1940-41ع ۾ ارڙهن مهينن لاءِ ۽ وري 1942ع ۾ ٻن مهينن لاءِ

قيد ڪيو ويو. ڪڏهن مٿس ڪن فوجين سان لاڳاپا هئڻ جو الزام هنيو ويو تہ ڪڏهن ڪو ٻيو الزام. انگريز سامراج خلاف پوسٽر چپڻ تي ڪيس ٻن سالن لاءِ جيل موڪليو ويو. جتان هو آڪٽوبر 1941ع ۾ ارڙهن مهينن ڪانپوءِ آزاد ٿيو. جيل مان نڪرڻ ڪانپوءِ هو وري سرگرم ٿي ويو ۽ سوڀي گيانچندانيءَ سان گڏ سنڌ جي دوري تي نڪتو. ان وقت سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن حشوءَ جي اثر هيٺ هئي. هن سوڀي کي شاگردن سان واقف ڪرايو ۽ کيس سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو سيڪريٽري مقرر ڪيو.

سائين جي ايم سيد جي حشوءَ سان واقفيت 1945ع ۾ ٿي هئي. سائين کيس پنهنجو سياسي گُرو مڃيندي لکي ٿو:

”سوشلسٽ ليکڪ ۽ دانشور حشو ڪيولراماڻي منهنجو سياسي اُستاد هو.“

هي اهو زمانو هو جڏهن سائين جي ايم سيد نظرياتي اختلافن سبب محمد علي جناح ۽ آل انڊيا مسلم ليگ کان ڌار ٿي چڪو هو. ”هندو يا مسلم قوميت - ٻئي نظريا سنڌي مفاد جي خلاف هئا. ان وقت حشوءَ مونکي سنڌي قوميت جي واٽ کان واقف ڪيو. مان جڏهن ڪانگريس جي آل انڊيا واري سياست ۽ مسلم ليگ جي مسلم قوم واري سياست کان مايوس ٿيو هئس، تڏهن حشوءَ مونکي ٻولي، ثقافت ۽ الڳ سياسي ۽ اقتصادي مفادن جي بنياد تي قوم جو تصور سمجهايو ۽ چيو هو تہ سنڌي هڪ جدا قوم آهي.“ سائين جي ايم سيد لکي ٿو. سندس چوڻ موجب حشو فرقيواريت کان بالاتر هو. ”حشو سنڌ جي ترقي پسند قومي ڪارڪنن مان هڪ مکيہ ۽ صحيح سوچ رکندڙ باهمت، وڏيءَ نگاهہ وارو، دل جو درياهہ ۽ قلم جو بادشاهہ آهي.“

حشو هر قسم جي فاشزم جي خلاف هو. ”هو ڪميونسٽ خيالن جو مالڪ هو پر بورجوا فڪر جو بہ ڏيان سان مطالعو ڪندو هو. حشوءَ جهڙو عظيم انسان مون اڃ تائين نہ ڏٺو آهي،“ شيخ اياز پنهنجي ڪتاب ”ساهيوال جيل جي ڊائري“ ۾ لکي ٿو. ”جڏهن سوشلزم جو سج نصف النهار تي بيٺل هو ۽ ڪوبہ ان ڏانهن ڪرڙيون اکيون ڪڍي نهاري نہ سگهندو هو. تڏهن حشو ان جون خاميون ڳڻائي سگهندو هو ۽ تقرير

جي انداز ۾ چوندو هو: مان ڪميونزم لاءِ جيئڻ چاهيان ٿو. ڪميونزم لاءِ مرڻ چاهيان ٿو پر ڪميونزم هيٺ رهي نٿو سگهان.“

حشو ڪڏهن بہ ڪنهن سياسي پارٽيءَ ۾ شامل ڪونہ ٿيو. ”سياست ۾ دلچسپي وٺندي ڪڏهن بہ پارٽي بازيءَ ۾ ڪونہ ڦاٿس. جيل ۾ چو ويس الله کي خبر, ڪنهن خاص پارٽيءَ جو ڪڏهن ميمبر نہ ٿيس ۽ نہ ڪڏهن قانون ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪيم. شايد شڪل جو تيز ڏسڻ ۾ ايندو هوندس ۽ ولايتي جوان ٿي سنڌي بلوچ ٿيڻ جي ڪوشش ڪيم,“ حشو سائين جي ايم سيد ڏانهن موڪليل هڪ خط ۾ لکي ٿو.

شيخ اياز ”ساهيوال جيل جي ڊائري“ ۾ لکي ٿو: حشو پاڻ کي واڻيو چوائڻ پسند نہ ڪندو هو. ”مونکي واڻيو نہ چئو. مان واڻيو ناهيان. واڻئي جو مطلب پئسو واڻئي جو مطلب وياج. مونکي جٽ چئو جنهن جو مطلب آهي مڙسي, ڪهاڙي, ڪوڏر, محنت ۽ همت.“ حشو سنجيده انداز ۾ شيخ اياز کي چوندو هو.

حشو واقعي واڻيو ڪونہ هو. هو همت وارو ارڏو انسان هو. حشوءَ کي آخري ڀيرو 1947ع ۾ پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ ان الزام هيٺ گرفتار ڪيو ويو تہ هو سڄي سڄي رات پنهنجي فليٽ ۾ ڪجهہ لکندو رهندو هو. تن ڏينهن ۾ هو سائين جي ايم سيد جي ڪتاب ”نئين سنڌ لاءِ جدوجهد“ جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري رهيو هو. شيخ اياز ”ساهيوال جيل جي ڊائري“ ۾ لکي ٿو: جڏهن سندس نظربنديءَ جو معياد وڌائڻ لاءِ ڪيس مسعود کدرپوش (نوابشاھ ۾ سنڌي سکن جو قتلام ڪرائيندڙ) وٽ پيش ڪيو ويو, جيڪو ان وقت ڪراچيءَ جو ايڊيشنل ڪمشنر هو تہ مان هن سان هن جي وڪيل جي حيثيت ۾ گڏجي ويو هئس. مسعود آءِ سي ايس آفيسر هو ۽ بمبئيءَ ۾ ڊپٽي ڪمشنر رهي چڪو هو. هو حشوءَ جو اڳ ئي واقف هو. جڏهن پوليس حشوءَ کي مسعود وٽ پيش ڪيو هو تہ حشوءَ کي ٿري پيس سُوٽ ۽ فيلٽ هيٽ پاتل هئا. حشوءَ فيلٽ هيٽ لاهي مسعود کي چيو ”هلو مسعود!“ ۽ جواب ۾ مسعود چيو ”هلو حشو“. پوءِ حشوءَ مسعود سان منهنجو تعارف ڪرايو هو. مسعود اسان کي ويهڻ لاءِ ڪرسيون آڇيون ۽ پوءِ ڳالهيون ڪندي حشوءَ کي چيو هو ”حشو تون هندستان ڇو نٿو هليو وڃين؟“ حشوءَ

ڪُتوجواب ڏنس، ”مسعود، هيءُ منهنجو وطن آهي، مان هندستان ڇو وڃان.“ ان تي مسعود پنهنجي آڱوٺي سان اشارو ڪندي چيو هو You (توهان سنڌين کي ريڊ Sindhis will be decimated like Red Indians انڊينس وانگر ملياميٽ ڪيو ويندو). پوءِ مسعود ڪنڌ جهڪائي حشوءَ جي نظربنديءَ جو مُدو وڌائڻ جو آرڊر لکيو ۽ جيستائين اسان سنڌس ڪمري مان نڪري نہ وياسين، هن اسان کي اکيون مٿي کڻي نہ ڏٺو. حشو ڏهہ مهينا نظربند رهيو ۽ جڏهن آزاد ٿيو تہ کيس ملڪ بدر ڪيائون. اسان حشوءَ کي سائين جي ايم سيد جي گهر تان ايئر پورٽ تي ڇڏي آيا هئاسين.

پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ سائين جي ايم سيد جڏهن انگلينڊ ويو هو تہ سندس ملاقات ڪرشنا مينن سان ٿي هئي، جيڪو اتي هندستان جو هاءِ ڪمشنر هو. سائين جي ايم سيد کيس چيو هو: مان توهان کي اڳئي سڃاڻان، ڇو تہ حشو ڪيولراماڻي مون سان توهان جو ذڪر ڪندو هو.

ڪرشنا مينن بہ ٿي پيرا نرڙ تي آڱر هڻي ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ چيو هئائين: Yes, yes, now I remember the man...the little man who always said Sindhis are a nation

سائين جي ايم سيد جو سياسي گُرو حشو هڪ جيئرو جاڳندو اينسائيڪلوپيڊيا هو. انگريزي ادب، سياست، سوشلزم، ڪميونزم ۽ تاريخ تي کيس عبور حاصل هو. هو شيخ اياز ۽ ٻين کي ڪتاب پڙهائيندو ۽ ليڪچر ڏيندو هو.“ حشو ڪراچيءَ ۾ لا ڪاليج پرسان هڪ فليٽ ۾ رهندو هو جنهن ۾ ٻہ ڪمرا هوندا هئا. ٻئي ڪمرا ڪتابن سان ڀريل هوندا هئا، جن جي وچ ۾ رڳو ويهڻ ۽ سمهڻ جي جاءِ هوندي هئي. حشو پاڻ کي Bohemian چوندو هو. هن شادي نہ ڪئي هئي ۽ پرائي زال سرلا سان پيار ڪندو هو“ شيخ اياز لکي ٿو. حشوءَ جي جلاوطنيءَ کانپوءِ شيخ اياز ۽ سندن دوست مونس پنجابي سندس ئي ڇڏيل فليٽ ۾ رهندا هئا. بعد ۾ ان فليٽ جو ڇا ٿيو ڪا بہ خبر ڪانهي.

حشو پيار پريل دل جو مالڪ هو. پر سندس ڇڙواڳ طبيعت جو اثر سندس زندگيءَ جي هر پهلوءَ مان پڌرو ٿيندو رهيو. ”حشوءَ

ڪڏهن به وقت تي ماني نه کاڌي، نه ڪنهن مستقل روزگار لاءِ ڪوشش ڪيائين ۽ نه ڪڏهن هڪ نظرئي جي پيروي ڪئي هئائين. سندس سڄي حياتي هڪ سوال جي نشاني هئي. سندس ذاتي زندگي به هن جي انهيءَ تذبذب جي عڪاس هئي. آڪسفورڊ ۾ هن جي هڪ ڪرستان ڇوڪريءَ شانتي سيلدونا سان واقفيت ٿي هئي، جيڪا بمبئي جي رهندڙ هئي. حشو ڪراچيءَ موٽي آيو ته شانتيءَ سان خط ڪتابت جاري رکي هئائين. انگريز سرڪار خلاف 1942ع ۾ جڏهن آزاديءَ جي تحريڪ زور تي هئي ته حشو بمبئيءَ هليو ويو هو ۽ اتي شانتيءَ سان زبردست عشق هلايائين ۽ ساڻس وعدو ڪري آيو هو ته هو جلد ئي بمبئي موٽي ايندو. حشو 1944ع ڌاري ٻيهر بمبئي ويو ته شانتيءَ هن کي آخري ڀيرو اطلاع ڪيو ته جيڪڏهن هاڻي به شادي نه ڪيائين ته هن لاءِ وڌيڪ نه ترسندي حشو ارادو نه ڪري سگهيو ۽ شانتيءَ هڪ ڪميونسٽ انگريز آفيسر سان شادي ڪري ڇڏي،" شيخ اياز لکيو آهي.

"حشو هوندن ته سارو وقت سياست، بين الاقوامي معاملن، فلسفي ۽ ادب تي ڳالهائيندو رهندو هو، پر هڪ ڀيري ٻهريون دفعو هن عشق ۽ محبت جي باري ۾ ڳالهايو ۽ چيو: مونکي انهن مردن کان نفرت هوندي آهي، جيڪي ڪنهن خوبصورت عورت جي دوستيءَ تي ٽڏندا آهن. انهن ۾ قابلِ رحم احساسِ ڪمتري هوندو آهي، ڇو ته هو ان تي پاڻ پڏائيندا آهن ته هنن سان ڪائي خوبصورت عورت ساڻ آهي،" شيخ اياز چوي ٿو: حشو هڪ اڌ عشق جو قائل هو.

شيخ اياز 1963ع ۾ حشوءَ سان دهليءَ ۾ مليو هو. ان وقت سرلا سان سندس شادي ٿي چڪي هئي. سرلا جو پهريون مڙس شايد گذاري ويو هو جنهن کانپوءِ هن حشوءَ سان شادي ڪئي هئي. شيخ اياز ان ملاقات جو ذڪر ڪندي لکي ٿو: حشوءَ کي به جوان ڏيئر ۽ هڪ ننڍو پٽ گل جي نالي سان هو. حشوءَ پنهنجو نالو سردار حشمت الله ۽ پٽ جو نالو گل محمد ٻڌايو هو. گل پيءُ وانگر جينيس ٿي لڳو جنهن کي جواهر لال نهروءَ چائلڊ آرٽسٽ جي حيثيت ۾ آل انڊيا ايوارڊ ڏنو هو. حشو ان وقت به فري لانس صحافي هو ۽ هن پاڪستان جي باري ۾ ڪيترائي

مضمون Pakistan X-rayed جي عنوان سان هندستان اسٽئنڊرڊ اخبار ۾ لکيا هئا ۽ انهن کي The uprooted and the upright جي نالي سان ڪتاب جي شڪل ۾ مرتب ڪري رهيو هو.

"مونکي ايئن ٿي لڳو ته حشو ٿُٽي چڪو آهي. کيس ان ڳالهه جو شديد احساس هو ته قوم سندس بيقدري ڪئي آهي." شيخ اياز چوي ٿو. سندس ان ڪيفيت جي باري ۾ هو لکي ٿو: هڪ ڀيري لڇمڻ ڪومل دهليءَ ۾ پنهنجي گهر تي منهنجي ۽ رشيد ڀٽيءَ جي ماني ڪئي هئي. دهليءَ جا ڪيترائي سنڌي اديب مرد ۽ عورتون اتي آيا هئا. حشو به موجود هو. رات جا اٽڪل ٻارهن وڳا هئا. مان پنهنجو شعر پڙهي رهيو هئس ۽ چوڌاري واهه واهه ٿي رهي هئي. ايتري ۾ حشو جو پيتل هو اٿي بيٺو ۽ مونکي ٻانهن کان وٺي چيائين: "شاعر اُٿي بيهه!" مان اٿي بيٺس ته هن چيو "منهنجن پيرن تي هٿ رک ته هنن کي معلوم ٿئي ته مان ڇا آهيان." مون هن جي پيرن کي ڇُهيو هو ته منهنجي اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيا هئا. هو پوءِ ويهي رهيو هو ۽ پنهنجي دنيا ۾ گم ٿي ويو.

حشو آدرشي انسان هو. انسان دوستي ۽ انسانيت جي پلي وارا سندس ويچار سائين جي ايم سيد، علامه آءِ آءِ قاضي ۽ ٻين ڏاهن لکيل خطن ۽ سندس هر لکڻيءَ منجهه سمايل آهن. هو آدرشن جي ڳولا ۾ سڄي عمر ڇڙواڳ زندگي جيئندو رهيو. سندس اندر جي اُونهائين کي جاچڻ لاءِ رڳو اهي ويهه خط ئي ڪافي آهن. جيڪي سائين جي ايم سيد جي ڪتاب "اج پڻ ڇڪيم چاڪ" ۾ سانديل آهن ۽ سنڌ جي هن گمنام هيري جي اسان وٽ بچيل ورثي جي حيثيت رکن ٿا.

حشو پاڻ صحافي به هو پر صحافت جي دنيا ۾ موجود گند سبب هو ان کان به مطمئن ڪونه هو. هن 1948ع ۾ لکيل هڪ خط ۾ جنهن نموني ان گند جي عڪاسي ڪئي، اها اڄ جي پرنٽ توڙي اليڪٽرانڪ ميڊيا ۾ موجود صورتحال سان بلڪل ٺهڪي اچي ٿي. حشو لکي ٿو:

> جتي ذهني آزادي ناهي ۽ اخباري دنيا جا علمبردار خود ڏاڙيلن جا پاٿيوار هجن، اتي يا ته وڃي صوفي ٿجي يا پنهنجو پليٽفارم پاڻ کڙو ڪجي.

حشوءَ پاڻ بہ هڪ اخبار "سنڌ هلچل" جي نالي سان ڪڍي هئي.

حشوءَ هندستان وڃڻ کانپوءِ بہ سنڌيت کي ڪونہ وساريو. هن هندستان ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ جاکوڙ ڪئي. ٻين سجاڳ سنڌين سان گڏجي هن 1956ع ۾ دهليءَ ۾ "سنڌو سماج" تنظيم ناهي جنهن جو هو 1961ع ۾ صدر بہ چونڊيو. ان تنظيم جو مقصد سنڌي اسڪول کولڻ، سنڌي ٻوليءَ کي انڊيا جي آئين ۾ شامل ڪرائڻ، سنڌي ڪتاب ڇپرائڻ، سنڌي استاد مقرر ڪرائڻ، سنڌين لاءِ بورڊنگ هائوس ٺهرائڻ وغيره هو. حشوءَ دهليءَ ۾ پهريون سنڌي ٻولي ڪنوينشن بہ ڪوٺايو جنهن ۾ هندستان جو ان وقت جو صدر راڌاڪرشن خاص طور شريڪ ٿيو هو.

حشوءَ نہ رُڳو پاڻ سنڌي ڪهاڻيون لکيون، پر ٻين سنڌي ليکڪن جون ڪهاڻيون انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري سنڌي ادب کي دنيا جي ٻين قومن سان روشناس ڪرايو. هندستان جي مختلف ٻولين جي ادب بابت لکيل تحقيقي ڪتابن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ادب ۽ حشوءَ جي ترجمو ڪيل ڪهاڻين جو ذڪر لازمي ملي ٿو. سندس ترجمو ڪيل ڪهاڻيون ڪتابي شڪل ۾ موجود آهن، جن ۾ امر لال هڱوراڻيءَ جي ڪهاڻي "ادو عبدالرحمان"، ڪلا پرڪاش جي ڪهاڻي "خانواهڻ"، سُندري اُتم چنداڻيءَ جي ڪهاڻي "پٽ جي خواهش"، تيرٿ بسنت جي ڪهاڻي "فرنيچر" ۽ ٻيون ڪيتريون ئي ڪهاڻيون شامل آهن. حشوءَ جي پنهنجي هڪ ڪهاڻي "پدما" جو بہ ذڪر ملي ٿو جيڪا اڳي سنڌي رسالي "لهرون" ۾ ڇپي هئي.

حشوءَ جو سندس حياتيءَ ۾ قدر تہ ڪونہ ٿيو جنهن جو ارمان ڪيس عمر پر رهيو ۽ پنجاهہ ورهين جي ڄمار تائين پهچندي هو اندر ۾ ڄڻ پورا ٿي چڪو هو پر هندستان جا سنڌي هاڻ ڪيس هڪ مهان هستيءَ طور ياد رکن ٿا. اديپور، ڪڇ، گجرات ۾ قائم انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ پاران موهن گيهاڻيءَ جو ڇپرايل ڪتاب History of Sindh سائين جي ايم سيد ۽ حشو ڪيولراماڻيءَ کي ارپيو ويو آهي. ارپنا ۾ لکيل آهي:

Dedicated to proud sons of Sindhi soil — Saeen G. M. Syed and Hashu Kewalramani.

حشو سنڌ ۽ سنڌيت جنهن جي نس نس ۾ سمايل هئي، جنهن جي مائٽن کيس ڪليڪٽر ڏسڻ تي گهريو. جنهن اميراڻي حيثيت هئڻ جي باوجود عوامي سياست ڪرڻ کي پسند ڪيو. ان هستيءَ جي حياتيءَ جا پڇاڙيءَ وارا ورهيه ڏاڍا ڪسمپرسيءَ ۾ گذريا. ناليواري اديب ڪيرت ٻاٻاڻيءَ، جنهن جي زندگيءَ تي به حشوءَ جو وڏو اثر هو پنهنجي آتم ڪٿا "ڪجهه ٻڌايم، ڪجهه لڪايم" ۾ حشوءَ جي انهن افسوسناڪ حالتن جو ذڪر ڪيو آهي. هو لکي ٿو: حشو دهلي ڇڏي بمبئيءَ وڃي رهيو. اتي هو پنهنجي پيڻ جي گهر ۾ کليل بالڪنيءَ ۾ رهندو هو. رات جو دير سان اچي بالڪنيءَ ۾ فراسي وڇائي سمهي پوندو هو. راتين جو رولاڪ هئڻ سبب کيس اتان به نيڪالي ملي، جنهن ڪانپوءِ هو مساڻن ۾ زندگي گذارڻ لڳو. هو گهڻو ڪري سنڌين جي پنهنجي اڏيل شهر اُلهاس نگر جي مساڻ ۾ رهندو هو. هو چانهه ۽ ڊبل روٽيءَ تي گذارو ڪندو هو پر ڏُم سگريٽ ڇڪيندو هو. حشوءَ ڪم ڪار ڪرڻ بند ڪري ڇڏيو هو. سندس گذارو پٽ سٽ تي ٽيڻ لڳو هو. هو دوستن کان ان وعدي تي قرض ڪٽندو هو ته سندس ڪتاب ڇپجندو ته کين پئسا موٽائي ڏيندو. ماڌو پمپاڻي آخري ماڻهو هو جنهن حشوءَ کي آخري ڀيرو ڏٺو هو ڇو ته حشو کانئس ٽي سئو روپيه اُڌارا وٺڻ آيو هو.

حشوءَ جي حالت تي ان رات آسمان به روئي ڏنو هو ۽ ايترو ته رُنو جو بمبئيءَ ۾ ٻوڏ جهڙي صورتحال پيدا ٿي وئي ۽ نديون نالا اٿلي پيا هئا. اُن رات حشو هميشهه لاءِ گم ٿي ويو. خيال ڏيکاريو ويو ته حشوءَ کي ٻوڏ جي پاڻيءَ جي ڇولي پنهنجي آغوش ۾ کڻي هلي وئي هوندي. کيس دنيا جي ڏکن کان ڇوٽڪارو ڏيڻ لاءِ. ڪجهه حلقن جو اهو به خيال آهي ته جنهن ڌرمشالا ۾ حشو رات رهيو هوندو اتي ڪنهن شاهينگ ٽي سئو روپيه ڦٻائڻ لاءِ کيس قتل ڪري لاش پوري ڇڏيو هوندو. مشهور ڪهاڻيڪار موهن ڪلپنا جو به اهڙوئي خيال هو. موهن به اڪثر حشوءَ جي مالي مدد ڪندو رهندو هو.

حشو ڪيولراماڻيءَ لاءِ عام طور چيو وڃي ٿو ته هو پنهنجو ذهني توازن وڃائي ويٺو هو. ڪيرت ٻاٻاڻي ان ڪيفيت کي Super Ego جو

نتيجو سڏي ٿو. ماڻهو ان ڪيفيت کي ڇا به سڏن. اسان رڳو اهو سوچيون ته جنهن شخص سنڌ ڌرتيءَ سان عشق ڪيو جنهن کي پنهنجي ڌرتيءَ سان پيار جي سزا ۾ ملڪ بدر ڪيو ويو جنهن جلاوطنيءَ ۾ به پنهنجن کي نه وساريو ان شخص جي اندر جي ڪيفيت ڇا هوندي انهيءَ ڪيفيت جو اندازو علامه آءِ آءِ قاضيءَ ڏانهن لکيل سندس خط جي هنن سِٽن مان ڪري سگهجي ٿو جيڪا سندس وصيعت جي حيثيت رکي ٿي، پر سندس اها وصيعت به پوري نه ٿي سگهي. حشوءَ خط ۾ پنهنجي مزار جو ڪتبو لکيو هو ته:

هتي اهو ماڻهو رکيل آهي، جيڪو انهن کان پڇي ويو جن کيس گهڻو پيار ڪيو ٿي، ان ڳالهه جي ڳولا لاءِ جنهن جو کيس پاڻ پتو نه هو.”

اڄ تائين ڪنهن کي به پتو نه پيو ته حشو ڪاڏي ويو. شاعر ادل سومري جي چواڻي: حشو ڪيولراماڻيءَ جو ڏس پتو ڪنهن کان پڇجي؟

**نصير اعجاز**
nasiraijazpk@yahoo.com

# حشو ڪيولراماڻي کي زبان تيڻ نہ ڏيو!!

دوستو ساٿيو
جيئي سنڌ، اسلام عليڪم

انتهائي خاموشيءَ سان، بنا ڪنهن جهيڙي جهٽي ڪرڻ جي، هر قسم جي جهيڙي جهٽي کان پاڻ کي صاف پاڪ رکندي ۽ ان کي صوفين جو معراج سمجهندڙ منهنجو ياءُ خادم سومرو آهستي آهستي مون کي لڳي ٿو تہ" برابر عجب جهڙو ماڻهو آهي". هن کي گوڙ بہ نہ ٿو وڻي، رش بہ نہ ٿي وڻي، نويڪلائي ۽ اڪيلائي بہ نہ ٿي وڻي، گهڻو پڙهڻ بہ نہ ٿو وڻي ۽ گهڻو پڙهيل بہ نہ ٿو وڻي. بس! هن کي پنهنجي حساب جو ڪجهہ نہ ڪجهہ تخليقي ڪم وڻي ٿو. پنهنجي خاموش قدمن سان آهستي آهستي وڏنڏو سال ۾ پنج اٺ اهم تاريخي ۽ صوفي پروگرام ڪري، پنهنجي من کي ضمير جي باهہ اڳيان سرخرو ڪندو رهي ٿو.

هفتو کن اڳ مون کي چيائين تہ "حشو ڪيولراماڻي تي پروگرام ٿا ڪريون، ان ۾ تون اچي ڳالهاءِ" مون ڪابہ ڳالهہ سوچڻ کانسواءِ ڪيس چيو "ڪارڊ ۾ نالو وجهي ڇڏ."

ڪالهہ رات عوامي آواز جي آفيس ۾ مون کان ڪنهن پڇيو تہ "حشوءَ تي تياري ڪئي اٿئي؟" مونکي حشو ڪيولراماڻي ايترو ياد آيو جيترو ان کان اڳ ڪنهن کي بہ ياد نہ آيو هئو. سنڌ کي هونئن بہ ڪڏهن حشو ايئن ياد نہ آيو.

مون پنهنجي دوست قاسم راڄپر کي چيو تہ "ڪاپي ڪراءِ تہ تياري ڪريان" محمد قاسم راڄپر ۽ حشو ڪيولراماڻي جو ضلعو يعني ساهتي پرڳڻو نوشهروفيروز آهي. نوشهري فيروز جي جتوئين کان سواءِ باقي سڀ سندس ياد جو حصو آهن. خاص ڪري پارٽ ويل هندو اديب

۽ فنڪار ۽ ساهتڪار. تازو عامرخان جي نئين فلم ”پي ڪي“ PK، جنهن جو هدايتڪار راجڪمار هيراڻي آهي. تنهن لاءِ وڏي ڪيج مان ٻڌايائين تہ ”هي بہ نوشهري فيروز جي ڪنڊياري جو آهي“.

قاسم راڄپر تعليم کاتي ۾ ليڪچرار آهي. هر روز ڪاليج وڃي شاگرد ۽ پٽيون پڙهائي عوامي آواز جي آفيس ايندو آهي. مون کيس چيو تہ سندس پي ايچ ڊي Phd جو رهيل ڪم پورو ڪري. اها بہ پوري ڪري. پر پنهنجي ٿيسز تي ڪنهن چور شاهينگ ۽ ڦوروءَ وانگر ڪم نہ ڪري. جيئن پاڪستان ۾ سڪو رائج آهي. هن ڏينهن رات هڪ ڪري، پنهنجو نُور نچوئي، هڪ هڪ در تان دان وٺي، هڪ هڪ ڄاڻيندڙ سان ڳالهائي يا ڪنهن ڄاڻوءَ جي ڪتاب مان مدد وٺي، مواد گڏ ڪري ٻن سالن جي لڳاتار ۽ زال چيڙائيندڙ محنت ڪري ”سنڌي ٽيليويزن ڊرامي جو تاريخي، ثقافتي ۽ سماجي اڀياس“ جهڙي املھ ٿيسز لکي ورتي آهي. ٿوري وقت کانپوءِ هن جي نالي اڳيان بہ ”ڊاڪٽر“ پئجي ويندو. هڪ سچار ۽ محنتي ڊاڪٽر. پر ڏک ان ڳالھ جو رهندو تہ ان قطار ۾ ڪئين چور بہ ساڳئي لقب سان موجود رهندا.

مون جنهن ڏک جو ذڪر ڪيو آهي، اهو اسان جي سماج ۾ هڪ نہ کٽندڙ ڏک آهي، پر مون کي اڄ حشو ڪيولراماڻي تي لکڻ لاءِ مختلف مضمون پڙهندي ڏک ٿيو آهي تہ ڪيئن تہ هن سان بي مروتي ڪئي وئي آهي. شايد خادم سومري جي هن انتهائي ننڍڙي پروگرام کانپوءِ اسان حشو ڪيولراماڻي کي نئين اڀياس لاءِ ڳولڻ شروع ڪري سگهنداسين. ان ڏک جو بنياد هي آهي تہ کهڙا سبب آهن جو حشمت ٿهلرام (حشو) ڪيولراماڻيءَ کي ياد نہ ڪيو ويو؟ ايڏو وڏو ماڻهو جنهن کي جناب جي ايم سيد پنهنجو ”سياسي استاد“ سڏي ٿو، اهو اسان وٽ تاريخ جو گم ٿيل ورق ڇو آهي؟

حشو ڪيولراماڻيءَ تي هيستائين سائين جي ايم سيد، شيخ اياز، مدد علي سنڌي، گل حسن ڪلمتي، نصير اعجاز، حميد سبزوئي، امان الله شيخ ۽ ٻين لکيو آهي. اهو ٻنھ ٿورڙو آهي. مون ڪالھ ڪان نيٽ تي انهن سنڌي هندن جي وئب سائيٽس تي، پارٽي سنڌالاجي تي، سنڌي

اديبن جي ساهتيہ انعامن ۽ اعزازن جي لسٽ تي. سندري ۽ اتم چند جي تصويرن ۾. ڪيرت ۽ گوبند مالهيءَ جي حوالن ۾ حشو ڪيولراماڻي کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي. مون کي محسوس ٿيو تہ يا تہ منهنجي نظر خراب هئي، جو نظر ئي نہ پئي يا وري ڪا اهڙي تنگ نظري آهي يا ان جهڙي ڪا اهڙي ڳالهہ آهي، جو حشو گم ڪيل ۽ غائب ٿيل آهي.

اج عوامي آواز ۾ حشوءَ جي باري ۾ هڪ مضمون ۾ سندس تصوير شايع ٿي آهي. هڪ پڑهيل لکيل. ذميدار ۽ تخليقي ماڻهوءَ جي شڪل شبيهہ واري تصوير واري حشوءَ جي باري ۾ سنڌواسين کي گهڻو ڪجهہ معلوم هجڻ گهرجي، پر اهو ناهي. ناميار ي شاعر "آدرش" پنهنجي هڪ آزاد نظم " تنهنجي نالي هڪ نظم" ۾ جڻ تہ ان ڏک کي سموهيو ۽ حشوءَ کي وسارڻ واري لقاءَ جي ترجماني ڪئي آهي:

**تُنهنجي نالي هِڪُ نَظمُ**

هَر ڪنهن کي جاءِ ملي وَئي
ڪِولين کي مانيءَ ۾
ڪُوئن کي اَٽي جي ٿينَ ۾
جاري کي ڇَت ۾.

هَر ڪنهن کي جاءِ ملي وَئي
ڪڪر کي اُڀ ۾
مينهنَ کي زمينَ ۾
ڪوهيڙي کي پهاڙَن ۾
روشنيءَ کي شهرَ ۾
اُماس کي جهنگَ ۾.

هَر ڪنهن کي جاءِ ملي وَئي
پريءَ کي بارَ جي خواب ۾
مُسافر کي سِراءِ ۾
اُداسيءَ کي مسافر جي دل ۾.

هَر ڪنهن کي جاءِ ملي وَئي
اڪيلائيءَ کي ماڻهوءَ جي نالي ۾
ماڻهوءَ جي نالي کي شناختي ڪارڊ ۾.

هَر ڪنهن کي جاءِ ملي وَئي
بَمَن کي عراق ۽ پاڪستان ۾
زلزلي کي آرمينيا ۾
طوفانَ کي چين ۾.

مون کي جاءِ نہ ملي
تُنهنجي مَنَ ۾.

(آدرش)

مون کي خوشي آهي تہ حشُو ڪيولراماڻي کي ڪابہ "ايشيائي سند" نہ ملي آهي. اسان وٽ تہ منچر ڍنڍ کي بہ اها سند ملي چُڪي آهي، جيڪا هاڻي بيماريون ۽ اگهايون عطا ڪري ٿي. سماج ۾ جن ڪجهہ نہ ڪيو آهي بہ اعزاز يافتہ آهن. شڪر آهي جو حشو ايشيا جو عظيم ڪميونسٽ، عظيم ڏاهو عظيم سورمو يا عظيم ديوتا ناهي. خراب ڳالهہ اها آهي تہ جن مٿس لکيو آهي، ان هوندي بہ هو ايشيا ۾ ڪنهن کي بہ ياد ناهي. ها البت، ڪيس رڳو اهو اعزاز ڏيئي سگهجي ٿو "ايشيا جو وساريل شخص"

- محترم شيخ اياز پنهنجي ڪتاب " ڪتي تہ پيچبو ٽڪ مسافر " ۾ حشو ڪيولراماڻي جي باري ۾ مختلف ڳالهيون لکيون آهن، جن منجهان سندن دوستي ۽ ويجهڙائپ جي پروڙ پوي ٿي. هو پارت وڃڻ کان اڳ سمورو سامان شيخ صاحب وٽ ڇڏي ويو. اياز لکيو آهي تہ. " مون سندس سمورو سامان ڪامريڊ مونس (پنجابي) جي حوالي ڪيو تہ اهو سنڀالي رکي. پر هن جي لاأُبالي طبيعت اهو سامان تلف تاراج ڪري ڇڏيو"

- "سنڌي ڪهاڻي ۽ غلام نبي آگرو" جي عنوان سان ناميارو اديب جناب مدد علي سنڌي حشو ڪيولراماڻي جي باري ۾ لکي ٿو.....

ننڍي ڪنڌ جي هن ڏاهي کي 1948ع ۾ گرفتار ڪري، ڪراچي سينٽر جيل ۾ 8 مهينا نظربند ڪيو ويو. بعد ۾ کيس ڪراچي جيل مان ڪڍي، ملڪ بدر ڪري، بمبئي اماڻيو ويو. سنڌ جو هيءُ عظيم فرزند، اتي بہ سنڌ کي ياد ڪندو رهيو. حشو هڪ ئي وقت سياسي مفڪر، فلاسفر ۽ اديب هو. ورهاڱي کان اڳ، هن ڪافي ڪهاڻيون لکيون. انهن مان "پدم" سندس مشهور ڪهاڻي آهي. هو انگريزيءَ جو وڏو ڄاڻو هو. سائين جي ايم سيد جي ڪتاب "نئين سنڌ لاءِ جدوجهد" کي انگريزي ۾ ترجمو ڪيو هئائين. ڀارت ۾ هن مشهور انگريزي اخبار هندستان ٽائمز ۾ سنڌي ڪهاڻيون ترجمو ڪرڻ شروع ڪري ڏنيون. 1954ع ۾ هن غلام رباني آگري جي ڪهاڻي "بري هن ٻنيور ۾" ترجمو ڪري شايع ڪئي. اهو پهريون پيرو هئو جو 1959ع ۾ حشو ڪيولراماڻي، برک سنڌي ڪهاڻيڪارن جون انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيل ڪهاڻيون سهيڙي "چونڊ مختصر سنڌي ڪهاڻيون" جي نالي سان هڪ ڪتاب جي شڪل ۾ شايع ڪيون. ان ڪتاب کي عام خاص ۾ غير معمولي مشهوري حاصل ٿي. روزاني ڊان ڪراچي ان ڪتاب تي تبصرو ڪندو لکيو هو "80 صفحن جو هيءُ ڪتاب سون ۾ تورڻ لائق آهي." سنڌ ۽ هند ۾ مقبوليت حاصل ڪرڻ سبب، هن ڪتاب ۾ وڌيڪ 9 سنڌي ڪهاڻيون ترجمو ڪري ڪل 21 ڪهاڻين جو نئون مجموعو تيار ڪيو ۽ سنڌي شارٽ اسٽوريز جي نالي سان ٻيهر ـــــع ۾ ان کي شايع ڪيو.

"سنڌي شارٽ اسٽوريز" ڪتاب ۾، غلام رباني جي "بري هن ٻنيور ۾"، جمال ابڙي جي "پيراڻي" ۽ غلام نبي مغل جي "شيشي جو گهر" ڪهاڻيون شامل هيون. رباني جي ڪهاڻيءَ جو نالو هو. The Deluge حشو ڪيولراماڻي، انگريزي ٻوليءَ جو وڏو ڄاڻو هو. ڏسو تہ هن رباني جي ڪهاڻيءَ جو سچو تت ان انگريزي لفظ "ڊيليوج" ۾ ڪيئن سموهي ڇڏيو آهي.

”ٻُري هن ينيور ۾“ رباني ۽، ٻوڏ ۽ برسات ۾ هڪ ڳوناٺي جي لاچاريءَ جو دردناڪ نقشو چٽيو آهي. حشو ڪيولراماڻي انهيءَ جو بهترين انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري، ڪهاڻيءَ جو نالو The Deluge ”ڊيليوج“ (پاڻيءَ جو ٻوڏ وارو ريلو) رکي، ان کي امر بڻائي ڇڏيو. اها ڪهاڻي پهرين ”ٽائمز آف انڊيا“ ۾ شايع ٿي، جتان ان کي دنيا جي ٻين ڪيترن ٻولين ۾ ترجمو ڪري شايع ڪيو ويو.

- شخصيتن تي ٻڌل خاڪن جي ڪتاب ”فاني جڳ لافاني ماڻهو“ ۾ حميد سبزوئي لکي ٿو تہ :

لافاني ماڻهوءَ ۾ سنڌ جو اهو غير معمولي ڪردار هو جنهن ويهين صديءَ واري سنڌ جي ٻن غير معمولي ماڻهن سائين جي. ايم سيد ۽ شيخ اياز تي گهرا اثر ڇڏيا هئا. حشو جي ڏاهپ جو واضح مظهر 1948 ع ۾ سندس لکيل خط بہ آهي، جيڪو اڄوڪين حالتن ۾ بہ سؤ سيڪڙو سچ لڳي ٿو. هو لکي ٿو تہ: ”جتي ذهني آزادي ناهي ۽ اخباري دنيا جا علمبردار خود ڏاڍيلن جا پائيوار هجن، اُتي يا تہ وچي صوفي تجي يا پنهنجو پليٽ فارم پاڻ ڪڙو ڪجي، ماڻهن کي سندن شخصي ارتقا ۽ روش مطابق سمجهيو وڃي تہ بهتر آهي.“

- ”فڪر جي ايم سيد: نواڻ جا مايا ۽ معيار “ ۾ ليکڪ امان الله شيخ لکي ٿو تہ :

”اهڙي طرح ايئن چوڻ ۾ ڪو بہ وڌاءُ ناهي تہ سنڌ جي جديد قوم پرستي ۽ ابتدائي ساڃاهہ جو روشن مينار محترم جي ايم سيد آهي. جنهن پيڙهہ جا پٿر دادا ڄيٺ مل پرسرام، حشو ڪيولراماڻي ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي جهڙي سگهجن ٿا“

- ڪتاب جنب گذاريم جن سين ( پاڳو پيون) مصنف جي ايم سيد ، ڇپيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ 1967ع، 1979ع، 2005 ع ۾ سيد لکي ٿو:

حشمت ٿهلرام ڪيولراماڻي سنڌ جي مکيہ ترقي پسند قومي ڪارڪنن مان صحيح سوچ رکندڙ ۽ باهمت، وڏيءَ نگاهہ وارو دل جو درياءُ ۽ قلم جو بادشاهہ آهي.

هي اصل ڳوٺ پريا، تعلقي نوشهرو جو رهاڪو هو. سندس ڏاڏو ديوان ڪيومل زمينداري ڪندو هو. شايد راڻيپور طرف سندس نالي ڪو ڪڙيو بہ هو. ديوان ڪيومل کي ديوان ٿهلرام نالي فرزند ٿيو جو پڙهي، روينيو کاتي جي نوڪريءَ ۾ گهڙيو. جڏهن ڪورٽ آف وارڊس جي سنڀال هيٺ منهنجي زمين هئي، ان وقت هي ان کاتي جو مختيارڪار هو جنهن ڪري مون سان واقفيت ٿي هيس. پڇاڙيءَ ۾ هي ٺٽي آدم ۾ ريزيڊنٽ ماجسٽريٽ جي عهدي تي هو. هي انهن ٿورن سرڪاري ملازمن مان هو جي ايماندار ۽ انصاف پسند ٿي رهيا هئا. هن 3 ڊسمبر سنہ 1922ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ وفات ڪئي. هن کي بہ فرزند ٿيا، (1) حشمت راءِ عرف حشو ڪيولراماڻي ۽ (2) گوپي چند عرف گوپ ڪيولراماڻي. حشو ڪيولراماڻي 20 ڊسمبر 1914ع تي پريا ڳوٺ ۾ ڄائو. پنهنجي والد مرحوم جي وفات وقت هي اٺن سالن جي عمر جو هو.

والد جي انتقال ڪانپوءِ حشوءَ جي سموري تربيت ۽ تعليم جو انتظام سندس والده جي هٿ هيٺ ٿيو جا سندرتا ۽ سچائيءَ جو روپ هئي. ٿيويهہ سالن جي عمر ۾ هوءَ وڌوا ٿي هئي. باوجود ننڍيءَ عمر جي، هوءَ سمجهدار، خود دار ۽ باهمت عورت هئي.

حشوءَ ابتدائي ۽ ثانوي تعليم پرين جي ڳوٺ ۾ ورتي. مئٽرڪ جو امتحان ڪراچيءَ جي اين. جي. وي. هاءِ اسڪول مان ڏنائين. ان ڪانپوءِ، سترهن ورهين جي ڄمار ۾ هي هندستان کان ٻاهر سيلون هليو ويو. سيلون ۾ رهڻ وقت هي ينگ مينس ڪرسچن ايسوسيئيشن Young Men's Christian Association (YMCA) جي ڊبيٽنگ سوسائٽيءَ جو سيڪريٽري ٿي رهيو جنهن سوسائٽيءَ مان ڪيترن سيلون جي سياستدانن ۽ مدبرن تربيت پاتي هئي.

هي پوءِ سنہ 1935ع ۾ انگلينڊ ويو جتي آئي. سي. ايس. پڙهڻ کي ڇڏي، پهرين ايروناٽيڪل سبجيڪٽ پڙهڻ لاءِ ڪنيائين. پر انهيءَ کي اڌ ۾ ڇڏي پاليٽڪس ۽ ايڪانامڪس پڙهڻ لڳو. پنهنجي قلندري طبعيت سبب، اتي هو ڪو خاص امتحان پاس ڪري نہ سگهيو. لنڊن ۾ رهائش وقت هن ڪجهه وقت ڪرشنامينن سان انديا آفيس ۾ ڪم

ڪيو. "لنڊن مجلس" نالي هڪ جماعت جو ڪجهه وقت پريزيڊنٽ به هو. انهيءَ وقت هن جي فيروز گانڌي ۽ اندرا گانڌيءَ سان واقفيت ٿي. اتي پنڊت جواهر لعل نهروءَ سان به واقفيت ٿيس. اتي هو هندستان جي آزاديءَ سان تعلق رکندڙ ميٽنگن ۾ اڪثر شرڪت ڪندو هو. سنه 1939ع ۾ هي موٽي سنڌ ۾ آيو. ٻي مهاياري لڙائيءَ جي ڪري واپس لنڊن نه وڃي سگهيو.

سنڌ ۾ اچڻ بعد هن شاگردن جي تحريڪن ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو. شاگردن ۽ نوجوانن مان گهڻن تي هن جي صحبت ۽ خيالن جو اثر پيو. فرقيوار ذهنيت کان هي ائين بالاتر رهيو جيئن ڪنول جو گل پاڻيءَ ۾ رهي به پاڻيءَ کان مٿي اڇو اجرو پاڪ ۽ اوجل رهندو آهي.

منهنجي ساڻس واقفيت سنه 1945ع ڌاري ٿي، جڏهن آءٌ مسلم ليگ کان ٻاهر نڪتس ۽ ملڪ جي سياست ۾ نون نظرين ۽ نئين طريقه ڪار جي ڳولا ۾ هوس. ان وقت هندستان ۾ ٻن قومي نظرين جو آواز پکڙيل هو: هڪڙا هندو قوميت جي نالي ۾ ماڻهن کي متحد ڪري رهيا هئا، ٻين مسلمانن کي مذهبي نقطه نگاهه کان علحده قوم پئي تصور ڪيو...

ان وقت حشوءَ جي صحبت ۽ گفتگو منهنجي لاءِ روشنيءَ جي تروري جو ڪم ڏنو هو. هن "قوميت جي مسئلي" جي بنيادي متن کان مون کي واقف ڪيو جن جي روشنيءَ ۾ آءٌ ساري صورتحال کي نئين نقطه نگاهه سان ڏسڻ لڳس. ڪانگريسين جو نقطه نگاهه اهو هو ته هندستان جا جملي رهاڪو هڪ قوم هئا، سو به حقيقتن جي بنياد تي صحيح ڏسڻ ۾ نه آيم. هندستان ڪيترين زبانن، ملڪن، ڪلچرن، مڪاني سياسي ۽ اقتصادي مفادن جو گڏيل ملڪ هو. ان جي مشابهت سوويت روس، يونائيٽيڊ اسٽيٽس يا يورپ سان ٿي سگهي ٿي. ان کي هڪ قوم ۽ ملڪ انگلينڊ يا جرمنيءَ وانگر سمجهي، سندس مسئلن جو حل ڳولڻ نيڪ نظر نٿي آيم. اهي قومون اڳتي هلي، پنهنجي پنهنجي مختلف رخ ۽ طبع هوندي به هڪ ٿي سگهيون ٿي، ليڪن اڄا هڪ نه هيون.

ٻئي طرف مسلمانن جي جداگانه قوميت جو نظريو به دنيا جي موجوده حقيقتن مطابق فرسوده، غلط، وهمي ۽ جذباتي ڏسڻ ۾ آيم.

مسلمان نہ ڪڏهن هڪ قوم رهيا هئا، نہ هن وقت ڪنهن بہ ملڪ ۾ آهن. اهو نظريو غير اسلامي معلوم ٿيڻ لڳم. ان بعد موجوده دنيا ۾ تسليم ٿيل وطن، زبان، روايات، ڪلچر، سياسي ۽ اقتصادي مفاد تي ٺهيل قوم جو نظريو صحيح نظر اچڻ لڳو. انهيءَ نقطہ نگاهہ کان سنڌ جي جداگانہ قوميت ئي حقيقي شيء نظر آئي. انهن خيالن ڪانپوءِ مون کي مستقبل جي طريقہ ڪار جو رستو چٽو ڏسڻ ۾ آيو.

اها حشوءَ جي صحبت هئي، جنهن سياسي مسئلن ۾ Rational (عقلي) بنياد تي غور ڪرڻ ۽ جوش تي هوش کي ترجيح ڏيڻ جو مون ۾ مادو پيدا ڪيو. ان منزل تي خان عبدالغفار خان کي مستقبل جي سياسي رهبريءَ لاءِ ليڊر چونڊي، سندس صدارت هيٺ "پيپلز پارٽي" ناهڻ ۽ ان جا مقصد واضح ڪرڻ ۾ هن جو وڏو هٿ هو. "نئين سنڌ لاءِ جدوجهد" ڪتاب کي انگريزيءَ ۾ آڻڻ منجهہ هن جو هٿ هو. انهيءَ ڪانپوءِ جيڪي نظرياتي خيال پئي سوچيا اٿم، تن جو بنيادي رستو ساڳيو پئي رهيو آهي. اهو منهنجي سياسي دنيا ۾ اهڙو نئون ۽ انقلابي قدم هو جهڙو بين الاقوامي مسئلن تي مرحوم جواهر لعل نهروءَ رٿيو ۽ ڪنيو هو.

جناب جي ايم سيد حشو ڪيولراماڻي ۽ سندس وچ ۾ خطن بابت لکي ٿو تہ :

"سياست ۾ دلچسپي وٺندي، ڪڏهن بہ پارٽي بازي ۾ نہ ڦاٿس. عوام جي جدوجهد ۾ شامل هوندي، اميرانہ ۽ آدرش پسند طبيعت قائم رکيم!"

پاڪستان ٺهڻ بعد هي انهن ماڻهن مان هو، جن پنهنجو سنڌ ديس ڇڏڻ نٿي گهريو. اول ۾ کيس جيل ۾ موڪليو ويو. بعد ۾ سنڌ اندر سندس رهڻ ناقابل برداشت ڪري، کيس ملڪ ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو. ڀارت ۾ لڏي وڃڻ ڪانپوءِ هن لڏي ويل هندن جي مسئلن ۽ هند ڀارت جي سوالن تي ڪيترائي مضمون اخبارن ۽ رسالن ۾ پئي لکيا آهن. بہ ننڍا ڪتاب بہ لکيا اٿس:

1. سنڌ جي ننڍين آکاڻين جو ڪتاب (انگريزي)
2. پاڪستاني سوالن جي ڇنڊڇاڻ (انگريزي)

دهليءَ ۾ هن ”سنڌو سماج“ کي برپا ڪرڻ لاءِ ڪوشش ونئي، پهرين ”سنڌي ٻولي ڪنوينشن“ سڏائڻ ۾ حصو ورتو جنهن ۾ هندستان جي پريزيڊنٽ راڌا ڪرشنن کي بہ دعوت ڏيئي گهرايو ويو هو.

پنهنجي حياتيءَ جو وڏيڪ احوال لکندي چوي ٿو تہ، ”جيل ۾ ڇو ويس؟ الله کي خبر! ڪنهن خاص پارٽيءَ جو ڪڏهن بہ ميمبر نہ ٿيس، نہ ڪڏهن قانون ڀڃڻ جي ڪوشش ڪيم. شايد شڪل ۾ تيز ڏسڻ ۾ پئي آيس. ولايتي جوان ٿي، سنڌي بلوچ بنجڻ جي ڪوشش ٿي ڪيم!“

لڙائيءَ ڪانپوءِ 1940ع کان 1941ع تائين هڪ دفعي ارڙهن مهينا جيل ۾ ويو هو. 1942ع ۾ وري ڪيس فوجي ماڻهن سان لهہ وچڙ رکڻ جي شڪ ۾ ٻہ مهينا جيل ۾ رکيائون، باوجود ان جي، جو هو ڪلم ڪلا فاشزم جي خلاف هو. وري پاڪستان قائم ٿيڻ بعد 1949ع ۾ ڪيس چارج شيٽ ڏيڻ ڪانسواءِ ڏهہ مهينا جيل ۾ رکيو ويو.

سنڌ ۾ هو تہ پرڏيجڻ جي قيد ۾ ڦاسڻ کان پيو ڇرڪندو هو. هند ۾ وڃي گرهستي بنجي پيو. هن وقت صالح اولاد هئڻ ڪري خوش آهي. سندس پٽ کي مصوريءَ ۾ هڪ سال اندر ٻہ انعام مليا آهن.

علامہ آءِ. آءِ. قاضيءَ کي تازو خط ۾ لکيو اٿس تہ، ”منهنجي مرڻ ڪانپوءِ منهنجي مزار جو هي ڪتبو ٿي سگهي ٿو: هتي اهو ماڻهو رکيل آهي، جن ڪيس گهڻو پيار ڪيو ٿي انهن کان ڀڄي ويو. ان ڳالهہ جي ڳولا لاءِ جنهن جو ڪيس پاڻ پتو نہ هو.“

بس! هڪ ڏينهن حشو ڪيولراماڻي خبر ناهي ڪيڏانهن ويو. يا ڪيس آسمان کڻي ويو يا زمين ڳهي ويئي. هن کي شايد ڪنهن بہ عقيدي آهر پنهنجي تدفين پسند ڪانہ هئي ۽ هو بنا دفن جي اڻجاتل ماڻهوءَ جيئان تاريخ ۾ ”نامعلوم“ بڻجي ويو.

*( سنڌ صوفي انسٽيٽيوٽ پاران 27 جنوري 2015ع تي محترم حشو ڪيولراماڻي جي ياد ۾ ”ممتاز مرزا اسٽوڊيو“ ثقافت کاتو سنڌ ۾ ملهايل ڏينهن جي موقعي تي پڙهيو ويو)*

## حشو ڪيولراماڻي جي مطالعي هيٺ آيل
## سنڌي ڪتابن جي چونڊ فهرست

1. پيغام لطيف
2. شاهہ جو رسالو
3. تماهي مهراڻ
4. گل ڦل
5. تاريخ سنڌ – ڪلهوڙا دور جلد (I) ۽ (II)
6. چچ نامو
7. تاريخ معصومي
8. جنت السنڌ
9. تحفط الڪرام
10. سيرِ ڪوهستان
11. سنڌ جو سفر
12. قديم سنڌ
13. سنڌ جي اقتصادي تاريخ
14. چارلس نيپئر- لئمبرڪ
15. سنڌ جو سينگار

# پَڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين "اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻُ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا ٻه تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو ٻه صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو ٻه شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ٻہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳَل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي ٻارَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ ٻارَ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ جي ٻارن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ونڻ ونڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)